# پ ڪتاب

سهيڙيندڙ:

عزيزه ۽ سيد غلام مصطفيٰ شاھ

# پڪ ڪتاب

سهيڙيندڙ:

عزيزه ۽ سيد غلام مصطفيٰ شاهه

ڇپائيندڙ:

شاه عبداللطيف ڪلچر سوسائٽي ڪراچي

# مرحوم محمد اسماعيل عرسائيءَ
# جا ٻہ ڪتاب

١ - بدنصيب ٽري

٢ - سنڌي سٻاجهڙا

حاجي محمد ناريجي جي اصرار سان

۽

محترم ابراهيم جوڻي ۽ غلام رباني آگري جي شڪريہ سان.

ڪتاب جو نالو : ٻہ ڪتاب

سهيڙيندڙ : عزيزه ۽ سيد غلام مصطفيٰ شاهہ

ڇاپو پهريون : سال ١٩٩٨ع

تعداد : هڪ هزار

قيمت : **ٻہ سو روپيا**

ڪمپوزنگ : حضور بخش ۽ الطاف پيرزادو

ڇاپيندڙ : علمي پرنٽرس
٥/٩ ماڙ نامڪو سينٽر
ڪيمبل اسٽريٽ ڪراچي
**فون :** 2625254 - 2625752

ڇپائيندڙ:

شاه عبداللطيف ڪلچر سوسائٽي ڪراچي

# انتساب

هي ڪتاب سنڌ جي استادن، شاگردن ۽ نوجوانن ڏانهن منسوب ٿو ڪجي اِنهيءَ اميد سان تہ هو تدريسي، تعليمي ۽ ادبي مطالعي سان سنڌي معاشري جي مستقبل ۽ نسلن ڪي ذهن ۾ رکي، ايڪويهين صديءَ جي تعليمي، علمي ۽ معاشرتي تقاضائن کي سمجهي، حالتن کي منهن ڏيڻ جي احساس، فکر ۽ جذبي سان پنهنجي فرض جي پورائي ۽ ترقيءَ جي رستي تي هر نموني ۽ هر لحاظ کان صحيح راهہ اختيار ڪندا.

# ٻہ اکر

مديني شريف ۾ عشا جي نماز کان پوءِ منهنجي زال ۽ آئون، حاجي محمد ناريجي جي گهر هميشه وانگر ماني کائڻ وياسين. حاجي محمد ناريجي وٽ هن دعوت کائڻ جي ٻہ عادت ٿي وئي هئي. ١٩٦٢ع کان وٺي مديني شريف هرسال يا ٻئي سال ويندا رهندا آهيون. روزانو نيرن فقط هوٽل ۾ کائيندا آهيون، ڏينهن جي ماني ڪڏهن ڪٿي تہ ڪڏهن ڪٿي، مگر رات جي ماني حاجي محمد جي گهر کائڻي پوندي آهي.

حاجي محمد هڪ ذهين، وڏي معلومات رکندڙ، فولاد جهڙو سخت ۽ سچو سنڌي آهي. سندس خوبين ۽ صلاحيتن جي ڪري ڪنهن بہ موضوع تي بحث مباحثي وقت مظبوط دليل ڪري ڪڏهن ڪڏهن هٿيار ڇڏڻا پوندا آهن. سندس حڪم بہ نادري هوندا آهن، ها يا نہ جو فيصلو ڪرڻ مشڪل ٿي پوندو آهي. سندس سوچ راين ۽ خيالن جي شستگي ۽ پختگي مشهور آهن.

سندس دوست ۽ مداح سڄي سنڌ ۾ پکڙيل آهن. سندس واقفيت تمام وسيع آهي. مهمان نوازيءَ ۾ پنهنجو مٽ پاڻ آهي. سئو سالن کان سندس خاندان جي عربستان ۾ رهڻ جو سندس خاندان جي سنڌي ڳالهائڻ ۽ رهڻي ڪرڻيءَ تي ڪوبہ فرق نہ پيو آهي. سندس گهر هر قسم جي سنڌي ڪتابن سان ڀريو پيو آهي. مطالعي جو وڏو شوق اٿس مون ڀيريون دفعو ڪيس ١٩٦٢ع ۾ ڏٺو هو جڏهن اسان ڀيريون

حج ڪرڻ ويا هئاسين سندس والد اسان جي تمام گهڻي خدمت ڪئي.
سندس والد منهنجي ڏاڏي مرحوم حاجي عبدالرحيم شاهه جو عربستان
وڃڻ کان بہ اڳ جو گهرو دوست هو. حاجي محمد جو والد ٿر جو وڏو
زميندار هو ۽ خلافت تحريڪ کان اڳي هندستان ڇڏي عربستان هليو
ويو هو. وڏو زميندار با اثر ۽ با اخلاق انسان هو.

هن دفعي عمري تي حسب معمول سندس گهر وياسين، جتي
مرحوم محمد اسماعيل عرساڻي جو ذڪر آيو ۽ فوراً ڪيس عرساڻي
صاحب جي ڪتاب سنڌي سباجهڙا جي هٿ ڪرڻ جو خيال آيو. ڇو جو
اهو ڪتاب ڪتان بہ ملي نہ سگهيو هئس اِن ڪري اُن ڪتاب جومطالعو
نہ ڪيو هئئين ۽ اسان تي فرض رکئين تہ اِهو ڪتاب ڪيس ڪيئن بہ
ڪري هٿ ڪري ڏيون.

واپس موٽي اچڻ تي مان ۽ مهنجي زال ڪتاب هٿ ڪرڻ ۾
لڳي وياسين ۽ تمام گهڻي محنت ۽ جدوجهد کان پوءِ هڪ ڪاپي هٿ
آئي، جنهن جا پنا بہ بنهہ ضعيف ٿي ويا هئا. ڏاڍي مشڪل سان اُن جو
فوٽو اسٽيٽ ڪرائي، حاجي محمد کي هڪڙي ڪاپي"سنڌي سباجهڙا"
ڪتاب جي ۽ هڪ ڪاپي مرحوم عرساڻيءَ جي ٻئي بهترين لکيل ڊرامي
"بدنصيب ٿري"جي موڪليسين اهو ڪتاب سنڌي ادبي بورڊ تازو وري
ڇپيو آهي. بد نصيب ٿري منهنجو پڙهيل هو پر "سنڌي سباجهڙا"
پڙهيل نہ هو ۽ مون اُن جي تعريف تمام گهڻي ٻڌي هئي

قسمت سان منهنجي عرساڻي صاحب سان پهرين ملاقات ۽
واقفيت ١٩٦٠ع ۾ ٿي، جڏهن آئون سنڌ ۾ ڊئريڪٽر تعليم مقرر ٿيس
۽ اُن کان پوءِ نوڪريءَ دؤران منهنجو ساٿس مرحوم حافظ ۽ الهہ ڏتي
بلوچ سان گهري دوستيءَ جو تعلق ٿيو ۽ اِهو ويجهي دوستي، محبت ۽
عزت جو ناتو سندن زندگيءَ جي آخري ڏينهن تائين نہ صرف بر قرار
رهيو مگر وڌندو رهيو. مون کي خوشي آهي تہ مون نہ صرف سندن

پرسندن اولاد جي بہ خدمت ۽ هر وقت ضرورت آهر مدد ڪئي.

مون سنڌيءَ جا فقط پنج درجا پڙهيا هئا ١٩٢٩ع کان پوءِ سڄو تعليمي تعلق انگريزيءَ سان رهيو. ١٩٢٩ع ۾ مان نون سالن جو هوس تہ منهنجو والد فوت ٿي ويو اُن وقت راهوٽ جي سنڌي اسڪول مان مون پنجون درجو پاس ڪيو. ڇهن سالن جي عمر ۾ منهنجي پرائمري اسڪول ۾ داخلا ٿي ۽ ١٩٢٩ع ۾ سڄاول شهر ۾ انگريزي تعليم جي ابتدا ٿي . منهنجا پرائمري اسڪول جي تعليم جا پنج سال پنهنجي نوعيت جا هئا. آئون ڇهن سالن جي عمر ۾ صبح جو سوير گهوڙي تي ٦ ميل پري سنڌي اسڪول ۾ ويندو هوس ۽ شام جو مغرب تائين يا اُن کان بہ پوءِ واپس ڳوٺ گهوڙي تي پهچندو هوس . اسان کي اسڪول ۾ شام جو ڪڏهن هرروز ۽ ڪڏهن ٻئي ڏينهن ڪَلَرَ جي ميدان ۾ فوٽ بال، اٽي ڏڪر يا ڏڙهي مار راند کيڏائيندا هئا مطلب تہ شام ٽينگ تپن ۽ ڪل ٻوڳ ۾ گذرندي هئي. عموماً منهنجو راهوٽ مان مغرب جي قريب يا مغرب کان پوءِ ڳوٺ واپس اچڻ ٿيندو هو. ڳوٺ ويندي جهنگ مان اونداهيءَ ۾ چنڊ يا تارن جي روشنيءَ تي بنا ڪنهن ڊپ ڊاءَ جي گسن ۽ پيچرن تان سوڙهہ ۽ وڻ جي سرڙات مان گهر موٽندو هوس گس سوڙهو هئڻ ڪري وڻن جي پنن ۽ تارين کان بچندو گهوڙو پنهنجي واٽ وٺندو هو. مرون، گدڙ، جهنگ ٻلا ۽ ٻيا جانور گهمندا وتندا هئا مختلف پکين جون قسمين قسمين ٻوليون ٻڌندو گهر پهچندو هوس. ڇا مزا هوا ؟ هاڻي تہ جهنگ بہ ويا، وڻ بہ ويا، مال چارڻ جا هنڌ بہ ويا ڪانيون بہ ويون تہ ٻير بہ ويا. ڪهڙي نہ وقت ۾ اچي پيا آهيون جتي ڪانگ بہ حلال ۽ ڪايو وڃون.

ڊائريڪٽريءَ جي زماني ۽ سنڌ يونيورسٽيءَ جي وائيس چانسلريءَ جي زماني کان سڄي سنڌ ۾ هر جاءِ ۾ ۽ هر درجي جي استادن سان مون ڪوشش ڪري واسطو رکيو ۽ پنهنجي ٨١ سالن جي

عمر ۾ اچا بہ وڏي جذبي سان رکندو اچان ٿو. هي تقريباً ۴۵ سالن جو تعلق منهنجي جان ۽ روح ۾ آهي.

سائين ! ڇا ٿا پڇو ؟ ڇا استاد هئا؟ ڪيترن پرائمري استادن کي ڊاڪٽر داؤد پوٽو، ڊاڪٽر گربخشاڻي وڏي عزت سان ڏسندا هئا ۽ سندن قابليت ۽ مطالعي جو وڏو احترام ڪندا هئا. اسان جي اڄوڪي پرائمري استادن جو حال سقيم آهي. سندن قول ۽ فعل مان ۽ هلڻ چلڻ مان استادن هئڻ جي ڪا وصف نظر نہ ٿي اچي. پرائمري تعليم جيڪا اسان جي زبان ۽ معاشري جي بنيادي ۽ مرڪز جي حيثيت رکي ٿي، اُها هن وقت معاشرتي ۽ اخلاقي تنقيد جو نشان آهي. استاد جاهل ٿا لڳن مٿن رحم ۽ اسان جي حالت تي رُئڻ ٿو اچي. ڇا استاد هئا ڇا نالا ونون؟ مگر وسارڻ بہ ٿٿو اچي سائين حاجي جاڙو خان، حاجي محمد ابراهيم پليجو، ماستر مريد علي، ماستر محمد يوسف پنجابي جان محمد جمالي، مولوي عبدالرزاق، دين محمد شاهہ، پيرو مل، چتو مل، سائين سانوڻ داس، سائين غلام اصغر، سائين نور محمد ڪڇي، پيڙو خان ڪنير، مولانا محمد عثمان ڪورواهي، حاجي محمد، طالب ميمڻ ڇا نہ شخصيتون هيون! استاد هئڻ جي هرقسم جي وصف منجهن جهلڪندي هئي.

۱۹۴۹ع تائين منهنجو تعلق انگريزيءَ سان رهيو. سنڌ مسلم ڪاليج جي تدريسي زماني ۾ سواءِ سنڌي ڳالهائڻ جي تحرير و تقرير جو موقعو گهٽ مليو. دوست ۽ شاگرد عجيب و غريب نالا رکندا هئا. منهنجي هلڻ ۽ ڳالهائڻ جا نقل ڪندا هئا. هر حالت ۾ محبت ڪندا هئا ۽ منهنجي جملن ۽ ڳالهائڻ جي انداز کي پنهنجو ڪرڻ جي ڪوشش ڪندا هئا. مون سنڌيءَ ۾ بهرين تقرير ۱۹۶۹ع ۾ وائيس چانسلريءَ جي زماني ۾ ڪئي. ڊئريڪٽريءَ جي زماني ۾ سواءِ ڏيڍ سال جي ۱۹۶۰ع کان ۱۹۶۱ع تائين ون يونٽ گورنمينٽ مون کي ڊوڙائيندي

رهي ۽ ڪٿي بہ گهڻو وقت ٽڪڻ نہ ڏنو. حيدرآباد، ڪراچي، ڪوئٽا ۽ پنجاب ۾ نوڪريءَ جي سلسلي ۾ ايندو ويندو رهيس. منهنجي سنڌي تحرير ۽ تقرير جو آغاز ١٩٦٩ع ۾ ٿيو ۽ منهنجو پراڻو تعلق مرحوم محمد اسماعيل عرساڻي، حافظ صاحب الهہ ڏني بلوچ ۽ مولانا غلام اصغر سان وري قائم ٿيو.

١٩٦٩ع ۾ جڏهن آئون وائيس چانسلر ٿي سنڌ يونيورسٽيءَ ۾ آيس تہ خوش قسمتيءَ سان چند ڏينهن ڪان پوءِ مون کي منهنجي تعميلي، تدريسي ۽ انتظامي زندگيءَ ۾ هڪ تمام وڏو موقعو مليو. مرحوم جان محمد جمالي ڪل سنڌ پرائمري استادن جي ائسوسئيشن جو پريزيڊنٽ هو سو مون وٽ هڪ دعوت نامو کڻي آيو. جان محمد جمالي هڪ پرائمري استادن جو اجتماع بسنت هال ۾ رکيو هو، جنهن ۾ مون تقريباً ٽن هزارن کان مٿي ابتدائي تعليم جي استادن اڳيان پنهنجي لکيل ۽ ڇپيل تقرير ڪئي ۽ انهيءَ تقريب سان منهنجي سنڌيءَ ۾ تحرير و تقرير جو سلسلو شروع ٿيو. مون ننڍڙا ننڍڙا ڪتاب ۽ مضمون لکيا جيڪي سنڌ ادبي بورڊ ڪيترائي دفعا ڇپائي چڪي آهي. مون کي استادن سڄي سنڌ مان دعوتون ڏنيون ۽ مون جيڪب آباد، ڪنڌڪوٽ، شڪارپور، سکر، لاڙڪاڻي، دادو، نوابشاهہ، ٿرپارڪر، حيدرآباد ۽ ڪراچيءَ ۾ استادن کي مدرسن ۾ تقريرون ڪيون، ڪي زباني ۽ ڪي تحريري، اهڙيءَ طرح منهنجي سنڌي ادب جي مطالعي ۾ اضافو ۽ گهرو تعلق پيدا ٿيو. منهنجا سنڌي مضمون ۽ مقالا سنڌ جي اخبارن ۾ متواتر ڇپبا رهيا.

مون پهريون ڪتاب سنڌي معاشري تي ١٩٤٣ع ۾ انگريزيءَ ۾ لکيو، جڏهن آئون علي ڳڙهہ يونيورسٽيءَ مان ايم اي - ايل- ايل بي جا امتحان ڏئي واپس گهر آيس ۽ امتحاني نتيجي جو انتظار ڪري رهيو هوس، اُنهيءَ ڪتاب جي تمهيد مرحوم علامہ آئي آئي قاضيءَ لکي ۽

اهو ڪتاب مرحوم دين محمد عليگ الوحيد پريس ۾ ڇاپيو- اِهو ڪتاب منهنجي انگريزي ادبي ڪوشش جي ابتدا هئي. مون انهيءَ ڪان پوءِ چوڏهن ڪتاب انگريزيءَ ۾ لکيا ۽ ١٩٧٢ع ڪان پوءِ صحافت جي دنيا ۾ پير رکيو. منهنجي اڳي ئي شاگرديءَ جي زماني ۾ صحافت سان دلچسپي رهي هئي مون ڪي مهينا وئڪيشن ۾ "بمبئي ڪرانيڪل" اخبار ۾ سيد عبدالله بريلويءَ وٽ ۽ ڪي مهينا دهليءَ ۾ "ڊان" اخبار ۾ مسٽر وزف پوٿن وٽ ڪم ڪيو. انهيءَ ڪان پوءِ ١٩٤٤ع ڪان ١٩٤٦ع تائين مرحوم سائين علي محمد راشديءَ سان سندس اخبار "مسلم وائيس" ۾ حقيقت ۾ ايڊيٽريءَ جو ڪم ڪيو "مسلم وائيس " سنڌي ۽ انگريزي ٻنهي زبانن ۾ نڪرندي هئي . علي محمد شاهه فقط قانوني طرح ايڊيٽر هو مگر اخبار جو سڄو ڪم آئون ڪندو هوس. مون مرحوم دين محمد عليگ کي انگلنڊ مان تعليم جي زماني ۾ سنڌيءَ ۾ خط لکيا جيڪي "الوحيد اخبار ۾ ڇپيا ۽ انهن کي وري سنڌي ادبي بورڊ "سيرو سفر " جي نالي سان ڪتابي صورت ۾ ڇپايو.

منهنجي ادبي تقرير، تحرير ۽ صحافتي زندگي حقيقت ۾ صحيح نموني تڏهن شروع ٿي جڏهن مون ١٩٧٣ع ۾ وائيس چانسلريءَ تان استعيفيٰ ڏئي يونيورسٽي ڇڏي. ١٩٧٢ع ۾ "سنڌ ڪوارٽرلي" مخزن جو سرڪاري اجازت نامو حاصل ڪيو. سنڌ ڪوارٽرلي ملڪ جو واحد آزاد انگريزي رسالو ٿي نمودار ٿي، جنهن سڄي دنيا ۾ مقبوليت حاصل ڪئي ۽ سڄي دنيا مان ليکڪ ۽ مفڪر سنڌ ڪوارٽرليءَ لاءِ لکڻ لڳا. سنڌ ڪوارٽرلي سنڌ جي متعلق هر قسم جي معلومات دنيا لاءِ مؤجود ڪئي. هن رسالي لاءِ دنيا ۾ جتي به سنڌي هئا انهي جا خط ۽ مضمون اچڻ لڳا. سنڌ ڪوارٽرليءَ دنيا کي سنڌ جي وجود، سنڌ جي مسائل سنڌ جي خوبين ۽ دقتن دوستن ۽ دشمن ڪان سچائي ۽ دليرانا نموني آگاه ڪيو. سنڌ ڪوارٽرلي سنڌ جي تاريخ، سنڌ جي بزرگن، سنڌ جي اديبن ۽ اهم شخصيتن ڪان دنيا کي روشناس ڪرايو. سنڌ ڪوارٽرلي بين

الاقوامي نقطہ نظر کان سنڌ جو واحد رسالو تسليم ڪيو ويو. مون کي افسوس آهي تہ وڏي عمر جي ڪري جسماني ڪمزورين مون کي مجبور ڪيو جو ١٩٩٨ع ۾ سنڌ ڪوارٽرلي پنهنجي طرفان بند ڪري نشرياتي ۽ قانوني طرح محترم محمد ابراهيم جويي ۽ سنڌ ايجوڪيشن فائونڊيشن حيدرآباد جي حوالي ڪئي.

مرحوم عرسائي جڏهن هي ڪتاب لکيا تڏهن سنڌ جي ادبي دنيا عجيب غيرت، همت ۽ سچائيءَ جي هُئي. اُن وقت جي سنڌي اديبن ۾ نہ صرف علم جي طاقت هئي مگر سندن ذهن انقلابي هئا، شرافت سندن شان هئي ڊاڪٽر داؤد پوٽو، مولانا دين محمد وفائي، قاضي عبدالرحمان، شيخ عبدالمجيد سنڌي، ميرانِ محمد شاهہ حڪيم فتح محمد سيوهاڻي مولوي عبدالرزاق ۽ مولانا محمد عثمان ڏيپلائي ۽ ڪيترا ٻيا اديب هڪ خاص نظر سان ڏٺا ويندا هئا ۽ وڏي عزت جا مالڪ هئا. عرسائي صاحب جي دؤر کان پوءِ ۽ ون يونٽ واري زماني ۾ سنڌي ادب ۾ هڪڙي قسم جي افسردگي، مايوسي ۽ ادبي نگاهہ کان ڪجهہ گهٽتائي اچي وئي. ورنيڪيولر فائينل امتحان جيڪو بنيادي طرح سنڌي ادب جو وڏو سهارو هو اُن جي ختم ٿيڻ تي جهڙوڪر معياري سنڌي ادب کي ڪاپاري ڌڪ لڳو. انگريزي اسڪول کلي ويا ۽ سنڌي پرائمري ايجوڪيشن ۽ ادب تي هڪ قسم جو فالج ڪري پيو اسان وٽ سنڌ ۾ اخبارون وڌڻ لڳيون ۽ ڊرامو لکڻ ڪمزور ٿيندو ويو. سنڌي ادب گهڻو ڪري سياست جي ور چڙهي ويو ۽ نئين ادب ۾ اُهو ولولو ۽ اها خوشبو نہ رهي. عرسائي، غلام اصغر، مولانا وفائي ۽ مولانا غلام محمدؔ گرامي جهڙا ماڻهو ختم ٿيندا ويا جي سڀ سنڌيت جا علمبردار هئا.

سنڌي ادب نئين روح سان وري ون يونٽ جي هيجان ۽ پريشانيءَ ڪري ١٩٦٠ع کان پوءِ نئين جان ۽ نئين طرز اختيار ڪئي.

عشقيہ معاملا ذرا ڪجهہ نئين نموني نمودار ٿيا. اديبن ۾ اها محارت تاريخي گهرائي، فڪر ۽ سوچ جي جهلڪ نظر نہ آئي. سنڌ جي تاريخ جي ترشيءَ، غصو ۽ درينگي ختم ڪري ڇڏيا. اهڙي حالت ۾ جيڪي اديب عام طرح رسالن يا اخبارن ۾ لکندا رهيا، انهن تي جدت ۽ ماڊرن ازم اثر انداز ٿيندي وئي.

عرساڻي صاحب جي وقت کان پوءِ سنڌي ادب صحافت جي ور چڙهي ويو، جنهن ۾ مبالغو ۽ مصنوعيت ڪاهي اچي پيا. متانت نہ ماڻهن ۾ رهي ۽ نہ ادب ۾ رهي - ادب تي انقلابي سوچ حاوي ۽ طاري ٿي ويئي، انهن سيني ڳالهين ڪري نئون ادب پيدا ٿيو ۽ سنڌي ادب تاريخي لحاظ کان شاهہ ۽ مخدوم محمد هاشم جي زبان کان ٻيو رخ اختيار ڪيو. عربي ۽ فارسيءَ جو غلبو وڌندو ويو ۽ ساڳئي وقت انهي رجحان کان منحرف بہ هئا ڪن تہ عربي ۽ فارسي زبان جي خلاف لئيون بہ ڪنيون اچ اسين سمجهون ٿا تہ سنڌي تصنيف تحرير ۽ شاعري وري پراڻي وقت ڏانهن متوجہ ٿي رهي آهي ۽ لڳي ٿو تہ جنهن انداز ۾ سنڌي صحافت تي جوش ۽ مقابلي جو روح واضع ٿيندو وڃي. منهنجي نظر ۾ سنڌي ادبي رجحان بہ انقلابي رستو اختيار ڪندو وڃي.

عرساڻي صاحب جي هنن ٻن ڪتابن جي هٿ ڪرڻ ۾ منهنجي ٻن عزيز دوستن محمد ابراهيم جويي ۽ غلام رباني آگري جو مشڪور آهيان. جويو ۽ رباني سنڌي ادب جي انهيءَ دؤر جون نشانيون آهن، جنهن ۾ انگريزيت جو رجحان شروع ٿيو. سنڌي ورنيڪيولر فائينل جي زماني واري سنڌيءَ جو زوال شروع ٿيڻ لڳو ۽ نئين انگريزي انداز واري سنڌي زور وٺندي وئي. انگريزن جي اچڻ کان پوءِ سنڌي ۽ انگريزيءَ هڪ ٻئي تي مدار رکيو. انگريزن جي حڪومت سنڌي زبان کي تقويت پهچائي، سڄي هندستان ۾ ٻيون سڀ زبانون سنڌي يا ان سنڌي طرح متاثر ٿيون. ٻين زبانن وڏي انقلاب کي منهن ڏنو. فقط ٻن زبانن بنگالي

۽ سنڌي پنهنجي جان ۽ روح کي سلامت رکيو. سنڌ ۽ بنگال ۾ انگريزن پنهي زبانن جي گهٽي چيڙچاڙ نہ ڪئي بلڪہ اُنهن جي مدد ڪئي. سنڌي زبان انگريزن جي حڪومت ۾ دفتري زبان رهي سڀ سرڪاري لکپڙهہ سنڌي ۾ رهي. سڀ قانون، فرمان ۽ هدايتون دفترن ۽ ڪورٽن ۾ سنڌي سرڪاري زبان ۾ هيون. اريگيشن ، ٻيلن ۽ جانورن جو ذڪر بہ سنڌي زبان ۾ ڪيو ۽ لکيو ويو. مون کي ياد آهي تہ ١٩۴٦ع تائين ڪمشنر سنڌ جي لئبرري ۽ ٻيلن جي لئبرري ٻئي الڳ الڳ مشهور هيون. منجهن وڏو تاريخي ۽ ادبي ذخيرو موجود هو. مون اُنهن ٻنهي لئبررين کي ١٩۴٣ع ۾ چڱي طرح ڏٺو هو تمام ناياب ڪتاب سنڌي ۽ انگريزيءَ ۾ موجود هئا. اُنهن لئبررين سان منهنجو تعلق ١٩۴٦ع تائين رهيو. اُن کان پوءِ آئون انگلنڊ تعليم حاصل ڪرڻ لاءِ هليو ويس. ١٩۴٩ع ۾ واپس اچڻ تي پهريون موقعو ملڻ تي اُنهن لئبررين کي ڏسڻ جي ڪوشش ڪيم مگر افسوس جو آزادي ملڻ تي اسان جا هوش حواس ختم ٿي ويا هئا. مون کي اِن ڳالهہ جو وڏو افسوس آهي. سنڌ ۾ ٽي مشهور لئبريون ناياب ڪتابن سان مالا مال هيون جي لٽ مار جو شڪار ٿي ويون. ڊي جي سنڌ ڪاليج لئبرري، ٻيلن جي لئبرري ۽ ڪمشنر جي لئبرريءَ جا سڄ سيڪڙي ڪان مٿي ڪتاب هندستان هليا ويا ۽ اِهو ئي ظلم ٿيو پنجاب لئبرري لاهور. ديال سنگهہ ڪاليج لئبرري ۽ پنجاب يونيورسٽي لئبرري سان. لئبررين جو اِهو نقصان پاڪستان جي جهالت ۽ فقدان فڪر جو وڏو سبب بنيو. ادب جي گهرائيءَ ۽ فڪري طاقت جو فقدان پاڪستاني معاشري ۾آزاديءَ سان وڌندو رهيو ۽ اسان جي معاشري کي انهيءَ ڪري ڪمزور، غير معياري ادب ۽ بيهوده فڪر اثر انداز ٿيا. انگريزيءَ جو معيار ڪِرڻ لڳو ۽ اُن سان گڏ فڪر جو معيار بہ بدتر ٿيندو ويو.

سنڌي زبان تي پاڪستان جي ٺهڻ وڏو نقصان رسايو اردو بہ نہ سڌري ۽ نہ وڌي، انگريزيءَ جي اهميت ۽ افاديت بہ گهٽجڻ لڳي

سنڌ ۾ انگريزيءَ جو بهترين معيار هو سنڌ ۾ جيتوڻيڪ انگريزن جي حڪومت لاءِ نفرت هئي مگر سنڌيءَ ۾ انگريزيءَ جو مدار تمام گهٽو رهيو جنهن جا بهترين مثال آهن ڊاڪٽر داؤد پوٽو. ڊاڪٽر گربخشاڻي، علامه آئي آئي قاضي ۽ مرزا قليچ بيگ. اسڪولن ۽ ڪاليجن ۾ انگريزيءَ کي اهميت ڏني ويندي هئي. اردوءَ جي اچڻ تي نه صرف سنڌي ۽ انگريزيءَ نقصان ڏنو ۽ سنو مگر اردوءَ به پاڻ کي ڪيرائي ڇڏيو ۽ پنجاهه سالن ۾ هڪڙو قدم به وڌي ڪم نه ڪيو، اردوءَ جي نالي تي پيسا ڪمايا ويا. حڪومت خرچ ڪندي رهي مگر انگريزي تباهه ڪرڻ سان نه فقط سنڌي کي نقصان پهتو مگر اردو به ڪِري پئي ۽ ملڪ جي معاشري کي وڏو نقصان پهچايو . اسان جي اڄوڪي غير معياري تعليم ۽ ادب سنڌي زبان جي شستگي ۽ انگريزي زبان کي ڪاپاري ڌڪ هنيو. اردوءَ جو اچڻ اسان جي لاءِ وڏو بدنصيبيءَ جو ڪارڻ بڻيو ۽ پاڪستان ۾ ادب فڪر ۽ خوض وري ڪَرُ نه کنيو. اسان کي اڄ به سنڌي نوجوانن جي ادبي ڪوششن ۽ اخبارن بچائي رکيو آهي ۽ اسين سنڌن ڪاوشن مان پُر اميد آهيون. آئون اڄ ويهين صديءَ جي ادبي ۽ فڪري ڪوششن کي ايڪويهين صديءَ لاءِ خوش نصيبي سمجهان ٿو. هن صديءَ جي پڇاڙي ۾ جنهن نموني سنڌ مصيبتن، تڪليفن، بي روز گاري. بدحالي ۽ اقصادي مشڪلات ۽ سياسي بدحاليءَ مان گذري رهي آهي، اُها مون کي يقين آهي ته ايڪويهين صديءَ ۾ يقينن رنگ ڏيکاريندي. مون کي يقين آهي ته ايندڙ صديءَ ۾ سنڌ نئين نموني ۾ نمودار ٿيندي.

عرساڻي صاحب جي انهن ننهي ڪتابن جي حاصل ڪرڻ ۾ اسان کي جا پريشاني ۽ دقت ٿي. اُن کي محسوس ڪندي منهنجي زال ننهي ناياب ڪتابن کي ڇپائڻ جي صلاح ڏني. اسان اِهو فيصلو ڪيو ته ٻئي ڪتاب گڏي ڇپرايون. هي منهنجي زال جي صلاح مشوري جو نتيجو آهي. سندس مائٽن جو مرحوم عرساڻي سان گِهرو دوستاڻو تعلق

هو. خير ڪتاب هٿ ڪري ناصر مورائي جي حوالي ڪيوسين. منهنجي واسطي لکڻ مشڪل هو اِن ڪري تمهيد لکڻ يا تنقيد جو ڪم مون پنهنجي زال جي حوالي ڪيو. منهنجا هٿ لکڻ ۾ ڏڪيا ٿي ۽ مستحڪم تحرير مشڪل هئي، زباني لکائڻ سان تمهيد شروع ڪيم. هيءَ تمهيد مختصر زبان ۾ ڏيون ٿا. غلطيون آهن ته منهنجون آهن نه منهنجي زال جون. اِجهو هي بهترين ناياب ڪتاب جن جي پڙهڻ جي ضرورت اڄوڪي دؤر ۾ تمام ضروري ٿا سمجهون، اسين استادن ۽ نوجوانن جي حوالي ٿا ڪريون.

هي منهنجي سنڌي اُها آهي جيڪا مون راهوٽ ۾ پرائمري تعليم جي زماني ۾ حاصل ڪئي. قبول پوي، هنن ٿورن اکرن سان اسين هيءَ تمهيد ختم ڪريون ٿا. دعا ڪندا

تاريخ 1-8-98

ڪراچي

**عزيزه ۽ سيد غلام مصطفي شاهه**

# حرف آغاز

سال ١٩٣٩ع ۾ محترم پير الاهي بخش صاحب سنڌ جو وزير تعليم هو. موصوف پهريون دفعو بالغن جي تعليم جو سلسلو جاري ڪيو. مان ان وقت ٿر پارڪر ضلعي جوفرسٽ ايڊيوڪيشنل سپروائيزر هوس ۽ مرحوم عثمان علي انصاري مدرسه هاءِ اسڪول ميرپور خاص جو هيڊ ماستر هو. تعليم بالغان لاءِ زمين هموار ڪرڻ ۽ عوام ۾ چاهه پيدا ڪرڻ لاءِ اسڪولن ۾ ننڍا ننڍا مڪالما اسٽيج تي آڻي عوام کي خواندگيءَ جا فائدا ۽ ناخواندگيءَ جا نقصان ٻڌائڻ لاءِ تحريڪ شروع ڪئي ويئي.

مرحوم انصاري صاحب مون کي فرمايو ته "عرساڻي! هي ننڍڙا ٻاراڻا مڪالما منهنجي هاءِ اسڪول جي شايان شان نه آهن. تنهنجي زور، قلم جو آءُ معترف آهيان. اڄ تنهنجو امتحان آهي، هڪ اهڙو مڪمل ڊرامو لِک، جو آءُ پنهنجي اسڪول ۾ اسٽيج تي آڻيان" هڪ هفتي کان ٻه گهٽ عرصوِ ڏنائين. قلم هٿ ۾ کنيم. هڪ سڄي رات ننڊ نه ڪيم ۽ ٻيو سڄو ڏينهن لکڻ ۾ مصروف رهيس ۽ هيءُ ڊرامو بفضل، خداوند تعاليٰ تڪميل کي پهچي ويو. ڊرامي جو نالو "بدنصيب ٿري" مرحوم پاڻ تجويز ڪيو. ڇاڪاڻ جو ڊرامي جو لب ولهجه ٿري زبان ۾ هو.

مرحوم حافظ محمد صادق صاحب ( ڊپٽي ڊائريڪٽر ايڊيوڪيشن ) جو ان وقت مدرسه هاءِ اسڪول ميرپور خاص ۾ اسسٽنٽ ماستر هو، شاگردن کي ڊرامي جي تياري ڪرائڻ جو ڪم ان جي سپرد ڪيو ويو. ڏينهن رات جي محنت ۽ جفا ڪشيءَ بعد تياري مڪمل ٿي ويئي ۽ تاريخ ٧ - مئي ١٩٣٩ع تي ڊرامو پيش ڪيو ويو. ٿرپارڪر ضلعي ۽ ميرپور شهر جي سيني سربر آورده شخصيتن وڏي

اشتياق سان محفل ۾ شموليت ڪئي، صدارت ان وقت جي ڪليڪٽر مرحوم نور نبيءَ ڪئي. ڊرامي جي سڄيءَ سنڌ ۾ جابجا تعريف ٿي ۽ هرهڪ جي زبان تي هن شاهڪار بابت تحسين جا نعرا بلند ٿيا.

انصاري مرحوم ڊرامي جو مسوده پاڻ وٽ رکي ڇڏيو ۽ جڏهن پاڻ ڪراچيءَ ۾ تعليم کاتي جو ايڊيو ڪيشنل انسپيڪٽر ٿيو ۽ ان سان گڏ "سنڌيءَ لاءِ مرڪزي صلاحڪار بورڊ" جو سيڪريٽري مقرر ٿيو، تڏهن " بدنصيب ٿريءَ" جي اشاعت جي مون کان ٢٤ مارچ ١٩٤١ع تي اجازت طلب ڪئي ويئي، جا مون بلڪل فراخدليءَ سان برضا و رغبت ڏني. مون کي ادائي سؤ رپيا نقد ڀهريون انعام ۽ ادائي سؤ ڪتاب جون ڇپيل ڪاپيون معاوضي طور ڏنيون ويون. اشاعت بعد هن ڪتاب سنڌي ادب ۾ هڪ اعليٰ مقام حاصل ڪيو ۽ سنڌي ادب جو هڪ شاهڪار ليکجڻ ۾ آيو. محڪمهء تعليم ان کي درسي ۽ انعامي طور ۽ لئبررين لاءِ منظور ڪيو. اهوئي سبب ٿيو جو هن ڪتاب جون ڏهه - ٻارهن ايڊيشنون هڪٻئي پٺيان ڇپبيون آيون.

مان هن وقت پيرسن تي چڪو آهيان. ضعف بصارت سبب پڙهڻ ۽ لکڻ جو ڪم گهٽ ڪريان ٿو. ارادو ڪيم تہ پنهنجون جملي تصنيفات "سنڌي ادبي بورڊ" جهڙي نامور اداري جي سپرد ڪريان، جيئن هي منهنجون ڪاوشون محفوظ رهي سگهن. انڪري مذڪوره بورڊ کي التجا ڪيم تہ منهنجا ڪتاب اداري جي تحويل ۾ ورتا وڃن. مون کي پئسن جي لالچ نہ آهي، بورڊ سگوري جيڪي بہ ڏنو مون کي قبول آهي:

"پريان سندي پار جو ڏُڪوئي دولت"

سنڌي ادبي بورڊ ڪرم فرمائي منهنجي آڇ قبول ڪئي ۽ پنهنجن ٻين ڪتابن سان گڏ هيءُ ڪتاب "بدنصيب ٿري" بہ قبول فرمايو. جونڪہ هيءُ ڪتاب هن وقت سنڌ جي ٻن ڊانشگاهن يعني

ڪراچي ۽ حيدرآباد بي- اي آنرس لاءِ سال روان کان درسي طور منظور ڪيو آهي. لهذا سنڌي ادبي بورڊ، ان جي ٻهرين اشاعت، آب و تاب سان ڇپائي ناظرين ڪرام جي اڳيان موجو ڪئي آهي.

منهنجي خيال ۾ اها هڪ وڏي بي انصافي ٿيندي جيڪڏهن هتي آءٌ سنڌ جي لائق فرزند، علم جي قدردان، خود هڪ اعليٰ اديب ۽ ادب نواز محترم غلام رباني سيڪريٽري سنڌي ادبي بورڊ جي شڪر ادائي نہ ڪريان، جنهن صاحب، مون کي پنهنجا ڪتاب بورڊ جي حوالي ڪرڻ جو مفيد مشورو ڏيئي منهنجي دل جي مراد پوري ڪئي. -
واسلام

حيدرآباد سنڌ — محمد اسماعيل عرسائي

۴۲ - ۱۹۷۴ع

## ائڪٽ پهريون     ٻردو پهريون

(ميرپورخاص جو شهر. سيٺ سچڻ مل جي اوطاق ۾ سندس نفر "ڏالو" چنبڙ ڦوڪ به پيو ڪري ۽ آهستي آهستي ڳائي به پيو:
اڄ عشق ۾ اوهان جي مون ڪيو متو اڳهاڙو،
جواني ۾ جلد مل، نه ته تي ويندس ڪُراڙو. )
(متي تي هٿ هڻي) بابا، سڀ ڀاڳ جو ڪم آهي. آهن ته سيٺيون به ته اسان جهڙا ماڙهو، پر ڏس طولن کي تيڪ ڏيو، ڪيئن نه ويٺا موزون ڪن! اسين ته پرڀات ڪان وٺي اڌ رات تائين، سڪٽن سترهن ريين لاءِ رت ولوڙي پيٽ ڻا ڪريون، ته به پر ماتما جي قدرت، مار پوي سيٺن کي، راجي ته بنهه نٺا ٿين! (ٺڏو ساهه ڪڍي) وري به شڪر، جو منهنجو سيٺ سچڻ مل ته ڪنهن حال ۾ آهي. ٻين نياڳن جون ڳالهيون ٿيون ٻڌجن ته لڱ ٺا ڪانڊارجن. شال ڏڪيءَ جو ته منهن ئي نه ڏسجين!
(اتي "چنيسر" نالي هڪ ٿري، روزگار جي ڳولا ۾ ڀٽڪندو، اوطاق جي ٻاهرينءَ پٽ جي پرسان اچي ڪانپ ڪڍي ويهي ٿو. ڪٽي جي ڳوڏ ٻڌل اٿس. بدن تي ڏڪهي قاتل صدري، ۽ متي تي چنل پٽڪو اٿس. ور مان سلفي ڪڍي وڙم پري ٿو، ۽ ڏوهيڙو ڏئي ٿو:
منهنجي تور تلين ۾، آءُ هٿ بنديائي،
مون ڏاڏاٺي ڏيهه ۾، ڦڙهه ۽ لاٺي،
ڪنديس رهائي، ماروءَ پاس ملير ۾.
(ڏالو نفر ڏوهيڙو ٻڌي، ٻاهر پرو ٿئي ٿو، ۽ چنيسر ڏانهن گهور ڪري نهاري ٿو. ڏوهيڙو ختم ٿيڻ تي هڪدم چويس ٿو.)
ڏالو – متان ٿريو آهين ٿريو؟
چنيسر – (نوڙت سان هٿ ٻڌي) هائو سيٺ، غريب آهيان.
ڏالو– آهين ڪنهن ڏنڌي سان ڪين وتين ٿو تيشڻ تي ڳنديون ڪپيندو؟

(ڪلي ٿو)

چنيسر- (ٿورو ڊڄي) نہ زي سيٺ، مشڪين آهيان. پيٽ گذر پيو نهاريان.

ڏالو- (پنهنجي منهن ) ٻيلي، سيٺ جي ڪوٺيءَ تي، اوطاق تي، گهر منجهہ، اندريون ٻاهريون، مطلب تہ سمورو ڪم آهي منهنجي سر تي، روج ٿو دانهون ڪريان پر سيٺ چوي تہ ڪو ٽري ڇٽ ٿورڙي ڀگهاڙ تي هٿ ڪر. جو ڳائين جي شيوا ڪري تہ تنهنجي جند ڇٽي پوي هاٺي تہ وجهہ آهي. هن ٽريءَ کي ڀچونہ وٺي ڪٺي ويهاريان! (ٽريءَ کي) اڙي نانءُ ڇا اٿيئي؟

چنيسر- سيٺ چنيسر.

ڏالو - نوڪري ڪندين؟

چنيسر- (مرڪي) سيٺ، دعائون بہ ڪندوسين.

ڏالو- ڀگهار ڳهٽو ونندين؟

چنيسر- سيٺ، اُو توکي اکتيار (١) آهي ڪم ڏسي پوءِ قدر ڪج.

ڏالو- تڏهن بہ، ابا ٻولي چڱي آهي.

چنيسر- سيٺ، پو ڪم ڪهڙو ڪبو؟

ڏالو- ڳائين جي ڪڙڪتر، ڏهائي، وٿاڻ جي صفائي، ٻيو وري ڪهڙو ڪم!

چنيسر- راضي شاهہ ڀلو ڪِندءِ. مال چاري ڀياري متارو ڪري ڏيندوسين. الا جو سونهہ!

ڏالو - چڱو ترس تہ سيٺ وڏو اچي تہ ڀگهار جي صفائي ڪريون. اچي اندر ويهہ،

(چنيسر اندر اچي نهي نڪي ويهي ٿو ۽ ڏاڙهي تي هٿ پيو ڦيري. ايتري ۾ سيٺ سچڻ مل بہ اندر اچي ٿو. ڏالو نفر سيٺ کي رام رام ڪري ٿو، ۽ چنيسر نئڙي سلام ڪريس ٿو. سيٺ هڪ ننڍڙي

(١) تنهنجي اختيار

ڊيسڪ جي پرسان گديءَ تي ويهي ٿو ۽ عينڪ ڪڍي پائي ٿو. پر ھر رڪيل بندين مان هڪڙي کولي لکڻ شروع ڪري ٿو. ذري بعد عينڪ مٿي ڪٽي، ڊالوءَ کي چوي ٿو.)

سيٺ - اڙي هي ڪير آهي؟

ڊالو - سائين ، هي ٿري آهي، ويچارو غريب اشراف آهي. روجگار ڪپيس. گانين جي شيوا چڱي ڪندو.

سيٺ - (چنيسر کي) ابا، تون ڪاٿي ويٺو آهين؟

چنيسر - (منهن تي مرڪ) سيٺ، پنهنجي گهرين پيا ڏهاڙا ڪاٽيون.

سيٺ - ابا اهو ٿو پڇانءِ ته گهر ڪاٿي اٿئي؟

چنيسر - (هٿ سان ٻه اشارو ڪري) سيٺ، ٿر مٿي وو!

سيٺ - (ٿورو خفي ٿي) پر ٿر ھر ٻه کهڙي هنڌ؟

چنسير - او هتان نه ڊري پوندين ٿر کي، ته ڏوهه ٻارهان پٿون اُڪري، ابابين واريءَ ترائيءَ مٿان، اوڊائـي مٿان، ڇڇ مٿان، ڇپٽهار مٿان اُڪري هترائيءَ واري سن مٿي، اوپرنديڻءَ پٽ مٿي چونرڙا نظر ايندءِ، او، اتي ڇيلڙا ونيو، ويٺڙا ڏينهڙا گهاريون.

سيٺ - (پنهنجي منهن) ڪوبلي ٻڪ ته ڪيتري ڪئي آهي! (چنيسر کي) ابا، هتي ڪو سڃاڻئي ٻه ٿو؟

چنيسر - (ڳنڪار ڪري) (١) سيٺ، هي ماجو ڀرو گهمرو (٢) آهي، جو سنڌ کي ڊري پيو اهيان. هيل سال ڄندون پيون گهٽ، الا جو سونهن ! ڏاڍو ڏڪر آهي. ڪک مور ڪونه جڙي، مال بنهه مري ٿو. سِگهو ڪو سائين سانوڻ کي آڻي، ته پوءِ سيٺ کي چؤنان؛ مانواري ڊاتيءَ مٿان چاڙهي، توکن ڏيڀلو گهمائي اچان - ڏاڙهي آ مونجي (٣)! (ڏاڙهيءَ تي هٿ گهمائي ٿو.)

سيٺ - اڙي ايتري ڊيگهه ڇو ٿو ڪرين؟ ٻڌاءِ ته هتي ڪو سڃاڻئي ٿو؟

چنيسر - سيٺ، سڃاڻي وري ڪونه ٿو؟

---

(١) مطلب اٿس نه. (٢) منهنجو ڀهريون. (٣) منهنجي.

سيٺ - پوءِ اسان کي ڪهڙي ڪل تہ تون ڪهڙي چال جو ماڻهو آهين؟
سياڻي چوري ڪري وڃين تہ؟

چنيسر - (ڳتڪار ڪري) نہ، ڙي سيٺ، نہ. چوري مونجي ڪتي جو بہ وڙ نانهہ. اسان مارو ماڙو پرائيءَ شيءِ ڪان ٻج پري وو! اِي ڪم آن سنڌين جو.

سيٺ - (مرڪي بہ ٿو ، منيان بہ ٿي لڳيس) اڙي، هاڻي گهڻو بڪيئي معتبر! ٻڌاءِ تہ پگهار ڪيترو وٺندين؟

چنيسر - تون ٻاڻ لائق آهينئين . آءٌ ڪو چوئان ؟

سيٺ - چڱو اٺ رپيا مهينو قبول اٿئي؟

چنيسر - سيٺ، قياس وارو ماڙهو ٿي قدر ڪونہ ڪيئي. ڇوڪريا ڇوڪريا پنج روپيا چنڊان چنڊ پيا ڪمائين. مان ڏاڙهي سين مڙس ، آٺ روپيا ڳنهان؟ جي مٿي نہ، تہ بہ ڇوڪريہن جيس تہ ڪريينم، پگهار منکي مرضيءَ تي ڏي پوءِ ڪم نہ وٽئي تہ ٻلين لاهي ڪٽي آٺ ڏج. (سيٺ ۽ نفر ڪلن ٿا.)

چنيسر - (سيٺ کي) ڪو سيٺ ڪليين ٿو؟ ڳير واجبي چو آتمہين ڪر؟

سيٺ - چڱو ٻلا، رپيا پنج مهينو تنهنجا قبول. ڪم ايمانداريءَ سان ڪجانءِ. (نفر کي) ڍالا، وڃي هن کي وٿاڻ تي ڇڏ، ۽ ڪم ڪار سمجهائي اچينس،

ڍالو حاجر، سيٺ.

(ڍالو - ۽ چنسير ٻيئي وڃن ٿا.)

(پردو ڪري ٿو )

## ائڪٽ ٻهربون پردو ٻيون

(سيٺ سڄڻ مل جي ڳانين جي وٿاڻ جو ٻاهريون ڀاڱو. چنيسر

اچي ٿو. سلفي هٿ ۾ اٿس. ڪانپ ڪري ويهي ٿو ۽ ڏوهيڙا ڏئي ٿو.)

ماڙي چڙهي مارُوئي، ٿي مارن موڙا ڏي،
چي سڪ نہ آندم سومرا! آندم ايرادي،
تہ ميان موڪل ڏي، هن نماڻيءَ ڪي نٿو چئي.
الو الو.

ڪريو مهاڙ ملير ڏي اَپيائي آهي،
جا مٿي ڏنيس ماروئين، سا لوئي نہ لاهي،
او سومرا! ساهي، ستيءَ وجهہ ۾ سنگهرون.
الوالو.

ڪيم مهاڙ ملير ڏي مٿي ڪوٽ چڙهي،
نت نهاري ڏيهہ ڏي، ڳوڙها پيم ڳڙي،
نڳي ڪوڪ قلب مان، منجهان روح رڙي،
او ويڙهيچن وري، ڪر نہ لڏي ڪڏهين.
الو الو.

(سلفيءَ مان سوٽا پيري پنهنجي ئي منهن) هيلي مُلڪ تہ ٽر بہ امير آهي! پر هنين ڏينهين تہ ڪوري بڪ، واه ڙي ميرپور واه جهڙو سٺيو مين تهڙو ئي ڏنو مين. شخر آهي! نوڪري تہ جڙي. پڳهار بہ ناهوڪو. مونجون کهاٽيون سٽي، سيٺ ويو موهجي! حال تہ ڪمايون ٽا چار ڏوڪڙ، جڏهين نہ چندون پيون تڏهين ويندا سين وطن. (وري بہ سلفيءَ مان ڦوڪ پيري ڪنگهي ٿو. پوءِ ڪافي ڳائيندو، وچ وچ ۾ ڏوهيڙا ڏئي.)

عمر رات ٻڌيون مون ڪي تاڙن تنوارون،
ستي ٿيون ستائن سنگهارنجون سارون.
هن مند مارو سنهڙا، ويڙهين وڳ وارين،
چيچئا چيڪاروئو چيلڙا، پٽين پهرائين.
نيڻ منهنجا ان ڪي ججهو جر هارين،
تاڙا تنوارين، مينهن وسندا، موٽ تون.

٢

ڪيا ويس وڇڙين ڪنوڻ نت ڪِلي ٿي،
ڪري ڳوڙ واڇا، سُڄن ٿيون ستارون.
ڦري ڪيا پٽن ۾، وڇڙين وڏاٽا،
سور اُنهن سومرا، منکي اندر اڏاٽا.
اُوني ويڙا اُڪري، عمر ! اباٽا،
ٻڪر ٻاٻاٽا، پسان شال پر ڪنهين !

٣

اُنا مينهن موتي، ٿيون سايون پٽون سڀ،
چرن چاهه مان چيڪ چيلن قطارون.
جهڙ ڦڙ متي مارئين، جت چيها، چلڙ، چڪ،
اندر ٿو اُڄ مري، ساهه انهن جي سڪ،
پِيئون ساڻ ٻُڪن پري، تانَ ڏيئي تڪ،
ور پريان سين پڪ، پيا پاڻ پريائي گهوريا !

٤

وڃان مان ملڪ موٽي، وطن ڏي وڇوڙيل،
متان ڏين مارو ڪي مُٺيءَ ڪي ميارون.
ايءَ نہ مارن ريت، جيئن سيڻ متائن سون تي،
اڇي عمر ڪوٽ ۾، ڪنديس ڪانہ ڪريت،
پکن جي پريت، ماڙي سين نہ متيان الا الا.
اتي ڏالو نفر اندر لنگهي ٿو اچي.)

ڏالو- چنيسر ڪيئن؟ ويٺو آهين موز ۾؟

چنيسر- ڀائي شخر آهي. سيٺ وٽ بہ ڀيو چند ٿو ڏسجي. مال متي پورهيو ڪري ڳويون (١) بہ متاروين ڪيون ام(٢) پوءِ بہ سيٺ ذري ذري ڪري ٿو ڏمر. چوي تہ تون آهين صفا چٽ بيوقوف، اسين لسيءَ لپ جي سوهنج (٣) تي اٽڪيا پيا آهيون. نہ تہ، پاڙيوارا پاڻيءَ ڪاڻ گهٽيئي پيا پڪارين. اسين مارو ماڙهو تڙپن متان پاڻيءَ پرڻ جا مهنديئي ملوڪ آهيو.

ڏالو- ڀيلي، هاڻ ڇڏ ڪاوڙ. وٽ هي ربيو. ڪڪڙا ويا آهن ڪپي.

(١) ڳئون (٢) آهنمر. (٣) سهنج.

جيسين ٻي ڳوڻ وٺون، تيسين پنج سير مورند واٽئي جي هٿ
تان وٺي اچ. پر اچ سگهو. وئين ڊوڙ ڪر. هان؟
چنيسر - (رپيو هٿ ۾ وٺي) هن سڄي جا پنج سير ڪڪڙا جڙندا ڪ؟
ڍالو- اڙي، نه ٻوڪ! جيتري پنج سير ملن اوترا پئسا ڏيئي. باقي
ڏوڪڙ موٽائي وٺجانءِ.
چنيسر - (ڪلي) تون ته چوئين ٿو. پر هو به مهندان موٽائي ڏي ڪ.
واٽئي ڪن روپيو جڙي ته مايڙي مريس جو هيڪڙي ڪوڏي به
واري ڪٽي ڏي. ترين ته ڪِراڙن ڪن پائي وات ۾ وجهي، ست
مکون نوڪي ڪٽي هڻ، جي ڪٽي وات اپنين، هيڪڙا ڏيندو
ڪڪڙا، ٻيا وري ڏيندو ڏوڪڙ! اِي آءُ ته ڪونه ٿو مڃين.
تون مڃين ته ٻلين!
ڍالو - (ڪلي اڙي، اهو ٿر چڙي آئين. هتي توڪي پاٽيهي جيڪي پئسا
موٽندا، سي واپس ڏيندو. رڳو تون سچا ڏسي وٺجانءِ.
چنيسر - (ڪلي ٿو) سچا ڪ ڪوڙا ڪ ! ڏوڪڙ به سچ ڪ ڪوڙ ڪندا
آهن ڪ؟
ڍالو - ٻيلي، هاڻ جند ڇڏ، وڃ وڃ، سر نه ڇٽ.
چنيسر - (هٿ ٻڌي) حاضر حاضر.
(چنيسر وڃي ٿو. پردو چڙهي ٿو)

## ائڪٽ پهريون پردو ٻيون

(مورند واٽئي جو هٽ . آن جون ڳوٽيون، پسار جا پارڙا ۽
ڪنا. تيل ۽ گيهه جون دٻيون وغيره آسپاس رکيل. "مورند" آسڻ تي
ويٺو آهي. هرو ۽ کيتو، به گراهڪ اڳ ۾ ٺي بيٺا آهن. مٿان چنيسر به
اچي ٿو.)
چنيسر - (ايندئي هڪل سان) اڙي سيٺ! ڪڪڙا ته ڏيجهينم: پنج سير
پڪا.

مورند - (ڇڙٻ ڏيئي) ٻيهي ته ملنئي ٿا. تڪڙ ڇڏ.
چنيسر - (آڪڙ مان) ڪو؟ پئسا ڪين تو ڏيين ڪ، جو ڏڙهين ٿو؟
مورند - (تڏو ٿي، نرمائيءَ سان ) بابا، توکان اڳ ۾ ڪي ٻيئي آهي، تنهن کي ته هلايان. تون به ٿو پتڻ پڇين.
چنيسر - (خفي ٿي) سيٺ، اِي تو هجي منهن مٿي نٿو پئي: اکر ڪهڙا تو اُچارين.
(سڀ کلن ٿا)
مورند - (ٻن ٻينلن گراهڪن کي ) ٻيلي، اوهين چئو مون ڪهڙو گتل لقج ڪيو؟
چنيسر - (مورند کي ) اهو تپڻ ڪهاڙو چئي؟
مورند- (کلي) اي! پتڻ چيم پتڻ، ڪڏهن اهو اکر ٻڌو ڪين اٿئي ڇا؟ پر ٻيلي ، تنهنجو ڏوهه ... هي تون آهين ٽريو، توکي ڪهڙي خبر پتڻ جي؟ اوهين پاٽيءَ سرڪ کي سِڪو، اوهان کي پتڻ ۽ ٻيڙين جي ڪهڙي ڪل؟
چنيسر - (اچل مان) هائو، ٻيڙين جي ڪر ته رکو آن سنڌين کي! (ڪيسي مان ٻيڙيون ڪڍي، ڏيکاري) هي تڏهن ٻيڙيون نه آهن سَرن جون تيليون آهن ڪ؟
(سڀ کلن ٿا )
مورند - ٻيلي اسان توبه ڪئي، جهل گندي، ٻهرين تون وٺ ڪڪڙا، لاهه لڙ.
(ساهمي ڪٽي ڪڪڙا تورڻ وڃي ٿو.)
هرو- (خارن وچان ) اسين ٻينا پنڪيون ڪائون، هي جٽ جمائي، سودو اسان کان اڳ وٺي ٿو وڃي! اسين تڏهن وچون هليا ٻيو؟
مورند - (پرپائڻ طور) ابا، ٻهرين تون، ٻهرين تون.
ڪيتو - (ڇوٽ مان، ٻهرين ٻهرين جي ڳالهه ڪانهي، اهڙي به اکيائي ڪنديون ته دڪان اسان کي به ڪتا ڪونه آهن.

(ائين چئي هرو ۽ کيتو ٻيئي ڪاوڙ جي هليا وڃن ٿا)

مورند - (پنهنجي منهن) نوٽَ آءُ ٻه جيڪي اوهان واٿين مان وٺيان ٿو، سي گهوريا! اسان کي ڪمائي آهي (چنيسر ڏي اشارو ڪري) هن جا هلن مان ، (اوهان مان) کهڙي آپت اٺئون رپئي جي سودي مٿون ٻه ڏوڪڙ ڪماياسين تہ ٻه وڏو ڇيهه! (تنهن وچ ۾ چنيسر گندي پڪيڙي آهي، مورند ڪڪڙا توري، گنديءَ ۾ وجهي ٿو.) چي، هي برڪت، هي سائين ٻه، (راڳ ۾) او سي ٽيا ٽي، (ٽيون سير سچ پچ توري ڪو نہ ٿو) وري هي چار، سي ٽيا پورا پنج (پنجون سير ٻه اڌ گيدو توري ٺڪي ٿو وجيس) ميان چنيسر! هاڻ ڪي ڏوڪڙ تنهنجي ڪري ڏس ٻه گراهڪ وڃاياسين.

چنيسر - (اول ڪڪڙا گنديءَ ۾ سوگها ٻڌي، پوءِ پٽڪي جي ور مان رپيو چوڙي مورند کي ڏيئي) وٺ وٺ، پيچي مور ڪين ٿو وڃان. باقي ڏوڪڙ واري ڏي، ڪڪڙن جو ڪيترو؟

مورند - بابا، سو ائين چئين آنين ڪڪڙن جا پنج سير، باقي تنهنجا ٽيا سوا ڏهه آنا، سي پنهنجا وٺ. (سوا ڏهه آنا چنيسر کي ڏيئي مورند هٿ جي اندرئين ڪمري ۾ هليو وڃي، چنيسر ٻه هٿ ڪان هيٺيرو ٺٺي ٿو، منهن ۾ هڪڙو جوان گڏجيس ٿو.)

چنيسر- (جوان کي هڪل ڪري) اڙي جوان، هي ڏوڪڙ تہ ڏسي ڏيينم تہ گهٽا آهين؟

جوان- ڏوڪڙ ڳڻي، (هڪ، ٻه ڪري ڳڻي) سوا ڏهه آنا اٿيئي. (ڏوڪڙ واپس چنيسر کي ڏيئي) اڙي چو. توکي ڏوڪڙ ٻه ڳڻڻ ڪو نہ اچن چا؟

چنيسر - (ڏوڪڙ واپس وٺي) پنڊ کي پتوئي ڪونہ پوئي، اِي ڪم آن پڙهلين جو. (جوان وڃي ٿو هليو هي ٻه دل ۾ سوا ڏوهہ آنا، چوندو ٻه وکون مس ڪٽي ٿو تہ وري انگ وسري ٿو وڃيس،

سو اتيئي ويهي ويچار ڪري ٿو) ڇه ڇه ، ليڪو ته پلجي ويو.
هاڻ سيٺ ڪن کهڙو جباب ڪِندس؟ (ٽڏو ساهه پري)
انڪري پڙهيل ماڙهو ڪاسو! الله وسري وجيس، ڏوڪڙ نه
وسريس. انهيءَ ڳالهين شهري ماڙهو بنهه پڪتا! (اتي هڪڙو
ٻيو جوان اچي لنگهي ٿو، چنيسر انهيءَ کي سڏي) اڙي يار،
ڳالهه ته سڻ.

جوان – ڇا ٿو چوين؟

چنيسر – وڙهبن ڪونه ٿو. رڳو ليڪو تو پڇبن. هي ڏوڪڙ ته ڳٽي
سٽائينم. (ڏوڪڙ ڏئيس ٿو.)

جوان – (ڏوڪڙ ڳٽي، اُتي جو اتي چنيسر کي واپس ڪري) هي مڙئي
سوا ڏهه آنا آهن.

چنيسر – (کلي تو) هائوڙي هائو! هُن همراهه به سوا ڏوهه آنا سٽايا
هوم. (جوان کان ) سوا ڏوهه آني ۾ ٽامي وارا ڏوڪر گهٽا
ٿيا؟

جوان – ايڪيتاليهه.

چنيسر – (عجب ۾) هؤ گازي! پلا پايون؟

جوان – سؤ ٽيويهه.

چنيسر – (تنهائي وڏيڪ عجب ۾)سؤٽي ويهون وو!

جوان – (کلي) اڙي هڪ سؤ ۽ ٽيويهه، سو ٽي ويهون نه،

چنيسر – ڳالهه ته ساڳي ٿي! چُوندا ڪين آهن ته جهڙي سٺ، تهڙيون
ٽي ويهون؟ مون کي پُلايبين ڪوٿو؟

جوان – (کلي ٿو) متان ٽريو آهين ٽريو؟

چنيسر – آهيان ته بروبر ٽريو. پر سڻ ته سهين، هو ليڪو پلجي ويس،
ڏوڪڙ گهٽا ٿيا؟

جوابن – (کلي) اڙي، سوا ڏهه آنا پورا. (وڃي ٿو)

(چنيسر سوا ڏهه آنا پٽڪي جي پلاند ۾ سوگها ٻڌي، وات
سان چوندو وڃي، سوا ڏوهه آنا، سوا ڏوهه آنا.) (پردو ڪري ٿو)

## ائڪٽ پهريون — پردو چوٿون

(ميرپور خاص جي هڪ گهٽي، چنيسر وات سان سوا ڏوهه آنا، سوا ڏوهه آنا جهونگاريندو، اچي ٿو اتان لانگهائو ٿئي. اتيئي ڪَن تي هٿ رکي ڪافي ڳائي ٿو، ۽ وچ وچ ۾ ڏوهيڙا به ڏئي ٿو.)

عمر! آءُ مري تان نہ ڇڏيندي، سومرا!
متي مارُوئڙن جي.
١ – مينهن أني مارئين، لالن ساڻ لڏيندي،
متي مارُوئڙن جي.
واجهائي وطن کي آءُ جي هت مياس،
گور منهنجي سومرا! ڪج پهنوارن پاس،
ڏج ڏاڏاڻي ڏيهہ جي ، منجهان ولڙن واس،
ميائي جياس، جي وڃي مڙهہ ملير ڏي.
٢ – سري منهنجي سومرا! ٽرن ڪين نڪيندي.
متي مارُوئڙن جي.
واجهائي وطن کي، ساري ڏيان ساهہ،
هي سر ساٿيهہ سامهون، منهنجو نج ميان!
مقاميائي مارُوئين، وڃي تر ٿيان!
ميائي جيان، جي وڃي مڙهہ ملير ۾.
٣ – هـــميراٽا هٽڙا، مهري ڪين مڃيندي،
متي مارُوئڙن جي.
ڪريو مهاڙ ملير ڏي، روءِ أيي چوءِ،
سهج سوري پائنيان سومرا! سندوءِ،
مِلڪ ماروءَ جي آهيان، جور نہ ٿيان جوءِ.
سو قلب ڪوٽ نہ هوءِ، جو هتيجن هٿ ڪيو.

(ڪافي ۽ ڏوهيڙا پورا ڪري وري بہ وات سان سوا ڏوهہ آنا، سوا ڏوهہ آنا چوندو هليو وڃي ٿو.) (پردو چڙهي ٿو)

## ائڪٽ پهريون — پردو پنجون

(سيٺ سڄڻ صاحب جي ڪوٺي. سيٺ صاحب طول ڪي ٽيڪ ڏيو گديءَ تي ويٺو آهي. پاسيرو ڊالو نفر ڏاڪا ويٺو وٺي. وچ ۾ بلغاري چلم ٽيڪي رکي آهي، جنهن مان سيٺ ڦوڪون پيو پيري. ڪوٺيءَ جي ٻاهران هڪڙو "قلندر فقير"، جنهن ڪي مٿي ۾ لڏندڙ شيشن واري تاج ڊڪيل آهي، سو سٺن پيو هٽي.)

قلندر – اي سيٺ وڏا، ڏٽي ڪندءِ تنهنجو ڀلو، اسان مشڪينن کي ٻالهو نہ موٽاءِ.

سڄڻ مل – فقير، ڪدا جي واسطي مٿو نہ کاءُ.

قلندر – او، رب سائين وجهندءِ ٻنيءَ ڪُنيءَ ۾ برڪت. سواليءَ کي در تان خالي نہ ڪڍ.

سڄڻ مل – چيومين هُل نہ ڪر. ماٺ ڪري هليو وڃ.

قلندر – او ننگر سيٺ، نالي نانءَ ڏٽيءَ جي اڄ تہ ڪو قرب ڪر. روز اسين بہ ڪين ٿا اچون. پنجين – ائين مهيني آياسين نہ آئي جهڙا.

سڄڻ مل – (هڏي ڏيئي) اڙي، هاٺي گهٽي بڪ ڪيئي. اشراق جو تڪر آهين تہ وڃ باجار ۾، بيهي گوڙ نہ ڪر. نہ تہ ٻڌاياڻءِ ٿو. مان اهڙو ڪراب ماٺهو آهياڻءِ جو پوليس کي گهرائي اتي جو اتي رستي روڪ جي ڏوهہ ۾ ٽنگائي ڇڏيندو ساڻءِ.

قلندر – (سيٺ جي ڏمڪائڻ تي نہ ڏمڪجي)

ميا اچٽي وچٽي، کهڙي کهڙي ٻاءِ،
ڪن ديي رهي ڏوڙ ۾، ڪن جي راجا ڪاءِ،
سقلي ٽيندي ساءِ، جا ڏيندين نانءِ الله جي.
هِر دو دنيا دار جو ٻاهڻ ڪان بہ پري،
ديانہ انس دل ۾ جو دمڙي ڏرم ڪري.

(اهي بيت سر سان ڳائيندو، پچاڙي ۾ مست قلندر جو نعرو هڻندو، پچاڙي ۾ مست قلندر جو نعرو هڻندو هليو ٿو وڃي. سيٺ سڄڻ مل چلم بہ پيو ڇڪي تہ ڪري رکي ڪري يا تہ پيٽ پيو مهٽي يا تہ اوڳرائي ڏيئي، وچ وچ ۾ چوي پيو واهگرو! واهگرو! سچا پاتشاهہ! ڪيئر سک سان نياهہ! توري ڪن رکي ڊالي ڪان پڇي ٿو:)

سيٺ – اڙي ڊالا، اڄا چنيسر ڪونہ آيو؟

ڊالو – سيٺ وڏا، نہ.

سيٺ – ڪا مهل ٿي اٿس! وڃي گرق ٿيو ڇا؟

(اتي چنيسر اچي سهڙي ٿو) اڙي، ڪڪڙا آندءِ؟

سيٺ – گنديءَ ڏي اشارو ڪري) تڏهن گنديءَ ۾ ڇا اٿئي ؟ ڪڪڙا آهن نہ ؟

چينسر – آنهہ آنهہ (١).

سيٺ – چنيسر جي هٿن مان گندي ڪسيءِ ڪولي) آڙي، هي ڪڪڙا نہ آهن تہ پيو ڇا آهي؟ بيوقوف پوءِ بہ آنهہ آنهہ پيو ڪرين!

چنيسر – آنهہ آنهہ نہ ڪريان تہ پيو نهڪار ڪريان ڪ؟

سيٺ – آنهہ آنهہ معنيٰ هائو ڇا؟ (چنيسر ڪنڌ ڌوڻ سان ها ڪري ٿو ۽ سيٺ ڪلي ٿو.)

چرين ٽرين سان اچي ڪم پيو آهي. اڙي مون کي ڏي باقي ڏوڪڙ.

چنيسر – (پٽڪي جو پلوَ مان ڏوڪڙ ڇوڙي، سيٺ جي هٿن ۾ ڏيئي) هي وٺ پانجا ڏوڪڙ.

سيٺ – (ڏوڪڙ ڳڻي) اڙي ڪڪڙا پنج سير گهٽي مليا؟

چنيسر – سوائين ڇئين آنين.

سيٺ – تہ پوءِ باقي پوٽا ٻارهن آنا کپن. تو سوا ڏهہ آنا ڪيئن آند ؟

چنيسر – سيٺ اِي مشڪري ڇڏ. مون واٽ متي ٻن همراهن کنا ڪين پڇو ڪ؟

---

(١) مطلب اٿس هائو

سيٺ - (ڪاوڙ مان) بيوقوف ڪري ڇا ٿو ؟ اڙي! باقي ڇهه پئسا ڪڍي ڪر ٻاهر ............

چنيسر - (مرڪي) مون کي متان اوڳو لڏو اٿئي ڪ؟ آءُ ليکي جو تو ڳنا بہ پڪتو اهيان. مون کي ڀَلايين ڪو ٿو؟

سيٺ - (وڏيڪ ڪاوڙجي) هڪڙو ڇسو بيوقوف، ٻيو وري ٻاڻ کي سمجهي قابل ! مار پوءِ، تو مان ڦاٿو ڇو اچي آهيان؟ پگهار ۾ جيڪا ڪقايت پئي، سا تو ٽوٽا وجهي ڪئي پوري، هاڻي ڪندين ٻانيان ٿو تہ ڪار ڪانوئي ڪوڇ. (خارن مان) نہ ڪپي تنهنجي نوڪري، وڃ هليو - وٺ هي مهيني جو پگهار ( پيڊيءَ مان ڪجهہ ڪڍي ٿو).

چنيسر - لوڏيين ڪو ٿو؟ پگهار ڏي تہ رمندو رهان، ناحق ڏاڙهين ڪو ٿو؟

سيٺ - (نوٽ - چنيسر کي هٿ ۾ ڏيئي) وٺ پگهار، وڃ نڪر.

چنيسر - (نوٽ - هٿ ۾ وني، اتيئي موٽائي) نوڪري مان ٿو ڪڍين. پوءِ چنيون ڪجاڙي جون؟

سيٺ - (وائڙو ٿي) اڙي چتي ڇاجي؟ ٻوڪ، هي نوٽ آهي پنجن رپين جو!

چنيسر - (نوٽ کي ووٽ سمجهي ) ووٽ وجي ڏي ارباب توڳاڇيءَ کي . اسين باهہ ڏيونس ڪ، چرچو گهپو ٿتو ڪر. اسان ڪن ڏوڪڙ ڏي تہ موتي ماڳ وڃون.

سيٺ - (ٻر ٿي) الوءَ مان ڦاٿس سرڳو!

چنيسر - علو ڪهڙو ؟ مونجي جند ڇڏاءِ، ٻو علو ڇاڻ تون ڇاڻ.

سيٺ - (ڏند ڪرتي. پيڊيءَ مان پنج رپيا ڪڍي چنيسر ڏانهن اڇلي ) ٻڌ پتڪي سان، ٻچ.

چنيسر - آهن گهٽا؟

سيٺ - (ڪاوڙ بہ پيئي لڳيس، کلي بہ پيو ) ڀَلا! ڀَلا!

چنيسر - (سيٺ کي پيرين پئي موڪلائي) چڱو هاڻي دعا ڪج ڇيو چايو بشڪ (١) ڪجانءِ. اسان توجو ليمڪ (٢) ڪاڏو آهي.
سيٺ - چڱو چڱو. ڪئير هوندءِ

(چنيسر وڃي ٿو)

## ائڪٽ پهريون — پردو ڇهون

(ميرپور خاص جي هڪ حويليءَ جي ٻاهرؤن، چنيسر جو ڳوٺائي "دودو" ڪانب ڪڍيو ويٺو آهي ۽ ڏوهيڙا پيو چوي:)

عمر ! اباڻي پار ڏي، اڄ ڪڪر ٿيو ڪارو،
منداڻن مينهن جي اڄ وسڻ جو وارو،
او! ساجن سوپارو، پيچ پني گهر آئيو.
الو ميان.

پر، ڏس ته پليين ٿر جا ماڙهو ڏين. سنڌين کي ته انڪري ڪو عقل ئي ڪونهي ....... چنيسر جو ٻچائي ٻچائي پيرن ۾ ئي لقون پوئي ويون آهن، پر اجا پتوئي ڪونہ ٿو پوي ....... آهي ته پڪ ميرپور ۾. پر ٻيلي، ڪيئن سڌ پوئہي؟ جنهن ڪنان ٿو پار پڇان، سو ڪنيو ٻوٿ ٻيٺو ڪري (اهل ڪري ٿو) سيٺ وٽ ڏس مليو ته اتان به نوڪري ڇڏي ويو. نهاري نهاري مون پوڙهي جي اکين ۾ ئي پِچون پئجي ويون اهن. هاڻ پڇان سو ڪنهن ڪنان پڇان؟ ڪهڙا تڙ ڳولهي ڪهڙا ڳوليان ؟ ميرپور جي شهر ۾ تڙ ٿيا ڪٿين ڪنان وڏيڪ. پر ٻيلي، يار کي ڳولي هٿ ته ضرور ڪرڻو پيو. ( پٽڪي مان ٻيڙي ڪڍي، دکائي، پيئي ٿو) اٺ ٻيلي دودا. ويٺي ڪنان وڳندي پلي ( ڏاڙهيءَ تي هٿ گهمائي اٿي وڃي ٿو).

(پردو ڇڙهي ٿو)

## ائڪٽ پهريون — پردو ستون

(شهر جي دنگ تي ڪڪائين جهوپڙي، جنهن ۾ چنيسر رهي ٿو. چنيسر هاڻي شهر ۾ پاڻي ڀرڻ جو ڪم ڪندڙ آهي. ڪنواٽي

(١) بخش (٢) ليمڪ لوڻ

ڪلهن تي، اندر اچي ٿو. ڪنواٽي ۽ دٻا رکي، ويهي سلفي پيئي ٿو، ۽ ان بعد راڳ ڳائي ٿو.)

ڪري ياد دل تي ڏڻ جي ڏنارن ڪي،
پنهنجي پرت پرين تہ پهنوارن ڪي.
سڪندي سال ٿيا،
لنگهي ورهيہ ويا،
پلپل پور پيا،
قضا قهر ڪيا،
جدا جاني ٿيا،

وڃين شال ملان پنهنجي پيارن ڪي ! پلو پلو. پلو پلو! سيٺ جي نوڪريءَ ڪان پاڻي پرڻ جو پورهيو پلو! گهمري گهمري سان ڏوڪڙ. ڏس تہ ڪمائي جي لالچ ڪلهائي ڇني ڇڏيا آمر. پي پيلي، اپت سا لوهہ آهي! (چيلهہ مان نورو ڇوڙي، پئسا ڪڍي ۽ ڏهگيون ٿاهي اڳيان رکي ٿو.) هاڻي تہ ڏوڪڙن چيلهہ ئي ڇبي ڪري رکي آمر. (چيلهہ ڇبي ڪري، چيلهہ تي هٿڙو گهمائي ٿو.) اڃان تولي مل وٽ هن مهيني جي پاڻيءَ جو پگهار رهيل آمر. اُني جو بہ اڄ اجامر(١)آهي، اُو ملي ويو تہ پوءِ موز لڳي ويندي. (اٿين چئي تنگ تي جو ڦٽ اٿس تنهن تان مکين کي هڪلي، ڏسي ٿو.) پر، سنڌ جون مکيون بہ ڪي ڇتيون آهن. ماس چڪي ڦٽو ڪيو آنِ. ڪا اڳڙي هجي تہ ٻڌي ڦٽي ڪريان. چوُندا هِن تہ ماهيو ڇيٺو بہ ڦٽ کي پلو آهي. (ڇيٺي لاءِ هيڏي هوڏي نهاري ٿو.) پيلي ڇيٺو تہ پيو آهي. (اُتي ڏرو ڪٽي ڦٽ تي رکي ٿو، ۽ پٽڪي مان اڳڙي ڦاڙي مٿان ٻڌيس ٿو.) هاڻي جي ڦٽ نہ ڇتو تہ چوبو مُلڪ ۾ تڏهن دارون ٿيندو ئي ڪونهي!

(اتي ٻائي تولو مل اندر لنگهي ٿو اچي)

تولو مل – (ڏورابي طور ) اڙي ڇنيسر، ڪرين ڇا وينو؟ صبح ساڻ پاڻي

(١) انجامر

ڏبو آهي، ڪين شنان ڪاڻ وينا سڪون. هاڻي ٽريا، تون ڏاڍو سست ٿي پيو آهين.

چنيسر - سيٺ تولا مل، پاڻي جام. هيءُ جنگهڙي پيئي آهي ضربجي، سوچو سون ته ڪريونس ڪو تيڪڙ.

تولومل - اڙي مورک، پنهنجا تيڪڙ ڪهڙا تو ڪرين؟ هو ميونسپالٽيءَ جا ڊاڪٽر جي وينا آهن، انهن وٽ نٽو لنگهي وڃين؟

چنيسر - چُون تا ته داخترَ مورڳو عضبائي (١) وڍيو ڪدن!

تولو مل - چريا ڪونه ٿيا آهن، جو عضوا وڍيندا، رڳو ڦٽ کي ڌوئي، صفا ڪري، ملم پٽي ڪندا.

چنيسر - سڻ ! ڌوندا ڦٽ ته پاڻي ڪين چورائيندو؟ هاڻي پٽي ته ڪي آمينس (٢) ناهوڪي. ماهيو ڇيٽو مکي ڦتو ڪيو آمينس. هاڻي ڦٽ سگهوئي سڪي ويندو.

تولو مل - سڪندو ته ڪونه، باقي ڊڪندو سو سهي، مرڳو ڳهيلا، تنگ نه وڃائين!

چنيسر - تڏهن اسين ٽر جا ماڙهو ٻوڪ آهيون ڪ؟

تولو مل - (هجوَ طور) نه نه، آهيو ته عقل جا اڪابر! رڳو جڏهن عقل ورهايو ٿي، تڏهن ٻين جهلي هئي جهول، اوهان ٽرين جهليو هو پرڻ! پر هاڻي ٻڌاءِ ته هن مهيني ۾ پاڻيءَ جا وارا گهٽا ٿيا؟ حساب لاهي ڪر چڪتو.

چنيسر - (هٿن سان صدريءَ کي مناڙي) حساب لٿو پيو آهي. تون سيٺ هوئين تو پلجين، سو مون هاڻي حساب ڪري بنديءَ مٿي چاڙهي ڦتو ڪيو آ.

توليو مل- (ڪلي) تڏهن ڪڍ پنهنجي بندي ته پتو پوي.

(١) عضوا (٢) ڪي اٿمانس

چنيسر – (صدري جي کيسي مان گدامڙيءَ جون ککيون ڪڍي وائڙو ٿي پيو نهاري) اڙي، هي ڇا ؟ مون سمدو هو ته ککيون ڪي ڳپل هونديون! کيسي ۾ ککين لاءِ وري ڦولهه وجهي ٿو، ۽ کيسي کي اٿلائي ٻاهر ڪڍي ٿو ۽ ڏسي ٿو ته کيسو ڦاٽو پيوآهي.) هوءِ ڙي تولا مل رڻ ٿي ويو!

تولو مل – ڇو ؟ ڇو؟ سيٺ جي بندي ڦاٽي پيئي ڇا؟ (کلي ٿو)

چنيسر – سڻ پڙهيا سدائين ليکي ۾ وڃن ٽا ڦري تڏهن تل ڪئي آم. ته وري صدري سڄي ڪانهي، جنهن منجهه ککيون سلامت هون!

تولو مل – پر ميان، تنهن ۾ منهنجو ڇا؟ مون کي ٿي دير ٿئي. جيترا وارا ٻريا هونده ککيون به اوتريون نڪرنديون. تنهنجو گيندو ککيون اوڳاريندو ته ڪونه؟ هن مهيني ۾ گهمرا انهن ککين جيترا مس ٻريا هونده.

چنيسر – (ٽي اڱريون ساڄي هٿ جون سڌيون ڏيکاري) او، روز هيترا گهمرا ٿو لاهيان وو!

تولو مل – (ککيون ڳڻي) ته بس مهيني ۾ سڄيون سارييونارڙهن ککيون، سي ليکو ڪري ڏس ته برابر آهن، ٻيو ڇا کپيئي؟

چنيسر – الا جو سونهه ؟ تڏهن پوريون آهن ڪ؟ پورهيتن جو پورهيو داتا ڪونه وڃائي. (خوش ٿئي ٿو.) هاڻي ڏيينم ڏوڪڙ.

تولو مل (کيسي ۾ هٿ وجهي ڏوڪڙ پيو ڪڍي) بيشڪ، ڀهرين ڏوڪڙ. چنيسر ميان! امانت جا بار ڏاڍا ڏکيا آهن. اسان کي پاڻ ڳڻتي آهي ته پراوا پورهئي جا پئسا ڏيون ته ڇٽي جند. پر ٻيلي، هاڻي پاڻيءَ (جي ٻرائيءِ) جا اگهه لٽل آهن. کيس ٻين پائين واري جي حساب سان پئسا ڏئي ٿو.

چنيسر- تولامل! ڏسج کس ته ڪونه ٿو لٻين؟

تولومل – ٻائي، رام جو نالو وٺ، تون گريب پورهيت تنهنجو ٻاڄَن

جو پورهيو کو گهٽ ڪري ڏبو ڇا اهڙي ڪپٽ ڪا ڪبي.
چنيسر - تہ ڀائي، آئين واٽيا ماڙهو قياس وارا آهيو.
تولو مل - (پئسا ڏيئي) هان وٺ. ٻين پائين حساب سان ارڙهن وارن جا
ٽيا يارهن پئسا پورا! (چنيسر پئسا هٿ ۾ وٺي ڳڻي ٿو.)
ڪيئن پورا ٿيا نہ؟
چنيسر - (ڪنڌ ڌوڻي) هائو تولا مل، پورا ٿيا. تون ڪو گهٽ ڏيندين
ڪ. (نوري مان ٻيا پئسا بہ ڪڍي تولي مال کي ڏيئي) ڀائي
تولامل، ڀلائي ڪري هي ڪل ڌوڪڙ تہ ڳڻي ڏيينم.
تولو مل - (پئسا ڳڻي مڙئي ڏهہ رپيا اٿئي.
چنيسر- (خوشي مان) ڏوهہ روپيا! نہ نہ، الا جو سونهہ! تڏهن
تہ موز لڳي وئي. (پئسا وٺي نوري ۾ وجهي، نوريو چيلهہ سان ٻڌي
ٿو.) هاڻي تون هل تہ مان ٽڪر ڳيو وات ۾ وجهي، هير جو هير،
گهمرو پري ٿو اچان. (تولومل وڃي ٿو.) سنڌ ۾ لڳي پئي آهي چوري.
ماڙهن جا تيز مورهين ڪنيو وڃن. هاڻي پئسا پاڻ وٽ رکڻ بہ ڇگا ڪين
اهن. ٻچا ٻار بہ ڪيترو وخت ٿيو ڇڏي آيو اهيان اُن جو بہ پتو
ڪونهي. ٽر ڪنان ڪو ماڙهو بہ ڪونہ ٿو اچي، جنهن هٿ ڪٽي پئسا
موڪلجن. ڀلا سنڌ مُلڪ ٿيو ولاتن تي. ڪٽي جا ڪير ڪٽي جا
ڪوهيارا! (پريان هڪ ماڻهو تي نظر پويس ٿي ۽ نراڙ تي هٿ رکي
چتائي ڏسي ٿو) ڀيلي، جهڙو دودو ! ايئين وري ڪيئن هوندو؟ (دودو
ويجهو پيو اچي) هائو ير، آهي تہ سچي پچي دودو.
(دودو اچي ٿو. ڀاڪر پائي ملن ٿا، ۽ ويهي خبرون چارون
ڪنٿا. دودي جي منهن تي چاپئين ڏاڙهي، هٿ ۾ لٺ ۽ هينيان ڳوڏ ٻڌل
آهي.)
چنيسر - (دودي کي ڪينڪاري) دودا ڪش؟
دودو - شخر آهہ.
چنيسر - چاق؟

دودو - الله جي مهرباني.

چنيسر - متارا، جوڙ؟

دودو - لائق رب جا.

چنيسر - آسودا؟

دودو - سيئي ڪئيرا! چنيسر، تون ڪش؟

چنيسر - ادا شخر آهم.

دودو - متارو، جوڙ؟

چنيسر - الله جي مهرباني.

دودو - آسودو؟

چنيسر - رب جو فضل.

دودو - ٻيو مڙهي ڪئير؟

چنيسر - سارو ڪَئير، هاڻ، ڏي ڪي ڪَئير جون ڪبرون چارون.

دودو - (ڏاڙهيءَ تي هٿ ڦيرائي) ڪبرون چارون مڙهي ڪَئير جون. چاٺين سجاٺين ٿو. ذات نالي جو واڪَب اهيين. پنهنجي ڪڪين مٿان ستون ڏهاڙو ٿيو آهي تہ ڪهي ڪهي اچي هتي پڳو اهيان. تو جو پڇائي اچي هتي لڌو آمر- پتوئي نہ ملي. مسين مسين ڏس مليو تہ سيٽ وٺ وٿاڻ مٿي هوندين. اتان وري ڪبر ملي تہ نوڪري ڇڏي ويو اهيين تڙ مٿي پاٽي پيو پريين. تڏهن واري ڍري آيس تو ڏاري. توکي ڏسي ٿيا اهيون ڪش. ٻيو مڙهي آهي ڪَئير.

چنيسر- ادا گهرجي ڪئير.

دودو - ڏي پنهنجون ڪبرون چارون؟

چنيسر - اسان جو ڪبرو ڪير جون پنهنجي مُلڪ ۾ پيو ڏڪر، جنهن ڪٽي وڌو ڏولائن مر. لاچار لڙي پياسيين سنڌ پار. ٻلا واڪبيت جڙي ڪانہ، پنون ڇڏي سنئين پٽ تي آياسيين تہ پنڌ ڪٽي ئي نہ. سنڌ جا ڳائوُ ٻلا وڏا، هلندي هلندي پير ڏناسيين نئين

ڪوٺ مٿي. الا جو سونهن! تون پاءِ وينو آهين تہ گاڏي هجي
پلا ڏنل ڪانہ. وچ ڙي ريل، توجي هڪل! دل ۾ ڌڙڪي
وجهيو ڇڏي. جهڙو شينهن گجندو (١) اچي. سوئي؟ آءٌ بہ
مرداڻي ٽڪس وني دل جهلي، منجهہ چڙهيو ٿو ويهين. واهہ
ڙي واهہ انگريج! اندر تہ حملات (٢) لڳا پيا هئا هرهر ڪوڪ
جو گهوَهٽ وو؟ واڪڙ واڪڙ. شاڪڙ شاڪڙ. ڇہ ڇہ ڇہ ڇہ
اهائي سات (٣) ميرپور آٽي ستيائين، پاٺهي رنگ ڏنو هوندءِ
تون ڪهڙي وات آئين؟

دودو - (ڏاڙهيءَ تي هٿ گهمائي ڦيرائي ) ساڳي وات آيس. پر چنيسر،
مان سان وري هيڪڙي جٺ ٿي. ٽڪڙ ٽڪڙ ۾ اهڙي وچي
گاڏي ۾ چڙهيس جتي منڊل لڳا پيا هوا، ڪاريون گاديون
جهڙيون ڍاٽئين واريون زير گاديون وو! سوئي؟ ان مٿي ٿو
چڙهي ويهين. سوئي پلين ڙي تر مُلَڪ ۾ جهنگ جي خيال جو
پتن ۾ سو هنج! سنڌ ۾ ڏاڏو اوهنج. سو هنج اِي وري چنيسر
اهڙو سو هنج جو ڪيئن ٿو پانيين؟

چنيسر - واه واه! ڳالهئي ڪام پچ.

دودو - پوءِ ادا مونجا، مون ڪي اچي ٿو پئي پيٽ ۾ وڪڙ. سو زير
گادين جي هيٺان توندڙو ٿي، لاٿيم هاج. ڪئير، گاڏيءَ ڪي
لوچ پوچ لڃائي پچائي آنڊائي ڪيي ڦنا ڪيائين! الا جو سونهن!
تو واري ڏاگهي جو پويون خانو بہ اِن ڪنان سوهنجو. ڪئير،
اوچتو هلندي ريل ۾ مار پويس هيڪڙو ڪامورو چو نہ چڙهيو
اچي! بس، ڪتي وانگر پيو ڏاڙهي. چي ٽڪس ڏيکاري. هتي
ڪو چڙهيہن؟ هي ڦس ڪلاس آهي! ڏوڪڙ پري ڏي. (ڏاڙهي
تي هٿ ڦيرائي ) پوءِ ادا مون چومانس تہ پيلي راضي شاهہ جو
سونهن! مونجي هر ۾ ڏوڪڙ اٿيڪونہ. ڪُٽين تہ پلين، باقي

(١) سيٽي پڌڻ (٢) محلات (٣) ساعت"

ليندء ڪوڏي بہ ڪانہ. مونکي خبر ڪانہ هئي تہ ڪٿي چڙهبو، نيٺ ٻہ - چار ٽڦڙ هٽي، ٻي ٽيشن مٿي لاهي وڃي هيڪڙن ڪانوڙن مٿي ويهاريائينم. ٻلوڙي يار، وات مٿي پاڻيءَ (١) جا رستا نهيا پيا هوا! پاڻ تہ ٽرين سرڪ ڪاڻ پيا سڪون.

چنسير - هائو، مُلڪ سنڌ جو بہ امير آهي ! دودا ڪا ٻارن ٻچن جي ڪبر چار؟

دودو - ٻيلي، ڏوڪري جنڊ ڪيڏيہ ي ڪيڏيہي بنهہ مري ويئي آهي ڪاڏي لاءِ ڪٽو بہ ڪونهي. ٻچا ٻار بک تا مرن وو! مال ۾ ماتا، سو ڍور لکين مري ويا اهن. توجون چار ڳويون، چار ڀهون آئون منڊڙي گڏهوڙي بہ مري ويون. ڪِير جي سُتي بہ ڪانهي. نڪا آ لسي لپ جا ڪائجي، نڪو داڻو ڪٽو. هال ڏاڍو برو آهي. تون ٻہ سنڌ ويهي رهين. وري نہ موڪليئي ڪو پئسو پنجڙ، سنڌ ۾ سوگهو ٿي ويهي رهيين. ڪا ورڻ جي وائي يا ٻوين جو ويچار ڪونہ ڪيئي.

چنيسر - پر، ڏوڪڙ ڳچ ڳپل پيڙا ڪيا آمر، پر گهرين ٻچن ڪيئن؟

دودو- انگريچ شينهن ٻڪري گڏي چڏيا اهن، تون ۽ آءٌ هيڏا سارا مڙس هتي سنڌ ولايت کي اچي پڳا اهيون، باقي ڏوڪڙين ۾ ٻار ڪيترو جو ڪين پچندا؟ گاڏي منجهئي ڪٿي موڪل.

چنيسر - مون بہ سوچو آهي تہ انگريچ کي ٻہ چار ڏوڪڙ ڏبا تہ پاڻهي موڪلي ڏيندو.

دودو - تہ بس، اهو ڪو بلو ڪر، نہ تہ هاڻ بک ڪکبون سڪائي ٿيون ڪيون اهن.

چنيسر - (هڙ مان ماني چوڙي ۽ ڳڙ جو ذرو ڪڍي ٿو.) ٻلا دودا، هونديـن بہ ٻکارو. بسم الله آ تہ ڪنيون.

دودو - ادا، يا بسم الله! (ٻيئي روٽي کائين ٿا.) (پردو ڪري ٿو)

(١) واهن ڏي اشارو

## ائڪٽ پهريون                پردو ائون

(ميرپور خاص جي شهر جي هڪ گهٽي صوفي فقير جو هڪ ٽولو جهمر هڻندو، ڪافيون ڳائيندو، اچي ٿو لنگهي.)

(پردو چڙهي ٿو)

ڪافي سر گجري

اوڏانهون آيا مون ڏي عتاب اباڻن جا،

١ - هي ڏينهن ويڙئي وسري،

تو ڏينهن اتي لايا وه مون ڏي

٢ - ياد اسان کي چو ڪرين،

مَنُ ڀانيئي مايا .... مو ڏي

٣ - ڏينهن اسان ريءَ گذري،

ويڙئي اجايا ... مون ڏي

٤ - گهٽا مينهن ملير ڏي

٥ - تنهنجي ڏسڻ لاءِ هِن،

سانگي سڪايان .... مون ڏي

٦ - سائين "سچو" سِڪهڙا،

مون کي مارو ملايا .... مون ڏي

(پردو ڪري ٿو)

## ائڪٽ پهريون                پردو نائون

(ميرپور خاص ۾ عرضي نويس عبدالله خان جي آفيس. عبدالله پاڻ ۽ ٻہ ٽي ٻيا ويمي ڪمپنين جا ايجنٽ ويٺا آهن. هڪ ميز ۽ چار ڪرسيون پيئون آهن. مس، قلم، ڪاغذ، ٽائيپ رائيٽر وغيره موجود آهن. عبدالله خان ۽ ايجنٽ پاڻ ۾ ڳالهيون ويٺا ڪن. ايجنٽن کي

انگريزي ڊريس پيل آهي. ٽوپلا سندن ميز تي رکيا آهن.)
عبدالله خان- هاڻي شايد ويمن جو به چاڙهو ڪونهي؟
ايجنٽ پهريون - نڪو، پرو پوزل ئي ڪونہ ٿو ملي. شروعات ۾ سي ڊوَ هئا. هاڻ تہ آهن سُڄ جون سٺون، پينگ جون ڳٽيون! ڇا ڪجي؟....... ڪئنال اسسٽنٽ جي عهدي تان برطرف ڪيو ويس، تہ اول مُنجهي پيس تہ هاڻي گذر ڪيئن ٿيندو، پر پر ماتما جي دعا سان ايجنسي ملي، ۽ گنج لڳي ويا.
عبدالله خان - هائو. پتا پاڙا ڊبل ۽ گشت جام؟
ايجنٽ پهريون - هاڻي اها رونق ڪانهي. ڪمپنين بہ ڪئي آهي سختي. مڙئي پيا گاڏو گهليون. هينئر زور آهيو اوهين عريضي نويس.
ايجنٽ ٻيون - (همراه ڪي سُر ملائي) هائو، جهيڙن جهٽن جون درخواستون، خط، مني آرڊر، اپيلون، مطلب تہ موج لڳي پيئي اٿانوَ . ربيا بہ - چار سؤ مهيني ۾ کهڙي ڳالهہ آهن! وڏي ڳالهہ آزادي. پنهنجي آفيس ۾ بهاري ڪيو وينا آهيو.
عبدالله (کلي) - نڪو. پر ايڏا اپراسا هينئر آهن ڪٿي! رڳو شڪر آهي جو ڪنهن جي محتاجي ڪيڏي ڪانہ ٿي پوي. ڪوڙ سچ ڪيو، مڙيئي پيٽ ڪڍيو وينا آهيون.
(اتي چنيسر اچي ٿو. ڊچندو ڊچندو نئڙي سلام ڪري ٿو. )
عبدالله - ابا، ڪيئن آيو آهين؟
چنيسر - سائين، ڏوڪريءَ ڪي ٽرين سنيهو ڪرڻو آم. ماڙهو ٿا چوَن تہ تون سنيهو موڪَلي ڏيندين
عبدالله - هائو. اتي ويهہ تہ ڪم لاهيونٿا.
(چنيسر هيٺ ويهي ٿو.)
ٻيئي ايجنٽ - چڱو دوست. (کلي ) هاڻي توکي آهي گراهڪي اسين اٿون ٿا.

(ٽوپلا پائي اٿن ٽا تہ چنيسر ڏچي وڃي ٿو.)

چنيسر - ٻچين، هي ڪير ها؟

عبدالله - مٿان ٽريو آهين؟

چنيسر - هائو جيئين.

عبدالله - وڏو ڪماني ڀڏو اٿيئي؟

چنيسر - هائو سائين،

عبدالله - هو جيڪو ٿلهڙو هو، سو ڪماني هوءِ

چنسير - هان ، ڪماني صاحب! ڀلا هو بدن جو لانيرو جوان ڪير هو؟

عبدالله - ڏپٽي صاحب.

چنيسر- (وات ۾ اڱر وجهي) ڊِپيٽي؟ پر توجي تہ ڏاڍي هلندي آهي. اسان جي ٽر پاسي اچن تہ نر پڪي هڪالجي وڃي! تو وٽ پاڻ هتي هلي پيا اچن!

عبدالله - اسان جا تہ دوست آهن. تنهنجو نہ ڪڏهن ڪو ڪم پوي، تہ اسان کي چئج تہ هڪدم لاهي ڏينداسين. هاڻي ٻڌاءِ خبر، ڇا ڪيئي؟

چنيسر - سائين . ٻچڙا ٽا مرم بک. ٻہ- ٽي چنڊ وهيو آهيان، تڏهنڪجهہ ڏوڪڙ ڪمايا آم. ڳوٺ ڪنان دودو آيوآهي: چي، ڏوکر بہ موڪَل ۽ حال احوال بہ سڻاءِ. هاڻي اهڙو ڪو بلو ڪري ڏي، جو مڙيئي ڪا سڌ سماءُ پوئي. توکي الله سائينءَ هٿ جس ڏنو آهي. توجي هٿ وس سڀڪين آهي.

عبدالله (ڪنڌ ڌوڻي) هائو هائو. تون ڪوبہ خيال نہ ڪر. مون کي ڏي ڏوڪڙ.

چنيسر - (نورو ڇوڙي پئسا ڪڍي ٿو ڏئيس) اجي. عبدالله - (ڏوڪڙ ڳڻي) هي تہ مڙيئي ويهہ رپيا آهن؟

چنيسر- ڪيترا؟

عبدالله – ويھہ

چنيسر – چگو ويھہ ئي موڪليِ ڏي.

عبالله – پلا حال احوال بہ موڪلبو نہ؟

چنيسر – هائو سائين، اُو تہ سڀ ڪان مهند.

عبدالله – انهيءَ لاءِ خط تي پئسا لڳندا تين پئسي وارو موڪليندين، ڪي سوا آني وارو؟

چنيسر – سائين، جيڪو مهند پڇي سو موڪلَ.

عبدالله – (پنهنجي منهن) آهي تہ ڪو صفا بيوقوف ، گذريل سارو هفتو گراهڪ ڪونہ آيو آهي. اڄ ٻيڙائي پار آهن. (چنيسر کي) چگو، رک خدا تي. (ڪاغذ ڪٽي لکڻ ويهي ٿو) چا لکان؟

چنيسر – سائين کي چوڻان ڏوڪريءَ کي لک تہ چنيسر ٿو چوئہي تہ دودي کان سنيهو مليو. روئڻ اچي ويوءُ (ائين چئي سچ پچاٽي روئي ٿو) هاٽي انگريچ هٽ ويھہ روپيا بہ ٿو منجان. پيا بہ ڏوڪڙ ڪمائي، اجا چندون پيون تہ هلي ايندس.

عبدالله – (خط لکي پورو ڪري) پنو تہ ٻڌاءِ تہ خط ڪٿي پهچي؟

چنيسر – منهنجي گهرين پڇي پيو ڪٿي؟ ڏوڪريءَ کي ملي.

عبدالله – اڙي ڳوٺ جو نالو ٻڌاءِ؟

(ٿورو ترسي) ۽ ڏوڪريءَ جو نالو وٺ؟

چنيسر – ڳوٺ هميرا ٻهہ ۽ ڏوڪريءَ جو نالو جانل.

عبدالله – (لکي ٿو ۽ لفافو بند ڪري پوءِ مني آرڊر فارم ڀري ٿو). ابا جواب ڪنهن وٽ اچي؟

چنيسر تو وٽ ئي ڪٿي اچي. ٻيو مون ڪڻ ڪير ٿو سڃاڻي؟

عبدالله – (وري لکي ٿو) هان وٺ هيءُ ڊگهو ڪاڳر (مني آرڊر فارم ڏيئي ٿو)، سو ڏجانءِ (اشارو ڪري) سامهون وڏي ٽپال ۾ ، دريءَ واري منشيءَ کي. هي پئسا (موٽائي) بہ ڏجانس تہ توکي هڪڙي ڪاڳڙ چٽڪي ڪڍي ڏيندو. اُها آهي پئسن جي

رسيد، سا ڪجانءِ سوگهي.
چنيسر – سائين، ڪو ماڙهو ساڻ گڏي ڏيـينم تہ هفيس هلي ڏيڪاريم.
آءُ الله جو سونهن، ڏران ٿو.
عبدالله – چڱو چڱو! (هڪڙي واٽ ويندڙ ماڻهوءَ کي سڏ ڪري) مستر،
ٻلائي ڪري هن غريب کي تہ پوسٽ آفيس ڏيکار جو.
(چنيسر کي) اڙي اٺ، هن مستر سان گڏيو وڃ.
(ٻئي روانا ٿين ٿا)
عبدالله (مرڪي) هاڻي ڪٿي ٿي همبرا ٻَهہ، ڪٿي رهي جانل؟ ٽر ۾ بہ
ٿا مني آرڊر ۽ خط پهچن! ڪير وينو جاهلن سان متو هٽي؟
جاهلن جي ڪمائي ........
(پردو ڪري ٿو)

## ائڪٽ پهريون — پردو ڏهون

(ميرپورخاص جي شهر جي ساڳي گهٽي صوفي فقيرن جو ٽولو
ڪافيون ڳائيندو جهمر هٽندو، ورندو اچي ٿو لانگهائو ٿئي.)

### ڪافي

لڙهہ لهرين ۾ لڙهيو وڃان ٿي،
مئيءَ جي مدارت ڪج ڪا، ميهارا!
١ مون ٻانيون ڪو ڪنديس ميلو،
وچ درياءَ ۾ ٻُريم پيلو،
لهرون لنگهي ويون لک هزار، لڙهہ لهرين ۾
٢ – مئي جي مارڻ لاءِ واڳو وري آيا،
قوت ڪرڻ لاءِ مڇ مڙي آيا،
سوا لک سنيري آيو سيارو، لڙهہ لهرين ۾
٣ – عشق اوهان جي آنديسر، وڙاهہ ۾،
دلو ٻري پيم وچ درياهہ ۾،
ڪرم لکئي جو، ڪونهہ ڏوهہ ڪنيار، لڙهہ لهرين ۾

۴ - سٽج درياءَ وچ مٺيءَ جون دانهون،
پرت منجهارون اڇج او راهون،
ماڙيءَ ۾ ٿو چوي "منٺار" لڙهه لهرين ۾
هڪڙو فقير - يارو، شاهه صاحب سچ ٿو چوي .
آدمين اخلاق، مٺئي مناٺو ڪيو،
ڪونه ڪائي ڪنهن جو سندو ماٺهوءَ ماس،
دلبر ! هن دنيا ۾ وڃي رهندو واس
ٻيو سڀ لوڪ لباس، ڪو هڪدل هوندو هيڪڙو.
ٻيو فقير - حق ! سائين حق!
يار سڃائي سيڪو جاني زباني،
آهي آساني، ڪم پئي تي ڪل پوي
ٽيون فقير - ياراڻي به ڪهڙي وڃي رهي آهي؟
ياراني يارن جي پاٽي تي پيئي،
جهليسون ٻڪن ۾، وٿين ڪون ويئي
چوٿون فقير - اسان اهي ئي، نوڪر تنهنجي ناںءَ جا.
پهريون فقير - حق! حق!
ٻيون فقير- پوءِ قبلا! زمانو نيٺ سڌرندو، ڪين بنهه بس؟
پهريون فقر - الله گهريو آهي ته نيٺ سڌرندو.
ٽيون فقير - نيٺ به حضور ، ڪڏهن؟
پهريون فقير - جڏهن لوڪن ۾ ساجهه ايندي؟
چوٿون فقير - اها به صاحب، ڪيئن ايندي؟
پهريون فقير- ماٺهن جا جڏهن من ڪلندا.
ٻيون فقير - انهيءَ جو اُپاءُ؟
پهريون فقير - عام لوڪن مان جهالت نڪري.
ٽيون فقير - بابا سائين، هتي ته ماجرائي ٻي لڳي پيئي آهي. ڪو چار اکر سکي ٿو ته اباٺي ڪرت ڪرڻ کان ڪٽس عار پيو لڳي.

چوٿون فقير – اکر ڪين ٿو سکي، الله ٿو منجهنس اڙي!

پهروين فقير – هائو! هائو! پر هاڻ ڪو مڙيوئي وسوارن کي عقل آيو ٿو ڏسجي. ٻڌجي ٿو ته انهيءَ ڏس ۾ سندن صلاح آهي ته لوڪن کان سندن اباڻا ڏنڌا ڏاڙيون ۽ ڪسب ڪاريون ڇڏائجن نه، پر پنهنجي ڪرت ڪار ۾ هو رُڌل به پيل رهن، انهيءَ سان گڏ اکر به پيا سکن.

ٻيا تيئي فقير يارو، حق! حق!

(پردو ڇڙهي ٿو)

## ائڪٽ پهريون — پردو يارهون

(ميرپور خاص جي پوسٽ آفيس، ڪلارڪ اندر دريءَ وٽ ويٺو آهي. دريءَ جي ٻاهران آفيس جي آڳنڌ ۾ پنج ست سنڌي ويٺا آهن.

چنيسر ڊڄندو، وائڙن وانگر اچي ٿو. چنيسر ڪلارڪ جي سامهون بيهي سلام ڪري ٿو.

چنيسر – (ڪلارڪ کي ) هي ڪٿ ڪٿي ڦٽو ڪريان؟

ڪلارڪ – بابا، اهو سامهون پٽ ۾ دٻو ڪٽل اٿيئي ان ۾ وجهه.

چنيسر – (دٻي ڏي وڃي ٿو ۽ ڪلف لڳل ڏسي وري موٽي ٿو ۽ ڪلارڪ کي چوي ٿو) سائين هن کي قفل لڳو پيو آهي، ڪنجي ڏيئه ـينم ته کوليان؟ (بيٺل ماڻهو کلن ٿا).

ڪلارڪ – (مرڪي) اڙي بيوقوف، متان ٽريو آهين؟

چنيسر – آنهه آنهه.

ڪلارڪ – آڙي آنهه انهه ڇا؟

چنيسر – سائين چوڻان ٿو ته بروبر ٽريو اهيان.

ڪلارڪ – بابا، اهو کولبو ڪونه. متان ڇير مانئي خط لنگهائي ڇڏ.

هڪ ماڻهو. اڙي، مون کي ڏي ڇريا! (چنيسر عجب ۾ پوي ٿو.)

ڪلارڪ – هيو ڇا ڪيئي؟

چنيسر - مون کي ڏي اهو فارم ۽ پئسا.
چنيسر (پئسا ۽ فارم ڏئي ٿو) سائين، هي وٺ. الله جو سونهن! موڪلين اهڙو سگهو، جو بنهه اڄ ئي وڃي پڄن. ٻچا ٽا ٻڪ مرنم!
ڪلارڪ- ٻچا ڪنهن جا؟
چنيسر- مونجا، ٻيو ڪنهن جا؟
ڪلارڪ - پر هي پئسا ته عبدالله عريضي نويس ڏي ٿا وڃن؟
چنيسر - (ڀُڻڪار ڪري) انهيءَ ته لکي ڏنو آم.
ڪلارڪ - پئسا به ته انهيءَ کي ملندا نه؟
چنيسر - سائين، ڳالهه کي سمجهين وري ڏوڙ ٿو!
چوم ته انهيءَ ته لکي ڏنو آم، پئسا ويندا ڏوڪريءَ ڏي.
ڪلارڪ - اڙي ٻوڪ، ڏوڪري تي لاڙڪاڻي ضلعي ۾، هي ته لوڪل مني آرڊر آهي. چوين نادان ڇا پئو؟
چنيسر - ڏوڪري مانجي ڳوٺ گهرين وڻي آهي. تون وري کهڙي ٿو چوئين!
ڪلارڪ - (تيسين رسيد لکي وٺي ٿو ۽ مهر هڻي ڏئيس ٿو.) هاڻي وٺ رسيد، مٿو نه کاءُ جنهن جا هوندا تنهن کي پاڻيهي ملندا.
چنيسر - (رسيد وٺي) هاڻي پئسا سگها پڄائج، اي ڪج ڀلائي.
ڪلارڪ - پئسن ڪان تون ڇٽين، وڃي ٻيا ڪماءِ.
(چنيسر رسيد کي ذري ذري پيو ڏسي. ذري بعد اها پٽڪي جي پلاند ۾ ٻڌي ٿو. اتي وري ٻيو ٿو پور پويس، سو رسيد پٽڪي مان ڇوڙي، اتي بيٺلن مان هڪ کان ٿو پڙهائي.)
چنيسر - (رسيد هٿ ۾) سائين هي ڏسي سڻاءِ ته ڇا لکيل آهي؟
ماڻهو - (رسيد وٺي) ويهه رپيا عبدالله عريضي نويس کي ميرپور خاص ۾ پهچن.
چنيسر - (کلي ٿو) شاباس هوئي ويچاري کي! او نه لکي ڏئي ها ته ڪم ئي ڪونه ٿئي ها. (ماڻهوءَ کي ) ڀلا ٻيو ڪو ڏوڪريءَ جو نالو به لکيل آهي؟
ماڻهو - ٻيو ڪجهه به لکيل ڪونه آهي پر ميان اتي جو اتي پئسا ڏيڻا هوءِ ته روبرو نئي ڏنئي! مني آرڊر ڪميشن ويهي ڀري اٿئي؟

چنيسر - (ابتو سمجهي) هئو سائين، اتي جو اتي ويچاري ڪم ڪري ڏنو. ويرم ئي ڪانہ لڳي.

ماڻهو - مان چا پيو چوان، تون چا پيو بڪين؟

چنيسر - نہ تہ ، الله جو سونهن ! سچ ٿو چوئان؟ ڏاڍو ناهو ڪو ماڙهو آهي. ائين وڏن شوهرن ۾ ڪير ٿو ڪنهن سان ڀلائي ڪري!

ماڻهو - چڱو، نتو سمجهين تہ جند ڇڏ. وٺ پنهنجي رسيد ، ٻڌ پٽڪي سان.

(چنيسر رسيد وٺي وري پٽڪي سان ٻڌي ٿو. پوءِ آفيس جي ٻاهران رستي تي ويهي سلفي بہ ٺاهي پيئي ٿو، ۽ ڳائي بہ ٿو.)

عمر اڃا ڪپڙا ڪاٽيارون ڪيئن ڪن!
جنبي جا ٿرن ۾ ور ٿا، ويڻ سهن،
هوءَ جي حق پچن، سي ڪيئن ستبون سومرا! الو، الو.

عمر اباڻي ڏيهہ ڏي اندر ٿي اڪير،
مونکي مارن ميڙين سومرا سڏير
ساڻيهہ ۾ سرتين سان ٿل ڪليو پيان ڪير،
الله لڳ امير، ڪڍ بنديائي بند مان. الو الو.

(ڪلي) واه ڀيلي، ڏوڪريءَ ڪي بہ ويهہ روپيا وجي هٽ ۾ جڙندا تہ پوءِ ڀلو ڀلو! حال تہ ڪشيءَ مان اٿي جهمر هڻندي. پئسو بہ گم تار آهي وو، ڏک سور بہ هيڪر تہ ويندس وسري. باقي ڀيلي، مان ڪي سو ياد ڪِندي هوندي. اڙي راضي شاهہ ڪا وطن تي واڳ وار!

(وري ڏوهيڙو ڏئي ٿو)

واجهائي وطن ڪي ساري ساهہ ڏيان،
هيءُ سر ساڙيهہ سامهون منهنجو نج ميان!
مقاميائي ماروين، وجي ٿر ٿيان،
ميائي جيئا، جي وجي مڙهہ ملير ڏي . الو ميان

(ڊراپ سين)

## ائڪٽ ٻيون پردو پهريون

(ٿر ملڪ ۾ چنيسر جو ڪڪائون چونئرو، چنيسر جي ڏوڪري جانل، چمار جي وڏڙي، وار اڇا، مٿي تي ڦاٽل ملير، ڪلهن ۾ ڇنل ڪتل گج، هيٺان پراڻو پڙو، ڏڌ ٻه ويٺي ولوڙي ته ڳائي ٻه پئي. ٽي ننڍڙا ننيڙا گدلا ٻار، انگ اگهاڙا، پيٽ ٻکيا، هڪ ٿي رلي ۾ ويڙهيا، منهن سندن ٻاهر، ستا پيا آهن.)

### راڳ

١ – سارو ڙي ، سيارو ، مون گندي ۾ گذاريو،
مون کي تان رليءَ جي رولاڪي ماريو، ڙي!
ڏاتيڙا ! هيلو ڪو وري آ.
٢ – ٻَٽ جي سامياٽي، ڏٽ جو ڏاتيڙو،
مون کي آڏيءَ ڙي گوڏيئڙو وٽيو، ڙي!
ڇورا هيلو ڪو وري آ
(٣) گو تان ڏيکو، سو مولهي تان مالهيءَ جو،
سو تان موڙي منجهه مرندو ڏسان، ڙي!
جاني! هيلو ڪو وري آ.
۴ – ست تان ساميانون، پاٽيءَ تي هليون ڙي!
سمل تان سامياٽي ڳوڙها تي ڳاڙي، ڙي !
مٺا ! هيلو ڪو وري آ.
٥ – هرٽي گهوڙي تان هارون پليءَ جي،
نوَ نَريون تي ڪڏي، ڙي !
ڇورا! هيلو ڪو وري آ.
٦ – سايون ڙي، ڪانچون مان سامين جون ساريان ڙي!
مون کي تان ڪنيرو گوڏيئڙو وٽيو، ڙي!
ڏاتيڙا ! هيلو ڪو وري آ.

جانل (ساهي پٽي) ادي، دودي کي وئي به ڳچ ڏهاڙا ٿيا کبر ئي ڪانهي تہ حاجيءَ جو پيءُ هت آيس جان ڪونہ ؟ اجا تائين تہ اسان ڏي ڪوڏي ڪونہ مڪائين. هاڻي تہ ٻاجهري پہ ڪپي ويئي آهي. رُکي سُکي ماني بہ ٿئي ٿي بند. ٻچڙا بکن ۾ ٻاهہ پيا ٿين. مال وجي مرندو. الاجي ڪهڙو حال ٿيندو؟ وري الله سائين! ڪو حال ڏسي پال ڪجان، ٻيو اسان مشڪينن جو تو بگر نہ ڪو اجهو نہ ڪو آسرو!

(ٽيئي ٻار ننڍ مان روئي اٿن ٿا. ۽ ماءُ کي ٽيئي چنبڙي ڪيس پٽيءَ تي ڌڪ پيا هڻن)

هڪهڙو - امان، بک، لولو ڏي

ٻيو - امان بک لسي ڏي.

ٽيو- امان بک مکڻ ڏي.

جانل - (ٻارڙن کان پاڻ ڇڏائي ) مُنيءَ کي ڪُٽيومَ. ججهيون مانيون ٻچن کي آءُ قلبان وڃان! اجها ٿي دانگي چاڙهي پٽن کي لولو پچائي ڏيان.

(اتي عالم اندر اچي ٿو )

جانل - (عالم کي) ادا، ڪش، چڱو ڀلو؟

عالم - ادي تون تہ ڪش آهيين؟

جانل - ادا شخرانا.

عالم - ادي، سيئي هوڪارن ۾؟

جانل - ادا عالم، مون توکي اجهو هير پي ياد ڪيو. ڳٺتين جا ڪوٺ چڙهيا پيا اهن. هاڻي تہ بک ۾ اڪيون ڏرا ڏيئي آيون اهن. ٻچا ٻاهہ پيا ٿين تہ نہ حاجيءَ پيءُ آيو، نہ وري ڪا کبر چار مڪائين. دودو پنيانس ويو، اُو بہ وڃي ويهي رهيو. سڌ ڪانهي تہ ڪهڙو حال ٿيو؟

عالم - سکيو اڄ سنڌ کان آيو آهي . دودو گڏيو هوس . چوين تہ چنيسر کٽ بہ لکائي مکو آهي. ۽ ڏوکر بہ انگريچ هٽ ٻلتي

ڪري مُڪا آنس. آن ڳن ڪين مليا اهن ڪ؟
جانل - اسان کي ڪونہ مليا اهن. ڪير آٽي ڏيندو؟
عالم - انگريج جا ماڙهو آٽي ڏيندا، ٻيو ڪير؟ تيئي ٻار - (ماءُ کي گنديءَ کان ڇڪي ) امان بک ! اما بک!
جانل - ابا، الله بکون لاهيندو. (آٽي ٻاتوڙي مان ٻاجهريءَ جي مانيءَ جو ٻارو ٽو تڪرو آٽي ڏئين ٿي) هان، ٻچا هيءُ وجي کائو. اجهي تہ ڏوڪڙ آيا! ٻوءِ داٽا گهرائي پٽن کي ڍير مانيون پچائي ڏيندس. (عالم کي) هتي تہ نڪو آيو انگريج جو ماڙهو. نڪا آئي ٻي پهر. اسين تہ پئسن کي چنڊ وانگر پيا نهاريون. اهڙو سٽائو واءُ تہ الاجي ڪڏهن لڳندو؟ دعا ڪيج.
عالم - الله جي دعا ٿيندي. چاڪر ٽو وڃي سنڌ کي. انهيءَ کي چوئي ٿا چڏيون تہ دودي کي ڳولي چنيسر کي نياپو ڪري تہ پئسا اسان کي ڪونہ مليا آهن. ڪو سگهو گس ڪر، نہ تہ هاڻ هيٺن جو حال ڪونهي.
جانل - ادا، الله توجن ٻچن ۾ سگهہ وجهندو! ڪو اهڙو بلو ڪج. چاڪر کي وجي نياپو ڏئي، متان نڪري نہ وڃي.
عالم - نہ نہ، چاڪر ڏينهن لڙئي نڪرندو، پر آءُ هير ئي وجي ٽو سمجهائي اچانس. (عالم جو هڪڙو پير اندر ٻيو ٻاهر آهي تہ متان چاڪر ٻاڻ اچي ٽو سهڙي)
چاڪر - ادا، سلام ماليڪم.
(هڪٻئي کي ٻاڪر پائي گڏجن ٿا ۽ ٻاڪر ۾ ئي هڪٻئي کان خبر چار پڇن ٿا)
عالم - ادا، ڪش ؟
چاڪر - شخر آهہ.
عالم - چاق؟
چاڪر - الله جي مهرباني.

عالم – متارا، جوڙ؟
چاڪر – لائق رب جا.
عالم – آسودا؟
چاڪر – سيئي ڪئير! عالم، تون ڪش؟
عالم – ادا، مڙئي شخر
چاڪر – متارو جوڙ؟
عالم – الله جي مهرباني.
چاڪر – آسودو؟
عالم – رب جو فضل.
چاڪر – ٻيو مڙوئي ڪير؟
عالم – ادا سارو ڪئير.
(تنهن وچ) ۾ هڪبئي جي ياڪر ڪان نڪتا آهن ۽ ڪانيءَ ڪيڏي تڏي تي وينا آهن.)
چاڪر – ادا عالم، ڏي ڪبرون چارون.
عالم – ڪبرون مڙئي ڪئير. وينڙا الله ڪريون . اڄ آيس هتي چنيسر جي گهرين. ڏوڪڙي ويچاري بنهه مري ٿي . سو اهيس ته تون وجيين ٿو سنڌ ڪي. سو مون ڪن ڪِيئين ميڙ منٿ، ته چاڪر ڪن وجي سنيهو ڏي ته چنيسر ڪي چُوئي ته تو جو نڪو اسان ڪي مليو پئسو، نڪو پنجڙ. اسان ڪي ٻڪن بيحال ڪري ڇڏيو آهي. چگو جو ياد ڪِندي تو پاڻ اچي هتي نڪتين، نه تم آءٌ تو ڪن پي آيس.
چاڪر – عالم، مون ته سو آهي ته چنيسر ميرپورجي شوهر مٿن ڏاڍو ڏن ڪمايو آهي. پو گهرين ڪوڪين ٿو موڪلي؟
عالم – انگريچ هٿ ڪي ڏوڪڙ مڪا اهنس، پر ڏوڪريءَ ڪي ڇو ملياڻين ڪين؟
چاڪر – ادا، ملي ويندا. انگريچ جي گهران پائي ٻه نه وجي. انگريچ

شينهن ٻڪري گڏي ڦتو ڪيو آهي.

ڏوڪري- پر تون ادا، ويندي ئي حاجيءَ پيءُ کي وجي تاڪيد تہ ڪج.

چاڪر - حاضر، ادي حاضر. آءُ ويندي ئي نياپو سٽائيندو سينس. تون ڪاطري ڪر. هاڻ ڀلا موڪلايون ؟

(عالم ۽ چاڪر پاڪر پائي موڪلائين ٿا.)

عالم - ادا، ڀلي ڪرين آئين. (ٿورڙي بعد)

ادي - آءُ بہ موڪلايان ٿو.

جانل - ادا. شل ڪش هجين!

(عالم وجي ٿو تہ وري بہ ٻارڙا "بڪ بڪ" ڪري اچي ماءُ کي لڳن ٿا. هيءُ ويچاري ٻچڪارون ڏيئي ٻارڙن کي سرچائي بہ پيئي، ۽ راڳ، بہ پيئي ڳائي")

جمال شاهہ جو ڏاٽو ڏهو ٹوئو جوان ڙي،
جو ڏاٽو ڏهوئونو جوان ڙي

١ - ڏينهن لوهوئوئو تتوڙي، ميڙيو ٹوئو متوڙي،
ميڙي جو مانجهيڙو ڪونہ تي ڏسان ڙي.
جمال شاهہ جو ڏاٽو ڏهوئوئون جوان ڙي.

٢ - سرخي ڙي هي ڙي گهوڙي ڙي،
اترڙي هي ڳاڏئي سان گڏيو پيئي اچي ڙي
جمال شاهہ جو ڏاٽو ڏهوئوئون جون ا ڙي.

٣ - ناري ڙي هي ڊوري جو بابوڙو ڏسجيڙي،
سنڌ جا تڪيتيا ڪليا ڙي.
جمال شاهہ جو ڏاٽو ڏهوئوئون جوان ڙي.

٤ - ڪارا ڙي هي ڪاٻڙيا اُنن جو هو ڪاٻڙلو،
هيڪل ڙي هي پيرونٽڙا پٿيان ڙي.
جمال شاهہ جو ڏاٽو ڏهوئوئون جوان ڙي.

(پردو ڪري ٿو)

## ائڪٽ پهرين پردو پهرين

(ميرپورخاص جو هڪ شاهي رستو. دودو ۽ چنيسر ڳالهيون ڪندا اچي لنگهن ٿا.)

دودو - چنيسر، تو ڏوڪڙ ڪي گهرين مُڪا ڪونہ ؟

چنيسر - (پتڪي مان رسيد ڪڍي) هائو، ڏوڪڙ ڏنم هفيس ۾ . هي ڪا ڳڙ تڪر ڏنو اهين. ڪٽ ۾ لکي موڪليو آم. ڏوڪڙ انهي ئي ڏهاڙي ڏوڪري ڪي پهچي ويا هوندا.

دودو - نڪو ، ڪالهہ مون ڪي چاڪر گڏيو هو. ان ڳالهہ ڪِي تہ نڪو مليو آهي ڏوڪڙ، نڪو رسيو ڪو ڪٽ. ٻار بچا هاڻي بکن بيران ڪري چڏيا اهن.

چنيسر - الله جو سونهہ، مون ڪي منشيءَ ويچاري ڪٽ بہ لکي ڏنو ۽ ٻيوبہ ڪاڳر ڪري ڏنائين. ڏوڪڙ پنهنجي هٿين انگريچ جي گهرين پهتا ڪري آيو آهيان. انگريچ پئسا ڪائي ويندو ڪِ ؟ منشي صاحب ڏاڍي هلندي وارو اٿئي. ڪماني، اسپيٽر ۽ ڊيپٽي بہ سندس سلامي اهن. آءٌ تو وچي چوئانس تہ ڏوڪڙن جو گس ڪري، ڏوڪڙ مون ڪي واري ڏي.

دودو - تڏهن وارو ڪر. متان پاڻ گريب مارو ماڙهو، پانجي پيرن جي پيهہ مورهين چٽ نہ ٿي وڃي! ٻيو ڪم ڦٽو ڪري پهرين منشيءَ وٽ وڃ وو! چنيسر - هائو. پئسا ائين چاڻ جيئن مانجي گيندي ۾ پيا اهن وو! منشيءَ جا مون آزمودا اکين ڏٺا اهن. منهنجي حق حلال جي پورهئي جا ڏوڪڙ. دودا، ڪو ٿا وڃن؟

(دودو هڪڙي پاسي ڪان، چنيسر ٻئي ڪان نڪري ٿا وڃن)

(پردو چڙهي ٿو)

## ائڪٽ ٻيون پردو ٽيون

(عريضي نويس عبدالله جي آفيس، عبدالله ويٺو آهي.. پوسٽمئن مني آرڊر ڪٽي اچي پيو، اچا پري آهي تہ عبدالله کيس ايندو ڏسي چوي ٿو.) عبدالله - آيو، ٻيلي آيو. ڪراچيءَ جي آل انڊيا نمائش ڏسڻ لاءِ هڙ ۾ ڏوڪڙئي ڪونہ هو. ها، ها، ها. (کلي ٿو) حال تہ انهن ڏوڪڙن مان گهمي ٿا اچون ڪراچي، ڇٽ دانهين آيو تہ انهيءَ سان .......

(ايتري ۾ پوسٽمئن اچي ٿو ۽ عبدالله کي چوي ٿو.)

پوسٽ مئين - سائين، اوهانجو مني آرڊر آهي.

عريضي نويس گهڻي جو آهي؟

پوسٽمئن - ويهن رپين جو.

عبدالله - هائو، چنيسر موڪليا هوندا. پنجاهہ رپيا اڌارا وٺي ويو هو، جن مان هيءَ پهرين قسط موڪلي اٿس.

پوسٽمئن - پر هيءَ تہ لوڪل مني آرڊر آهي؟

عبدالله - ها ها، ڇٽ جي پٽ کي روبرو ڏيندي ڊپ ٿو ٿئي تہ متان سڀ پئسا نہ گهرانس.

پوسٽ مئن - خير، صحيح ڪري ڏيو.

(عبدالله مني آرڊر صحيح ڪري پوسٽمئن کي ڏئي ٿو، ۽ پوسٽمئن ويهہ رپيا عبدالله کي ڏيئي وڃي ٿو.)

عبدالله - ياڳين جا ياندا سدائين ڀرپور! جيستائين جاهل جيئرا آهن، تيستائين تہ بک ڪانهي، پوءِ بہ ڏٺو ويندو. خدا رزاق آهي. (ٿورو رڪي) پر سنڌ جي تعليمي وزير بہ باهہ ٻاري ڏني آهي! چي، ڇٽن کي زوريءَ پاڙهيو. اهو خيال ڪونہ ٿو پويس تہ "آءٌ رئيس تہ تون بہ رئيس تہ گڏهہ ڪير هڪليندو !" کيس تہ پرواهہ ڪانهي پر ٻين غريبن جي روزگار جو تہ ڪو ويچار ڪري! اهي جي ڇٽ پڙهيا تہ اسان ٻارن جو گذر ڪيئن ٿيندو؟ مطلب وزير صاحب اچي سفيد پوشن جي پنيان پيو

آهي. (وري ٿوري دير بعد) خير، رکي خدا تي. اسين پنهنجي مانيءَ ۾ پاٺهي ڪونہ ويهي زهر وجهنداسين. وزير صاحب تہ پنهنجي پير تي پاٺهي ٿو ڪهاڙو هڻي.

(ڪلي ٿو تہ مٿان مورند واٽيو اندر اچي ٿو.)

مورند - ڪانصاحب سلام.

عبدالله - پائي صاحب، رام رام. ڀلي آئين! ويهہ.

مورند - سائين پنهنجي منهن ڀيا ڪلو؟

عبدلله زماني جي حال تي ٿو ڪلان.

مورند - هائو سائين، جمانو هينئر آهي بہ عجيب ! (ٿورو ترسي) سائين، اسان جي ٿورڙي رقم رهيل آهي سيڏي واري .

عبدالله - (شاهن وانگر) هائو. گهڻي آهي؟

مورند - فقط چار رپيا پوڻا تي

عبدالله - حاضر. هاڻ وٺ پنهنجي رقم. (پئسا ڏئيس ٿو). ٻيو بہ ڪوڪم؟ پر اوهين واٽيا ڏاڍو ٺا اسان ڪامورن کي ڦريو. اسين حق حلال جو پورهيو ڪري پئسا ڪمايون، قلم اسان جي ڪلهائي چني چڙيا آهن، اسين آٽيون چنيءَ چڪيءَ ، اوهين واٽيا ڪٽي وجو هڪ ئي ٻڪيءَ. ها، ها، ها. (ٺهڪ ڏيئي ڪلي ٿو).

مورن - سائين، اسان کي ڦرڻ لاءِ جاهل ڪتا آهن، جو اوهان هفيزرن کي ڦرينداسين؟ اوهين پڙهيل ماڻهو اسان کي ڀهرين ڦرڻ ڏيو چو ٺا؟ اگهہ تہ اگهہ، چبي چيٽي، پيچڪ ڏسي، پوءِ ڏيو. تور ماپ ۾ بہ پاءُ - اڌ سنوالو ونی چڙيو. پوءِ بہ ڦريون اسان واٽيا ٺا؟ اوهان مان سائين، اسانکي کهڙي هوند، کهڙو شخر صاحب سگهہ وجهي اڻ پڙهيلن ۾ ! شل ويران وير هجن وڏ! جيئن وٽيئون، تيئن پيا ڦريون: اگهہ ۾، تور ۾، قرجن ۾، وياجن ۾، اسان ڪان هڪ دفعو فقط پنجاهہ رپيا قرج سو ڪٽن، پوءِ ستن

پيڙهين سوڌو بہ ڇو ٿا ڇتن؟ وياجن تي وياج چاڙهي، آڱونا هٽائي، اهڙو ٻڌي ڇڏيون، جو وتن ڏيکندا.

عبدالله - پر پائي، ڪا ٻي خبر ٻڌي اٿيئي؟ هاڻ ٻهراڙيءَ جي ٻالغن کي بہ ٿا پڙهائين!

مورند - هائو، هاٺوڪو وجير جيڪو آهي. اها ٻاهہ اُنهيءَ ٻاري آهي واهگرو! جي اهي ڇٽ ليکي چوکي ۾ پڙ ٿيا تہ پوءِ اسان واٺيا ٽپر ٻڌون. اسان جو گجر آهيئي انهن ڪولهين، ڀيلن، مينگهواڙن ۽ مشلمانن تي. اُهي ڪمائين، اسين کائون. گجب تہ اهو آهي، جو اسان جا پائيند جيکي وجير آهن، اهي بہ ڳالهہ کي نٿا سمجهن. اُهي بہ ڇتن جي پڙهائڻ ۾ راجي! ووٽ ڏئي موکليوسون تہ مرڳ ٿا ڪن ديش سان دشمني. انهيءَ کان سنڌ ڌار نہ هئي تہ ڀڳو هو! جميندارين تہ هٿ کري ويا هئاسين.

عبدالله - پر، اهي سور تہ اسين بہ اڳيئي اوريون وينا آهيون. پر پائي، ڇا ڪجي؟ هن سرڪار جي ايامڪاريءَ ۾ پڙهيلن مٿان آهي پادر، ٻاقي ڇتن ۽ هارين جو اڇي ٻاڳ وريو آهي هريجن جا اسڪول پيا کولين، جاهل هارين کي پيا پاڙهين. کن الاجي ڇا پيا!

مورند - (هجو طور) انهيءَ ۾ پنهنجي نيکي ٿا پائين! پاٺهي ڇپيندا ۽ ڇاشون لهندا. اسان جي ماٺ پاٺهي هٽي هند ڪندي، پر سائين، هيءَ مزي جهڙي ڳالهہ ٻڌو؟

عبدالله - ٻڌاءِ، ٻڌاءِ.

مورند - سائين، ڪالهہ ٻن ديوانن کي ڏٺم. پاڻ ۾ پئي سور اوريائون. چون پيا تہ اسين زور ڪري ٽيڻداسين والنٽيئر، پوءِ ڳوٺن ۾ وڃي ڇتن کي چونداسين تہ اوهان کي پڙهائي جنگ ۾ موڪليندا.

عبدالله – (ڪلي ٿو) واهه جي ڳالهه ڳولهي اٿن ! ڇتن اها ڳالهه ٻڌي ته پوءِ ماستر به موڇڙا ڪائي موٽندا!

مورند – ها ها، هاڻ اچي پاڻ ۾ لڳي اٿن. چڱو ڀلا، هاڻي رام رام. اٿون دير ٿي ٿئي.

عبدالله – چڱو، ڀلي آئين.

مورند – وڃي ٿو ته چنيسر ندر اچي سلام ڪري ٿو.

عبدالله – ميان چنيسر ڪهڙي خبر؟

چنيسر – سائين ٽران ماڙهو آيو آهي. پئسا ڏوڪريءَ کي مور ڪين مليا اهن. ٻچڙا ٿا بک مرن. (پتڪي مان رسيد ڇوڙي ڏئيس ٿو) تو ته مون کي چو هو ته ڪاڳر چٽڪي ملنديءَ، سا سوگهي رکج، سا مون سوگهي ڪي آهي. ڏس ته ڪڇاڙو لکيل آهي؟

عبدالله – ويهه رپيا لکيل آهن ته جانل کي ملن هميرا ٻَهه ۾ ڇو، ڪونه مليا اٿس؟

چنيسر – (ڳتڪار ڪري) دودي ڳالهه ڪي ته سنيهو آيو آهي، اجا ته هڪڙو ٽامي جو ٽڪو به ڪونه جڙيو آهي.

عبدالله – چڱو، فڪر نه ڪر. پئسا ڪين ويندا. هيءَ رسيد رکان ٿو پاڻ وٽ. اها موڪلبي مٿي. درخواست لکي اماٿبي سپريڊنٽ کي، پوءِ پئسا ملي ويندا. گم ڪين ٿيندا، خاطري ڪر.

چنيسر – سائين، شل ٻچن مان لک ٿينديءِ ! آءٌ توجو ٿورو ڪين ڀلبس. من ڪڏهن ڀلي ڳيهه جون ڏوهه – ٻارهن ٽيريون آٽي ڏيين.

عبدالله – هاها، رک خدا تي، مڙيئي چڱي ٿيندي. (تڪلي لڳل ڪاڳر تي ڪجهه لکي ٿو.) هاڻي ويجهو اچ ، کپو آڱوتوڪڊ. (لکيل ڪاڳر تي آڱونو هٽائيس ٿو.) آڱونو تڪليءَ جي مٿانهڻ. (صحيح ٿيل ڪاڳر ويڙهي سنيال سان ڪيسي ۾ وجهي) هاڻ تون ڇٽين وڃي پنهنجي ڪم هاج تي لڳ، پئسا پاٽيهي وڃي جانل کي ملندا.

چنيسر – هاڻي ڀلا ڪئير هوندءِ گريبن جو مڙئي گور ڪج! آهين بيشڪ
مڙس ملوڪ.

عبدالله چنيسر ڀيلي، تون غريب ماڻهو ڏسڻ ۾ ٿو اچين. پنن اگهاڙو،
ڏينهن تتي جو پاڻي ٿو ڀرين، اهو ڏسي مون کي قياس ٿو اچي.
هان، (ڪوٽ ڪليءَ مان لاهي) هيءُ خدا ڪارڻ وٺ، بت تي
پائي ڇڏ. (ڪوٽ ڏئيس ٿو.)

چنيسر– (ڪوٽ پائي خوشيءَ مان) ٻچن مان گنج ٿيندءِ پچائي ڇڏيي،
ڪوٽ پائي دعائون پيو ڪِندوسين، مرد بيشڪ شخي آهين.
(وڃي ٿو)

عبدالله – (پنهنجي منهن) هيءُ جٽ به خوش ته پئسا ٿا موٽي ملنم.
احمق! نادان! رسيد مني آرڊر جي به وٺي ڪئيمانس سوگهي.
ٻي رسيد به درخواست جي بهاني لکائي ورتي اٿمانس ته
پنجاهه رپيا اڌاري ورتم . هاڻي جي ڪا پڪار ٿي ته چونداسين
ته اڌارا ورتا هئائين، جنهن مان ويهه رپيا مني آرڊر رستي
[illegible] ڪليا اٿس، باقي اجا ٽيهه رپيا رهيل آهن. ٿورڙو ترسي پر
ٻيهي [illegible] ته ٿي ويئي، آرڊر ته منهنجو هٿ اکر لکيل آهي، متان
ڳالهه کلي [illegible] چون ته قرض ڏيندڙ به پاڻ، مني آرڊر لکندڙ
به پاڻ، وصول ڪندڙ به پاڻ. تنهن ڪان چڱي ڳالهه آهي جو
هٿائجيس ٽيپ ۾ ته نڪو ڪتو هجي ، نڪو ٻهي واهه ڀيلي،
ڪوٽ ڏنو اٿمانس خيرات، پر پوليس ۾ ٿو ڪريان رپورٽ
ته ڪوٽ ۾ سوا سؤ رپيا ٻتونءَ سوڌا گم ٿي ويا آهن. جمعدار
کي ڏبا پنج ست رپيا ته في الحال ته ڪوهلي کي هٿ ڪري
رکندو لاڪپ ۾، پوءِ ڏنو ويندو. (پنهنجي نوڪر، امين کي
سڏ ڪري ٿو.)

عبدالله – وڃ ٿاڻي تي جمعدار کي منهنجا وڃي سلام ڏي ۽ چوينس ته
آفيس مان پئسن سوڌو منهنجو ڪوٽ چوري ٿي ويو آهي، چور

هتيڪو آهي، جلد اچو نہ تہ چور ڀڄي ويندو.

امين حاضر سائين، (وڃي ٿو)

عبدالله – خير ، هاڻي ڪم نيڪ ٿي ويندو. رڳو جمعدار اچي سوسهِي، پوءِ پوليس آهي پئسن سان ٻڌل، ويهن ريين مان جي پنج رپيا ويا پوليس جي کيسي ۾ تہ حرڪت ڪانهي.

(اتي قلندر فقير سئن هٽندو، اچي عبدالله جي آفيس جي ڀنيي وٽ بيهي ٿو.)

قلندر – ڀلا دستگير وڏ ڪريئي، ٻنيءَ ڪُنيءَ ۾ برڪت وجهي ٿي، (عبدالله خان کي) اوخانصاحب، ڀرئي گنج مان ڪو جوڙو ڏوڪڙن جو اسان کي بہ ڏيار، وڃي ڪو وزم پاڻي ڪريون.

عبدالله – (شوکي نهاري) اڙي! ڪا مون وٽ ملڪيت ڇڏي ويو هئين ڇا، جنهن جي طلب ڪرڻ آيو آهين؟

قلندر – خانصاحب، اسين لال شهباز قلندر جا ملنگ، ملڪيتون ڇاچون! لهٽو ليکو ڪونهي، الله جي واٽ ٿا گهرون.

عبدالله – وڃ وڃ، رت نہ بيءُ ٻيا در وڃي ڏور.

ملنگ – اي خانصاحب، الله ڪندو تنهنجو ڀلو. ٻيلي، مومن آهين ، رسول ڪريم جي نانءِ هڪڙو ڏوڪڙ ڪٽي پٽ ۾ اڇل.

عبدالله – (زور سان) ڏسجين تہ ڪو وڏو بڪبڪيو ٿو.

ملنگ – ان پر نہ ايمان، جو ڪلمي گو ڪوٺيائيين،
دغا تنهنجي دل ۾ شرڪ ۽ شيطان،
منهن ۾ مسلمان، اندر آذر آهين.

(ملنگ ڏوهيڙا ڏيندو هليو ٿو وڃي. مٿان امين، جمعدار ۽ هڪ سوار کي وٺي اندر اچي ٿو، عبدالله اٿي ٻنهي سان هٿ هٿ م ڏيئي ملي ٿو.)

عبدالله – ڀلي آيو، ڀلي آيو. ويهو، ويهو. (جمعدار ۽ پوليس سوار ڪرسين تي ويهنٿا، عبدالله ٻنهي کي هڪ – هڪ سگريٽ ٿو

آچي، پاڻ به هڪ سگريٽ ڪڍي دکائي ٿو.)

جمعدار - (سگريٽ به پيو پيئي) سائين ڪريو خبر؟

عبدالله - جمعدار صاحب، آفيس مان منهنجو ڪوٽ پٽونءَ سوڌو گم ٿي ويو آهي. پٽونءَ ۾ سوا سؤ جا نوٽ پيل هئا. مان فقط اٿي پيشاب تي نڪتو آهيان ته پٺيان ڪوٽ ڪليءَ مان ڪو لاهي هليو ويو آهي.

جمعدار - ڪنهن ماڻهوءَ ۾ ڪوشڪ شبهو به اٿوَ؟

عبدالله - هائو، هڪڙو چٽ ٻاهران ڦريو پئي. اسين ڀلا عريض نويس ، سمجهيوسين ته خير هن ڪي ڪا درخواست يا خط پَٽ لکائڻو هوندو، اڳي به هڪ دفعو خط پَٽ لکايو اٿس. شڪ ٿيو پويم ته انهيءَ چورايو آهي. پر سائين ، ڪريو جلدي ، جي چور شهر ڇڏي ويو ته پوءِ هٿ اچڻ مشڪل ٿيندو.

جمعدار روبرو ايندو ته سڃاڻندؤس؟

عبدالله - هائو سائين، شڪل ڏسندو سانس ته يڪدم سڃاڻندو سانس.

جمعدار ڪم ڪهڙو ڪندو آهي؟

عبدالله پانيان ٿو ته شهر ۾ پاٽي پريندو آهي.

سوار - نالو متان چنيسر آهيس؟

عبدالله او اهو، اهو. مون کي ته نالو وسري ويو هو. (پنج رپيا ڪڍي جمعدار جي کيسي ۾ وجهي ٿو.) هي اسان غريبن جي ڏاڏل پاٽي قبول پوي. جمعدار - (کلي) زوراور، اوهين اسان کي پنهنجا آهيو. رڳو دعا ڪريو ته هٿ اچي وڃي. پوءِ ڀن ورهين ڪان گهٽ ٽيپ نه ڏياريندو سانس . (سوار کي) تون ڙي، وڃ ڪوهه تي، ڳولا ڪري، انهيءَ چٽ جي پٽ کي ڏاڙهي ڪان جهلي وٺي اچ.

سوار - حاضر سائين، اجهو ٿو حاضر ڪريانس. (وڃي ٿو)

جمعدار - منشي صاحب، توهين کو خيال نہ ڪريو. اسان وڏن ڏينگن
جا بہ ٽڪ مان ور لاهي ڇڏيا، هي ڇت ڪير آهي، جو پاڻ کان
ڇڏي جان بچائيندو! دلاور خان جمعدار منهنجو نالو آهي. چور
چور، جي ذات اسان کان ڪنبندي ٿي وتي. (مڇ وٽي ٿو)

عبدالله - اهو اوهان جو ناماچار ٿرپارڪر ۾ڪهڙي چور نہ ٻڌو هوندو؟

جنعدار - سائين، اسان بہ عمر پوليس ۾ آندي آهي. چور، چور جو پٽ،
اسان کان لڪل ڪونهي ڪو.

عبدالله پوءِ جمعدار صاحب، هيتريون ٿيون چوريون ٿين ۽ هيترا تا ڌاڙا
لڳن، تہ پتو ندارد! انهيءَ جو ڪارڻ؟

جمعدار - اوهين سياڻا آهيو. ڪارڻ مان اوهان کي ٻڌايان؟ زر بسيار تہ
عشق نهہ پهہ. اڳلا ڏيندا هڙڪي ڳنڍيون، تہ اسان پوليس جو
هٿ ڪٿان ورندو؟

عبدالله اهو تہ برابر آهي.

(ايتري ۾ سوار چنيس رکي اندر وٺي اچي ٿو. چنيسر کي
عبدالله وارو ڪوٽ پيو آهي.)

سوار سائين. چور منهن ۾ ئي ڳڌجي ويو کوهہ تائين بہ ويٺو ڪونہ
پيو.

جمعدار اڙي هيڏي اچ ڇت جا پٽ. (چنيسر ڊڇندو. ويجهو اچي ٿو. تہ
ڪوٽ کان ڇڪي) اڙي، هي ڪوٽ ڪٿان آندو اٿئي؟ (چنيسر
جواب ڏئي ئي ڏئي تهان اڳ عبدالله کان) هي آهي اوهان وارو
ڪوٽ؟

عبدالله - هائو سائين، اهو ساڳيو.

چنيسر - (هٿ جوڙي ڏڪندي) هائو. جيئين! الله سائين ڪئير ڪريس،
ويچاري ڪئيرات ڏنو آمر،

جمعدار - خيرات جا پٽ، پٽون ۽ سوا سؤ جا نوٽ ڪاٿي؟ جلدي ڪڍ
ٻاهر، نہ تہ انهيءَ پٽڪي سان ٻڌي جيل ۾ هلي هٽندو سانءِ

(چنيسر ويچارو وڏيڪ ڏڪي ٿو.)

چنيسر - سائين جمعدار صاحب، سوا سو جا ووٽ ڪچا جا، ۽ پٽون ڪچاڙي جو؟

جمعدار - چور چور جو پٽ! (پٽڪولاهي پڌيس ٿو.)

چنيسر - (آزي نيزاري سان) سائين، آءٌ مسڪين اهيان چوريءَ مان آءٌ ٽريو ڇا ڄاڻان؟

جمعدار - هي ڪوٽ تڏهن ڪٿون آنديءَ؟

چنيسر - سائين، هي ڪوٽ تہ مون کي انهي منشي کيرات ڏنو آهي.

جمعدار - (منهن وارا ٻہ ٽڦڙ وجائي) هڪڙي چوري، ٻي سينا زوري؟ ٿي اڳيان سڀ سوڌو پڪڙيو آهين. جيسين پٽون نہ ڏيندين، تيسين هڏ هڏ ڪري پڇندو سانءِ ٿاٽي تي هل تہ اگهاڙو ڪري اس ۾ ڏس تہ ڪيئين ٿو نچايانءِ.

(وٺي وڃيس ٿو)

(پردو ڪري ٿو)

## ائڪٽ ٻيون — پردو چوٿون

(ميرپور خاص جي هڪڙي گهٽي. چاڪر ۽ عالم ڳالهيون ڪندا اچي ٿا لنگهن)

چاڪر - ٻيلي، هيڙو انڌير ڪٿي پڌو نہ سو، حقون ٻہ رکي ناحقون ٻہ رکي، ڏوڪڙ ٻہ ويچاري چنيسر جا ويا، مار ٻہ هاڻ اتس ٿي پوئي.

عالم - يرب، گضب تہ ڏس التو چور ڪوتوال کي ڊانٽي!

چاڪر - جانل ويچاريءَ کي ٽرين سماءُ پوندو، اوءَ تہ مري ويندي.

عالم - ٻيلي، همراهہ هئن اڙجي وڃي ، اسين ماٺ ڪيو ويٺا ڏسون اها ڳالهہ ٺهي تہ ڪين؟

چاڪر - پوءِ ڪجي ڪجاڙو؟ دودو ٻہ هتي ڪونهي جنهن سان ڪٿي

صلاح ڪريون.

عالم – اسين ئي هلي ڪو ڏس پنڌ تہ پڇايون، ڪو وڪيل وڙو تہ ڪريون. نہ تہ حياتي همراهہ جي بنهہ هڃي ويندي وو!

چاڪر – ير ! وڪيلن جي وري ور ڪهڙو چڙهون! پاڻ ماڙهئين ۾ ايتري بشارت ڪٿي؟ وڪيلن وٽ هيڪر ڦاٿاسين، تہ چوڙ وانگر پيا رت چونسيندا، سو رت بہ هڃي تہ چوسايون. تون آءُ اهيون هڏا ۽ چمڙي.

عالم – سو تہ بروبر! پر پوءِ ڪو بلو پيٽي ڪبو ئي ڪونہ ڪ ؟

چاڪر ير، اسان جي وس جي ڳالهہ هڃي تہ ڪٿي تنگ ٻانهن چوريون. ڪتنس نصيب! من مولا ڪي مهر پوئي.

عالم – ڀلا رک رب تي اهوئي اوکيون سوکيون ڪندو. چاڪر ادا، هڪڙو ڪم ڪر.

عالم – تون چو.

چاڪر – تون موٽي وڃ ٽر متي. جانل کي سماءُ ڏجئين ، باقي دودي کي وڃي تاڪيد ڪر تہ ستت واپس ور اوهتان جو وڏيک واکب اهي او آيو تہ ڪئير ٽي پوندو.

عالم – ادا، ميرپور ۾ آءُ آيو تہ هوس ڪم سانگي، پر نہيو. اهو ڪم کهہ پوئي. وڃي ٿو همراهہ کي هڪل ڪريان تہ وري ڍري پوئي سنڌ کي .

چاڪر – چڱو ادا، هاڻي موڪلايون ٽا!

عالم – ادا، ڀلي ڪري آئين! ٻيئي ڀاڪر پائي موڪلائين ٽا.)

## ائڪٽ ٻيون پردو پنجون

(فرسٽ ڪلاس ماجسٽريٽ جي ڪورٽ. ماجسٽريٽ صاحب سندس سرشتيدار پنهنجيءَ پنهنجيءَ جاءِ تي ويٺا آهن. چنيسر کي چيلهہ ۾ رسو ٻڌل، ۽ هٿڪڙيون لڳل، جوابدار ٿيو بيٺو آهي. فريادي

عريضي نويس پڻ موجود آهي. ٻي به خلق حاضر آهي.)

ماجسٽريٽ - (فتويٰ ڏئي ٿو جا سرشتيدار لکندو وڃيٿو.)
اسان ڪيس ھلائي پورو ڪيو آهي. جوابدار جو بيان اعتبار جوڳو آهي. هيئين ڳالهين مان اسين صاف سمجهي سگهون ٿا ته جوابدار سراسري بيڏوهي آهي. فقط جهالت سببان هن کي اهي مصيبتون سهڻيون پيو آهن. (١) ته جوابدار اڳي ئي عريضي نويس کي سڃاڻي، ۽ هن وٽ خط پٽ لکائڻ لاءِ ويندڙ آهي ۽ هڪ دفعو مني آڊر به لکايو اٿس.

(٢) پوسٽ آفيس جو رڪارڊ ۽ علو گواھ آهي هن جو مني آرڊر عريضي نويس پنهنجي نالي لکي پئسا غبن ڪيا آهن.

(٣) اها حقيقت آهي ته ڪورٽ ۾ پيش ڪيل ڪوٽ عرضي نويس جوابدار کي خيرات جي بهاني سان ڏنو هو ۽ ارادتاً هن غريب کي هن ڪيس ۾ مبتلا ڪري پنهنجي ڪپت کي لڪائڻ جي ڪوشش ڪئي اٿس.

(٤) جوابدار هڪ ٿري اڻ پڙهيل ۽ بلڪل ابوجهه آهي. هن اهي پئسا پاڻيءَ پرڻ ۽ سيٺ وٽ ڏنار تي ڪم ڪرڻ مان ڪمايا هئا.

(٥) اها پڻ خاطري آهي ته جوابدار چوري ڪري ڪوٽ ڪڍهن به اهڙيءَ طره ظاهر ظهور بدن تي ڍڪي ڪين ها.

جنهنڪري جوابدار کي بيڏوهي سمجهي آزاد ڪجي، (پوليس وارو چنيسر جون هٿڪڙيون ۽ رسو ڇيلهه مان ڪڍي ٿو.) ۽ جوابدار کي اجازت ٿي ڏجي ته هو فرياديءَ تي ڪوڙي ڪيس جي ڏوهه ۾ قلم ١٠ - الف . پ . ڪ هيٺ ڪيس ڪرڻ لاءِ اسان وٽ درخواست ڪري ۽ فريادي ڪان سبب ونڻ ۾ اچي ته قلم ٥٠ - الف . پ.ڪ هيٺ جوابدار کي سيڙپ ۽ تڪليف جو عيوضو ڪائنس وٺي جو نه ڏيڻ ۾ اچي.

پوسٽل اٿارٽيس کي پڻ هن معاملي م نهايت سرجوشي سان تحقيقات ڪري هڪ مسڪين ابوجهه جي جلد حق رسي ڪرڻ گهرجي.

(ڪورٽ برخواست ٿئي ٿي ۽ سڀئي اٿن ٿا. چنيسر آزاد ٿي ڪورٽ جي ڪمپائونڊ ۾ ٿئي ٿو تہ پريان ميرپورخاص گورنمينٽ مدرسہ هاءِ اسڪول جي شاگردن جو هجوم ۽ عام ماڻهو گڏجنس ٿا. جي تعليمي پوسٽر هٿن ۾، "بيعلمي برباد" جا نعرا هڻندا پيا اچن).

چنيسر - (هڪڙي شاگرد کان جو ٻين همراهن کان ٿورو اڳيرو وڌي آيو آهي) ٻائو، هي ڇا جو گوڙ آهي؟

شاگرد - ادا، هيءُ گوڙ نہ اهي، پر هي اوهان اڻ پڙهيل ڀائرن کي اکرن سيکارڻ جون تياريون ٿي رهيون آهن.

چنيسر - ابا، اکر پڙهي ڪبوڪو؟ اکرن پڙهيين جا ڪرتوت تون مونکنا پڇ تہ مانجي ڪهڙي گت ڪئي آنِ. ڦريس بہ آءُ، ترم ۾ بہ پيس آءُ هاڻي ڪاڏي لاءِ ڪوڏي بہ ڪانهيم. ٻچا بہ الاجي مئا ڪ بچيا؟

شاگرد- ٻائو، جي تون بہ اکر پڙهيل هجين ها تہ ڪير توکي هٿ لائي سگهي ها؟ پڙهيلن کي تہ ڪو ڦري ! باقي جاهل تہ هر ڪنهن جو شڪار آهن.

چنيسر - سو تہ ڪاشو. پر ادا، سگهنا اکر چباڙبا تہ ڪين؟ اسين گريب ماڙهو، اسان کي پيٽ پرڻ جي لاءِ ڪپي ان.

شاگرد - ڏس ، اوهين اڻ پڙهيا پورهيو ڪري، ان اٽيلاءِ ڏوڪڙ ڪمايو. پيا اوهان کي دلبا ڏيو اوهان کان هڙ ڦريو وڃن !

چنيسر - اي، آءُ بہ تہ ائين پيو چوٺان نہ!

شاگرد - هاڻ، جي انهيءَ ڪمائيءَ جي لياقت سان گڏ، اوهان کي اکر بہ ايندا هجن تہ ڪير جيڪر اوهان کي ڦري سگهي؟

چنيسر - ادا، تون چوئين بروبر ٿو. اڳي تہ هوس واريءَ جي وچ ۾. ڪبر ئي ڪانہ هئم. پر جڏهانڪر هتي شوهر ۾ آيو اهيان، تڏهانڪر اک اُپٽي اَم تہ هت جيسين چار اکر نہ سگبا، تيسين ماڙهو آهي انڌي جي آچار اڻ پڙهيل جي عمر آهي مِروئِين واري.

شاگرد - او! هاڻي ڳالهہ کي سمجهيو اٿئي. پر ڪي پڙهندين بہ، ڪين
رڳو ڳالهيون ڪندين؟

چنيسر - الله جو سونهہ ! هينئر ئي پاڙهہ تہ پڙهان. مون سين اهڙيون
تاديون (تعديون) ٿيون اهن، جو هاڻ يا تہ پڙهندس يا تہ
مرندس. بس! هيڪڙي ڳالهہ ٿيندي.

شاگرد - چگو ، تہ ڪريون تنهنجو نالو داخل؟

چنيسر - ڀلين ڀلين.

شاگرد - (شاگرد هئنڊبنگ مان فارم ڪڍي نالو داخل ڪريس ٿو)
نالو ڇا اٿئي؟

چنيسر - نالو چنيسر.

شاگرد - پٽ ڪنهن جو آهين؟

چنيسر - (ڀلجي پوي ٿو.)

شاگرد - ڇو ڀيءُ جو نالو ياد ڪونہ اٿئي ڇا؟

چنيسر - وسري ويو آم. هڪڙو ڪٽي لک.

شاگرد- (ڪلي ٿو) چگو ، پڙهندي ساجهر جو. ڪي؟

چنيسر - سائين ساجهر جو پريان پاٽي وو. پڙهندس ويرانڍ جو.

چگو - اج ڪان وٺي روز پنپهرنڄو ڪوهہ تي ئي پڙهڻ لاءِ وينو رهج.
ڪتاب وغيره سڀ توکي مفت ملندا؟

چنيسر - ابا، داتا توجو ڀلو ڪندو. آءٌ بہ روز وينو پڙهندس.

(تيزي ۾ هجوم ڪورٽ جي ڪمپائونڊ جي ٻاهران اچي پهتو آهي.
شاگرد نعرا هڻندا هلندا وڃن).

هڪڙو - بيعلمي .

ٻيا سڀ - برباد.

هڪڙو - تعليم.

ٻيا سڀ - زنده باد.

(ائين نعرا هڻندا سڀ نڪري ٿا وڃن.)      (ڊارپ سين)

## ائڪٽ ٽيون — پردو پهريون

(ميرپور خاص جي شهر جي دنگ تي ، ڪوهه جي پرسان، جتان چنيسر ٽريو پاٽي پريندو آهي، هڪڙو ماستر بالغن کي ويٺو پڙهائي. چنيسر ۽ ٻيا ڪيترا هندو مسلمان، سک، هريجن وغيره بالغ شاگرد ويٺا آهن، ماستر بورڊ جي اڳيان بيٺو آهي.)

ماستر - شاباس چنيسر، ٻڌاءِ ته ڏندڻ نه ڪرڻ ڪري ڪهڙا نقصان آهن؟

چنيسر - توجي ڪالهه سٽايا هوا، سي ته ماجو پي به ڪونه چوئي سگهندو، باقي نقشانن جي ٻي پچر ئي ڪٽي ڦتي ڪر وو! تو ڪين چو هو ته ڏندن جي عمر سٺ مندن ٿيندي آهي؟ جي انهن جي صفائي نه ڪبي ته پيريءَ کان مهند ئي پڇي پري پوُندا؟ ايءَ به تي ڏاڍي جٺ نه! ڏند پڳا ته مڙس چٽو، ٿيو لبو. پو ڪهڙي ڪاڌي جي موز، وتندو سيرو ۽ پتڙو پيت پچائيندو. هو سائين، تو جو ڪالهه فارسيءَ وارو ڏوهيڙو سٽايو هو ته ڏندين کان بگر مزوئي ڪونهي، او ته وري سٽائج.

ٻيا شاگرد - هائو سائين، اهو ڏاڍو سٺو هو وري ٻڌايو.

ماستر - حظ دنـيا با زن و دنــدان بود
بي زن و دندان جهان زندان بود

چنيسر- سائين، انين جو مطبلل ته وري ڪج.

ماستر- دنيا جو مزو آهي زال ۽ ڏندن سان، زال ۽ ڏندن بغير جهان قيد خانو آهي.

چنيسر- واه واه! فارسيءَ واري به مند جون سٽائي ڇڏيون آهن. زال ۽ ڏندن بنان آهن به نسورا سور. (ساڌو سنگهه کي) ساڌو سنگهه ڪئين تو پائيں؟ (سڀ کلن ٿا.)

ماستر- چگو مان اوهان کان هڪڙو سوال ٿو پڇان؟

چنيسر- سائين، ڀلي ڀچ، سدا ڀچ.
ماستر- گرمي ٿيندي آهي يا سخت پورهيو ڪبو آهي تہ اسان جي بدن مان پگهر نڪرندو آهي، اها ڳالهہ سڀئي مڃيو ٿا؟
چنيسر- سڻ، اي ڪير ڪين وسهندو؟
ماستر- چڱو، هاڻي اسان کي ويچار ڪرڻو آهي تہ اهو پگهر اچي ڪٿان ٿو؟
علودو- سائين، اندران ٻت مان ٿو نڪري، ٻيو ڪٿان؟
ماستر- بدن جي مٿان تہ کل جو پوش چڙهيو پيو آهي. پوءِ ڪٿان ٿو نڪري؟
هيمن- سائين، منهنجي ڏيان ۾ تہ کي چمڙيءَ ۾ سنها سنها ٻور آهن تہ شڪ ڪونهي. (سڀ کلن ٿا. هيمن ٿورو ڦڪو ٿئي ٿو.)
ماستر- بابا، کلڻ جي ڳالهہ ڪانهي. هيمن، تون لڄي ڇو ٿو ٿين؟ سچ پچ، انسان جي چمڙيءَ ۾ تمام باريڪ سوراخ آهن، جي اسان کي ظاهر ڏسڻ ۾ نٿا اچن. پگهر انهن جي وسيلي نڪري ٿو.
چنيسر- (کلي) هيمن جي ڳالهہ هرو ڀرو مٿي ڪرئين تہ ڀلي، استاد آهين، جيڪي چوندين سو مڃينداسين، باقي تنگ، ير، ڪٿان آيا؟ تنگ ڪر هجن ها، رت ڪوه ڪين نڪري اچي ها؟
(سڀکلن ٿا)
ماستر- چڱو ٻڌ چنيسر، ڀلا ٻڌ! تامي جي گهاگهر ۾ پاڻي وجهي بند ڪري رکندين تہ مٿان آلي ٿيندي؟
چنيسر- ڳہ ڳہ (ڳتڪار ڪري)
ماستر- ڀلا، نڪر جي ڪوري دلي ۾ پاڻي وجهي رکندين تہ ٿوري ويرم ۾ سڄو آلو ٿي ويندو يا نہ؟
چنيسر - (ڪنڌ جي ڏوڻ سان آنهہ آنهہ؟
ماستر - ڀلا، ڇو نڪر ۾ تنگ آهي ڇا، جتان پاڻي نڪريو اچيو مٿاچري کي آلو ڪري ؟

چنيسر - ساءِ ڪرئي ڪانہ ٽي پوئي ظاهريءَ تہ ڏسڻ ۾ ڪونہ ٿو اچي.
ماستر - هان شاباس! ساڳيءَ طرح انسان جي چمڙي ۾ بہ بيشمار سوراخ آهن. جي ظاهري نظر ڪونہ ٿا اچن، مگر انهن مان پگهر نڪري اچي ٿو، رت رت رڳن جي نالين ۾ بند آهي، تنهنڪري انهن سوراخن مان نٿو نڪري. رڳن جون سنهيون سنهيون ناليون بت ۾ ڏسين ٿونہ؟
چنيسر - (ٻانهن ڏسي) آنهہ آنهہ، هي بيٺيون آهن. پر سائين ، سوراخ بہ وارن جي پاڙن ۾ ٿورا ٿورا ڏسجن تہ پيا!
ماستر - هان شاباس! هاڻ پگهر آهي هڪ قاتل زهر.
چنيسر - هائو سائين، ڪِنو تہ پروبر آهي. ڏپ بہ ڏاڍي ٿيندي اهيس.
ماستر - هاڻي بابا، ويچار ڪريو تہ اهڙي بدبوءِ واري زهري شيءِ جيڪڏهن انسان جي بدن مان خدا تعاليٰ پگهر جي رستي نہ ڪڍي تہ هوند ڇا ٿئي؟ سڀ - سائين، ماڻهو ضرور هوند اگهو ٿئي.
ماستر- ماستر تڏهين چئبو تہ خدا تعاليٰ بلڪل سياڻپ ڪري انسان جي چمڙيءَ ۾ اهي سنها سوراخ رکيا آهن، جن جي بند ٿيڻ ڪري انسان هوند بيمار ٿي پوي. توهين روز ڀنين ۾ پنا اگهاڙا ڪري ڪم هاج ڪريو ٿا، اوهان جي بدن تي مٽي لڳندي، جا اوهان جي بدن جا سوراخ بند ٿيا تہ پگهر نہ نڪرندو، اهو پگهر وارو زهر اندرئي رهجي ويندو ۽ وجي ٻين عضون تي ڪِرندو، جنهنڪري انسان بيمار ٿي پوندو، اهي سوراخ بند نہ ٿين، بلڪ سدائين صاف رهڻ، تنهن لاءِ ڇا ڪرڻ گهرجي؟
چنيسر - سائين ، جت مٽي لڳي ات هٿ هٽي بت مهٽي ڦٽي ڪجي. (مهٽي ڏيکاري ٿو)
ماستر - شاباس، پر وڏيڪ چڱي ڳالهہ اها آهي تہ روز غسل ڪجي،

يعني ميٽ تيل ڪري وهنججي تہ اهي سوراخ پاڻهي صفا رهندا ۽ ماڻهو ڪڏهين بہ بيمار ڪونہ ٿيندو.

چنيسر - هائوڙي! هٿ سان مهٽڻ ڪان وهنجڻ ڀلو. ٻٽ ۾ فرات بہ ٿيندي، چوڪڙو بہ لهي پوندو. شوهرن جا ماڙهو ڏاڍا ملوڪ پيا ڏسبا اهن. سدائين ڳاڙها جهڙا انب لڳا پيا اهن، سو بہ رڳو انڪري جو ڏهاڻي وهنجن ٿا. (ڪلهن تي هٿ لائي سور ڪان) هوءِ ڙي! مونجا تہ پاڻي ڀري ڀري، ڪلها ئي پيا سور ڪن.

ماستر- هن مان ڪهڙو نتيجو نڪتو تہ اسان کي هر روز ڪهڙو نيم ڪرڻ گهرجي جنهنڪري بدن تندرست رهي؟

سڀ - سائين، روز وهجڻ گهرجي.

ماستر - شاباس، هاڻي روز وهنجڻ جو انجام ڪهڙا ٿا ڪن؟

ٻيا سڀ - سائين، اسانجو مڙدانو شخن آهي! روز وهنجنداسين.

چنيسر - (تنگ واري ڦٽ کي، جتي اگڙي ٻڌل اٿس، هٿ لائي) سائين، پوءِ آءُ ڪجا ڪريا؟ هي مانجو جکم پاڻي تہ ڪونہ چورائيندو؟

ماستر - انهيءَ جاءِ تي صاف اگڙي ٻڌي ڇڏ، ۽ غسل مهل سنڀال ڪندو ڪر. جيئن انهيءَ جاءِ تي پاڻي نہ لڳي، باقي سمورو بدن روزانو صفا ڪندو ڪر. اهو ڦٽ وڃي ڊاڪٽر کي ڏيکار، ۽ روزانو علاج ڪراءِ . اميد تہ جلد ڇٽي پوندو. (واچ ڏسي ٿو) چڱو. هاڻي ڪافي دير ٿي چڪي اهي. وڌيڪ صفائيءَ بابت سڀاڻي احوال ڪبو، ۽ اوهان کي فونو بہ وڃائي ٻڌائبو. هنيئر ڪتاب بند ڪريو. مان موڪلايان ٿو.

(ماستر وڃي ٿو)

چنيسر - اڄ تہ يرِ، ملين پڙهائڻ سان حيلا ڪري ڇڏيا. اڃا ڪالهہ ڪالهوٽيءَ ڦڏو ليڪو بہ ڪيڏڻ ڪونہ ٿي آيو . اڄ تہ شخر آهي، ڪيترا اکر سکيا اهيون. پڙهڻ ۾ بہ آهي مزو. هي پڙهيا

جي پنهنجون عمريون ڳاريو ڦٽيون ڪن، سو ڪين ته آهي؟

سڀ - ڙي چريا ٽري! ملين واريون ڳالهيون خواب ۾ به ڪونه ٻڌنديون.
(ڪلن ٽا) ٻيلي، هلو ته پاڻ ته هلون. گوهه ڇاٽي چنيسر ڇاٽي.
(ٻيا وڃن ٽا ته چنيسر اول اٽي سلفي ٽاهي پيئي ٿو. پوءِ بالغن وارو ڪتاب ڪڍي ويهي پڙهي ٿو.)

چنيسر - (عجيب ڍنگ سان) مال جا واڙا، گاهه جا گڏا. (پڙهڻ روڪي سليٽ تي به - چار اکر لکي ٿو) مهند ڀانيم تي ته پڙهڻ مورڪين ايندم، پر هاڻ ته شخر آهي، سيڪين پيو اچي. اکر سي اجا ڪچا اهن، مچانتو. باقي صورتڪتيءَ ۾ ٻين ڪان ويل آءُ به ڪين اهيان. حسابين ۾ به هوريان هوريان پڪو ٿي ويندس.
(پيشانيءَ تي هٿ رکي غور سان نهاري) متان ير، دودو پيو اچي. ٻيلي واهه! من ڪا تر جي ڪبر چار آندي هوئيس:

(دودو اچي ٿو ۽ اٽي ياڪر پائي ملن ٽا.)

چنيسر - دودا، ٻلي آئين ! توکي ته هاٽي دل بنهه ياد پئي ڪيو تر وئين. وري موڪلايئي به ڪونه؟
ڪش اهيو؟

دودو - شخر آهي.

چنيسر - آسودا؟

دودو - رحم.

چنيسر - جوڙ؟

دودو - ڪرم

چنيسر - متارا؟

دودو - ڦضل.

چنيسر - مال وٿاڻ؟

دودو - مهر .

چنيسر - ڪير پٽ؟

دودو - دعا.

چنيسر - ڀٽين ڀائين؟

دودو - مڙوئي ڪئير.

چنيسر - اهيو تہ هو ڪارن ۾؟

دودو - شخر آهي ادا تون ڪش؟

چنبسر - رحم.

دودو - ڀڙ متارو؟

چنيسر - فضل.

دودو - جوڙ آسودا؟

چنيسر - ڪئير ئي ڪئير.

دودو - ادا، ڪيي بہ ڪئير.

چنيسر - دودا ، ڏي ڪبرون چارون؟

دودو - ڪبرون چارون پانجون مڙيئي ڪئير. چاٽين سجاٽين ٿو. ذات نالي جو واڪب آهين وينڙا الا الا ڪريون. مهنديڻ گهمري اتي ميرپور ڪاش ۾ ڀيڙا هواسون. پر ڀيلي چنيسر، بشڪ ڪج. ويندڙي ٽاٽي موڪلائڻ تون ڪنان واجب هو، پر ڪهڙيون ٿو ڳالهيون پڇين؟ ويسر جا اهن گهوڙا. (ڏاڙهي ڪي هٿ گهمائي) هاٽي چنيسر ڀيلي، ڀيڙا بہ ٿيا اهيون. (ڪلن ٽا)

چنيسر - نہ ڙي دودا، اجا تون بہ ڪنوات ٿو لهين وو! اڄ ڪالهہ جا جوان هير بہ توجي اڳتون ڪونہ بيهي سگهندا.

دودو. (ڏاڙهيءَ تي هٿ گهمائي) هائو، آهي تہ بروبر ايهين. پر اها ڳالهہ بہ ڪو تو پارو سالڪ سمجهي. ڪئير، پوءِ ادي ڪي چوئان، اڪير اڇي ڪنيو. سڏو ويندو رهيس ٿرين. (ٿڌو ساهہ ڀري) گهرين پڳس تہ بس، تو واري ڏوڪري ڪبر سٽندڙيئي پڳي آئي. ڀيلي چنيسر، ڏاڍا اُهنجا اهيون. الله جو سونهہ، پئسو نہ ڀنجڙ ، ڀيلي، تو جهڙي بہ ڪريئي ڪوم.

چنيسر - دودا، تو ڪن سڌئي ڪانهي نہ. ٻيون ٻچارون ڇڏي ڏي. وڃي انگريج جي گهرين ٻيا هواسون وو! قسمت ۾ ترم ڏسڻا هوا، سي بہ ناحقين ٻوڳي آياسون. ڏوڪڙ موڪلي مورهين ڦاسي رهيس. نہ پئسا گهرين پڳا، نہ واري مليا. هڙئي هاري ويهي رهياسون.

دودو - (عجب ۾) الله جو؟

چنيسر - سونهہ.

دودو - اي وري ڪيئن ٿيو؟ چنيسر - گهاٽي پوئي منشيءَ کي سو ڦارم ڪيو اهڙو ٻريائين جو پئسا وڃي جڙيا ڪٽش، مورڳو ڪيئين وڃي معاملو تہ چنيسر مانجو ڪوٽ چورائي ويو آهي. پوءِ تہ سڙڪ تان ٻي ويس تہ پوليس نيئي سوگهو جهليم. گهلي وڃي هنيائون ترم ۾. پوءِ تہ هٽندي هٽندي مسين مسين ڪلتر ويچاري، ٻچا ٻجنس ڇڏيو آم. هاٿي وري اهو تڙ، اهي ڇڙهيون. ڪجهہ ڏوڪڙ ٿيا اهن. ڪجهہ ٿين تہ پوءِ تون ئي ڪٽيو وڃج. هيئر ٻلا ڪيئن اچڻ ٿيو آهي؟

دودو - اچڻ جي ڳالهہ تہ پوءِ ٿا ڪريون. چنيسر مانجا تہ سچ پچئين تہ پير ئي اڪيري ڦٽا ڪيا ٿئي. ٻيلي، آءُ چوندو اهيان تہ ٽر جو رکو تڪر بہ ٻلو! ٻلي بک ٻرم جي شال مَ وڃي شان. سالڪن اڳي ئي چوئي ڦتو ڪيوآهي. کہ ٻيو اهڙو سنڌ مُلڪ، جتي جا ماڙهو بنهہ اهينڊ اهن.

چنيسر - ٻر دودا، جو لکيل هوندو ڀاڳ ۾، سو تہ آوس وهي پُندو ڀاڳ ۾. (ڪتاب ۽ سليٽ هٿ ۾ ڪٽي) هاڻ، مون ڪيو آهي مُلين وٽ پڙهڻ شروع.

دودو - (ڪلي تهڪ ڏيئي ) الله جو؟

چنيسر - سونهہ.

دودو - چوڪرين ٻيڙو ڪ؟

چنيسر - نہ تہ . ڇوڪريا ڇا جا انگريج وري پوڙهين جا اشڪول ڪي اوپٽيا اهن؟ جتي ڪوڙ ماڙهو پيا پڙهن. ميرپور جي شوهر ۾ ڏهاڪو ڪن اشڪول تہ هونداڻي هوندا. هڪڙو اشڪول هتي تڙ مٿي بہ لڳي ٿو.

دودو - (عجب ۾ پئجي ) چنيسر، ڪي پڙهيو بہ اهين؟

چنيسر - هائو، ڪوڙ ڪوم ڪريان. هي ڪتاب ۽ سليٽ بہ سرڪار مان جڙي آم (پڙهي پڌائيس ٿو) مال جا واڙا، گاهہ جا گڏا. (سليٽ ڏيکاري) هي اکر پنڌ لکيا آنم (نالو لکي ڏيکاريس ٿو). هي اٿئي مانجو نالو: چنيسر. (وري لکي) هي لکيو آم توجو نالو: دودو. ڪئينتو پائين"

دودو - (عجب ۾ پئي) چنيسر ڀيلي، توکي شابس هوئي لکڻ سين. مون ڪڻ تہ اهي انگڙا ڪر ڇمار ڪين اچن.

چنيسر- دودا، ڀُلو آهين ، ڀُلو. مون بہ مهند ائين ٿي چو. پر ڏس هير ڪيئن پيا اچن. بگر پڙهڻ جي. دودا، شوهرن ۾ ماڙهو ڊور جيان پيو ڦري ڪا گم ٿي ڪانہ ٿي پوئي.

دودو - ڀيلي تون ننڍو نيٿو اهين. اسان جي اڇي ڏاڙهي ٿي ويئي. وهي وڃائي وينا اهيون. هاڻي ڇا پڙهبو!

چنيسر - (کِلي) دودا ڀيلي، پڙهندين ڪيال سين، ڪو ڏاڙهيءَ سين ڪونہ پڙهندين. جي سيان ساجهر جو اچين تان ملين ڀيڙو ڪري ڇڏيين.

دودو - ڇگو ادا، تئي سياٹو!

چنيسر - ڀلا ڪي تر ڇندو پيون آهن ڪ نہ؟ هتي سنڌ ۾ تہ رڳو دوڦان متا پيا اهن. اهي ريل جي دونهين جهڙيون پڇون، جن ۾ نہ آسرو نہ اميد، ڦِريو وريون پيون ڦِرن.

دودو - ڀيلي چنيسر، تر مٿي هيل سال بہ جنسي قيام آهي وو! ڪک مورهين ڪونہ لڀي. مال مري فنا ٿي ويو آهي. لسيءَ لپ لاءِ

مشڪين سڪي مٺا اهن. جي هنين چنڊ جي تاريخن ۾ چنڊون پيون تہ گهوري گهوري! نہ تہ ڏڪار بہ ڏڪارين جهيڙو پوندو. ڍور توڻي ماڙهو ڪل ٿي مري ويندا وو! قياس تہ ڪر. جوڙي ربيڻ جي مزوريءَ جي پويان پنجاهہ ڪوس ڪري اچ هتي پڳو اهيان. رائلي وارن رِندن جا ڪي ڏاڳها اُنيڻ پويان لڳي بتال ٿي سنڌ ڪي اچي ڍريا اهن، تنين جا پڳ ڪٽي نيو ڏينهن چيلهہ واري ڍڪ ۾ اچي هٿ ڪيا آم. هاڻ، پاڳٿي ڪي پتو ڏبو، تڏهن جڙندو جوڙو روپين جو. ڪجي سو چا ڪجي؟

چنيسر – (تڏو ساهہ پري) هائو دودا، آهي بنهہ لاچار. (تنگ جي سور ڪان دانهن ڪري ٿو) اڙي گهوڙا ڙي ! (پٽي ڪي هٿ لائي ٿو).

دودو – چنيسر، هي ڦٽ اچا ڪين ڇٽو اهن ڪ؟

چنيسر – ڳہ ڳہ (ڳتڪار ڪري) هيترا ڏينهن ڪياسون پنڊ جا تيڪڙ. هاڻ تہ مورڳو رسجي پيو آهي. سڀ ٽا ڇُون تہ وڃ داختر وٽ: هاڻ لاچار ويجبو. نہ تہ ڦٽ وڃي ٿو وڌندو.

دودو – پيلي چنيسر، متان داختر وٽ ويو آهيڻ. سو آم تہ ولات ۾ ماٹهن جا هينٺان ٽا ڪپن، ۽ ان مان چربي لاهي تيل ٽا ڪڍن. ائين ڪري، داختر ويچارن اگهن ڪي سيون هٽيو ماريو ڦٽو ڪن. جان تہ وري عضبائي وڍيو ڪڍيڻ. پو جو ترِ جي گٽي سو چوتون ڪائي واري ڳالهہ ٿئي! پاڻ مشڪين ماڙهو هٿ شوهرن ۾ نہ ڪو اوهي نہ ڪو واهي. مڦت يا مرون يا منڊا ٿيون. اِي ڪم مورڪيڻ جو.

چنيسر – دودا، اِي ڳالهيون مون بہ سُيون اهن. پر ڪين ڪجهہ وڌاءُ بہ اٿئي. پلا، جي داخترُ وٽ نہ وجان تہ پوءِ ڪيئن ڪريان؟ ڦٽ بہ مورهين نٿو ڇٽہ.

دودو – آءُ ٿو توڳن ڏس ڏيان. ڦٽ ڪيم ڇتندو جو مُلَڪ بيهي ويو آهي. وڃي ڪنهن پير جي ڦِير متان ڪاڪ چپٽي ڪٽي ڦٽ تي

رک تہ ويرم ۾ ڇتي وڃين، ڪر ڪوڙ تي ڪيئي، يا واري ڪنهن سيد ڪان وڃي تائيت لکائي مُرئي ۾ ٻڌي ڦٽو ڪر. پوءِ بي الڪو تي پيو تڙپڻ متي موزون ڪر. مون ڳن ٽيو هو ڳچيءَ ۾ ڳوڙهو. سائين صابن شاهہ باشا. (نڪ تي احترام سان آڱر رکي ٿو) ڏٿ ڏٽيءَ جي گاديءَ واري، ست ڳنديون ڏئي، آڪاري مان سڳو وٺي ڏنم. ڪاڏي ويا ڳوڙها. ڪاڏي ويا درد سور! هي سڳو اچا مانجي ڳچيءَ ۾ پيو آهي. (ڏيکاريس ٿو).

چنيسر- سائين باشا کي سُنت گھٽي نذر رکيئي؟

دودو - روڪڙ مون ڪن ٽڪو بہ ڪونہ هو، باقي ڳئون مون واري ڪَڪڙي، سائينءَ جي پڳين ڪٽي ارداس رکيم. (چنيسر عجب ٿو ڪائي) ڪو عجب ۾ ٿو پوئين؟ ڳئون ڏنم ، پر چمار تہ بچي! سائينءَ جو ڪليقو ڦل فقير بہ ماڙهو اتئي ڏاڍو ملوڪ. پهتل شخت. ان مون سين ڳالهہ ڪِي تہ اِي جيڪو نہ منکي ڳچيءَ ۾ ڳڙهہ نختو هو، او بنه موت جو ڳڙهہ هو وو! سائين جو سڳو نہ پچي ها تہ ڏينهن اڏ ۾ ڦاٽي پوئي ها. پو ساهہ نہ تو ڏنو نہ مون ڏنو.

چنيسر - هائو ادا، انسان ويچارو آهي ماڙهوءَ جي آچار. ساهہ وڃڻ ۾ ويرم گهٽي تي لڳي؟ اِي تہ آءٌ بہ ڄاڻا ٿو، پِيرين ۾ آهي وڏي ڪرامت. هو ڏڌو ڪير بہ ٽٽڻ وجهي ڏين، پر دودا، هتي تہ مون ڪن پير ڪونہ سجهي. انهي ڳالهين واهہ ڙي مٺا تر! پير ائين جيئن متي ۾ جويون وو؟ دعا ڏڦا، ڦيٽون ڇندون، سڳو ڏاڳو سڀ سونهج. سارو سال هڪڙا پيا اچن تہ ٻيا پيا وڃن بعضي جو اڇيو رکن پيڙو تہ پٽين منجهون ٻاجهريءَ ڪڪ، ڪُني، گيهہ ۽ ڇيلين کي بنهہ تاڙ اڇيو وڃي وو!

دودو - هائو چنيسر، ٽيو سو ماڪڙ واري ڪار وڃي وو! پر وري بہ الله

جو ڏنو اهو به انهي مرشدين جي صدقي ٿو ڪارائي. چنيسر
ٻيلي، ايمان آهي ته سيڪين آهي. هي ڏس سنڌ جا ماڙهو. اولاد
لاءِ سڪندا وتن. پانجو ٽر مُلڪ آهي. آهي بنهه مشڪين.
ماڙهن جو قوت به توڪڻ ساريو پيو آهي، تڏهن به ڪيترا پٽ
ڏيون، مال رزق ، انهين مرشدين جي برڪت سين پيا ملن وو!
ٻانهي جي ڪا وس جي ڳالهه آهي؟

چنيسر – نه ڙي ادا، بندي جو ڇا وس آهي! پر سال ڪيئن ڊاپڙي جي
پراهون، اوترئين مڙهن مان سائين ولات علي شاهه گهوٽ، دعا
سان ڪاري تڙ مان منو تڙ ڪري ڏنو! اهو پاٽي بنهه ٻي آيو
اهيان . بس ڪهڙي ٿو ڳالهه پڇين؟ جهيڙو سنڌ پاٽي وو!

دودو – هائو، اِي ڳالهه مون به سئي هئي، جو سائينءَ پاڻ سان اتان
هڪڙي ڇوڪَري به ٻانهي ڪري پيڙي ڪي هئي. بلي چنيسر!
ڇُونتا ته ان مائيءَ جو به تائيت ڦل ڏاڍو ٿو هلي!

چنيسر – هائو دودا، پارس لوهه سان لڳي ته سون ٿي پوئي (ٽنگ جي
سور جي وري به دانهن ڪري ٿو.) پير ته هڪڙو هتي ميرپور
۾ به سُڃي ٿو ته مڙد مڙئي پهتل آهي. سياٽي وجي پڳين
لڳندو سانس. هاٽي آءُ ته مائي ڪِنيون. هوندين به ير بڪارو؟
(مائي هڙ مان ڇوڙي گندي وڃائي ٿو) آ يلا بسم الله. (ٻيئي
مائي ڪائين ٽا .)

دودو– چنيسر واه واه، ڳڙ ته سنڌ!

چنيسر – سنڌ ۾ اجهي اِي ته مزا اهن نه؟ پيو پانجي ٽر جا لهاٽا ۽
ڪِراڙ ته بنهه ايهڙا نياڳا. جهڙا ڏاپيلي جا ميمڻ. ورهين جون
ڇاري ڪاڏل شيون ڪدي ڏين پاڻ مشڪين ڪي

(وري بصر ڪائين ٽا.)

دودو – چنيسر بصر ڪيئن مليئي؟ منو سو واهه جو آهي! منجهانس ڪير
پيو وهي وو! (هٿ سان نپوڙي ٿو.)

چنيسر - بصر جي ٻي ڇچار ڇڏي ڏي. هيڪڙو ڏاتي مون ڳن آيو مزمان ٿي. ڏڙي بصرين جي ويرم ۾ ڪائي ويو وو! (ڪلن ٿا ۽ ماني ڪائي بس ڪن ٿا تہ هڪڙو واٽيو اچي ٿو.)

واٽيو - چنيسر !

چنيسر - او جيءُ

واٽيو - ٻيلي، تون وينو اتي رهاٽيون ڪرين، اسان وٽ پاٽيءَ سُتي بہ ڪانهي، ڪر جلدي، وارو تہ ٻري هل.

چنيسر - ٻائي، ٻہ پايون واري جون ڳنهدس، جي قبول هونئي تہ هلان، نہ تہ ٻيو ڪو گس ڪر.

واٽيو - چنيسر، اڳي تہ اهڙا ليڪا ڪونہ ڪندو هئين. هاڻي ڏاڍي پڪائي سکيو آهين!

چنيسر - ٻائي، گريب اهيان . هڏين جو پورهيو آم. پڪائي ڇو نہ ڪندس؟

واٽيو- چڱو چڱو، پاٽي تہ آڻ، پوءِ نُهي وينداسين.

چنيسر- (ڪنڌلوڏي) ٻائي، نہ . صڦائي موچاري آهي.

واٽيو - چڱو، ست وارا لاهي وڃ. ٻہ پايون ڳهمري جون ست ڏون ٻارهن. تي پئسا ٿيا روڪڙا، سي پنهنجا وٺي وڃجان. بس، ڳالهہ بہ ايتري. سگهو اچجان، مان هلان ٿو.

چنيسر - ٻائي، ايڪ ڏون ڏون، ٻہ ڏون چار، تہ ڀون ڇهہ، چار ڏون اٺ، پنج ڏون ڏهہ، ڇهہ ڏون ٻارهن، اوست ڏون چوڏهن. (چوڏهن تي زور ڏئي ٿو.) چوڏهن پايون ٿيون چوڏهن چوڏهن. (واٽيو عجب ۾ پئي پايون. هڪ آنو ٻہ پايون هتي رک تہ هلان وو! جي هلين اڳيون ليڪو تہ هوندءِ ڪئير. گهٽائي ڏهاڙا اسان مشڪين جو رت پيتو اٿو.

واٽيو - (شرم کي وندرائي) مار! چنيسرَ ڏاڍو ڏاهو ٿي پيو آهين! مون تہ رڳو آزمودو ٿي ڪيو تہ ڏسان تہ چنيسر ڇا ٿو چوي.

چنيسر – هئو پائي، آزمودا گهڻا ورتئو. هاڻي اسين بہ اکر پيا سکون وو!

واڻيو – چڱو چڱو. هاڻ چڏ ڪاوڙ، سگهو اچجانءِ. (پنهنجي منهن) بس، وڏيرن جلم ڪري ڇڏيو. چنيسر – حاضر. آيو. آنو پہ پايون ٻاهر ڪڍي رکجان.

دودو – (عجب ۾) وچ چنيسر! اِي ڪهڙو ڪتاب پڙهي وئين؟ واڻئي ڪي بہ منجهائي ڦتو ڪيئي. اِي سڀ ليکو اشڪول مان سکئين ڪہ؟

چنيسر – هائو دودا، اسان جومُلو ليکي ۾ ڏاڍو پڙ اٿئي. اِي سڀ ان سيکاريو آم.

دودو – واه واه! واڻيو ڏوتي ڇنڊي وني پڳو! پر اسان کي بہ ترين هلي کي واڻيا سڌا ڪري ڏي، اسان جو تہ ڇوڙن جيان رت بہ چوسي ڦتو ڪيو اَن.

چنيسر – حاضر، حاضر. مون کي رڳو هڪواريءَ پڙ ٽيڻ سو ڏي! (ائين چئي ، اٺي ڏول سان کوهہ مان پاڻي ڪڍي ٿو، ۽ دٻا پري کنوائيءَ ۾ ڪٽي ٿو) هاڻ دودا، الله واهي! واڻئي ڳن پاڻي ڏئي، وچي کي چار ڏوڪڙ ڪمايون. تون وري سُنت پيرو ڪج. تہ مُلين سان واکب ڪري ڇڏيِن.

دودو – ادا، اول ڪيئر، مان سگهو ٿو وران. (دودو ۽ چنيسر وڃن ٿا تہ متان هڪ پنجابي دوا فروش ٽيلهو دوائن جو هٽ ۾ ، پنهنجي سنڌي پائيوار سان ڳالهيون ڪندو، اچي کوهہ وٽان ٿو لنگهائو ٿئي.)

پنجابي – سوچيم ٿي روزگار جو حال ڪونهي. اڳي اسان جا پنجابي پائر پنهنجي چالاڪيءَ سان سنڌين کي ڦري ربين جون پريون ٻڌي پنجاب واپس ٽيندا هئا. هاڻي زمانو سجاڳ آهي. پئسو هن وقت شير جي ڪن ۾ آهي.

سنڌي – سائين منهنجا، ڪن ۾ هجي تہ اتان سولو ڪڍي بہ سگهجي.

هينئر پئسو آهي شينهن جي پيٽ ۾. سنڌ ۾ تعليم ڏينهون ڏينهن وڌندي ٿي وڃي هن ڪان اڳ ماڻهو اڪثر جاهل هئا. خلق پيئي قربي هئي، پتو ڪونہ هو.

پنجابي – (ڪلي) برابر، برابر. پنجاب لاءِ تہ سنڌ سون جي کاڻ هئي! نيم خوانده ملا، نيم طبيب، پيا بہ ڪئين ڊونگي پير فقير، معمولي ڳاني وارا، هتي اچي پاڻ کي اعليٰ درجي جا عالم، ڊاڪٽر، جادوگر، ولي الله ۽ تانسين سڏائي، سنڌين جي جيب تي خوب ڌاڙا هڻندا هئا. مگر اڄ هتي هڪ عجيب انقلاب اچي ويو آهي!

سنڌي- حقيقت هيئن آهي تہ سائين منهنجا، ڪجھ عرصي کان سنڌ ۾ بالغن جي تعليم، ڳوٺ سڌار هلچل ۽ ٻيون اهڙيون تحريڪون برپا ٿي چڪيون آهن، جو عنقريب وقت اچڻ وارو آهي، جڏهن اسان جي لاءِ روزگار جي ڪابہ گلي ڪانہ رهندي. وقت نهايت نازڪ اچي سهڙيو آهي.

پنجابي – ماشاءَ الله ! اسان کي بہ خدا جادو بياني عطا فرمائي آهي. پنهنجي تقرير ۾ ڪافي اعتماد آهي. فقط اوهان جي سچائيءَ جي ضرورت درپيش آهي. اوهان پاڻ سمجهي سگهو ٿا تہ جيتري پيدائش وڌندي، اوتروئي اوهان جي حصي ۾ اضافو ٿيندو.

پائيوار – خدا تي رکو. هن موسم ۾ هڪ خاص ڳالهہ جا اسان جي فائدي ۾ آهي سا هيءَ تہ ميرپور خاص جي شهر ۾ اڄڪلهہ ٿر جا ماڻهو نهايت گهڻي تعداد ۾ آيل آهن. جنهن جو سبب اهو آهي تہ ٿر ملڪ ۾ بارش جي نہ پوڻ ڪري هو روزگار جي تلاش ۾ هتي پورهيو ڪري رهيا آهن. ماڻهو پورهيت، ايمانداري ۽ بخيل آهن. مگر خوش نصيباً جاهل ۽ لالچي بہ آهن. اوهان پنهنجي سحر گوئيءَ کان خوب ڪم ونجو. (ٻيئي

ڪلن ٿا.)

پنجابي - اوهان جي گفتگو مان ٿي مون کي معلوم ٿو ٿئي تہ اوهان بلڪل ڪارآمد ثابت ٿيندؤ. انشاءَ الله تعاليٰ انهن ٿرين جي پوريءَ طرح حجامت ڪئي ويندي.

سنڌي- اوهان بفضل خدا سنڌي زبان جا بخوبي ماهر آهيو. ٿري جاهل جڏهن اوهان جي چتر زباني ٻڌندا تڏهن وات ٿي پاٽي ٿي پوندن ۽ اهڙي وقت اوهان سمجهو ٿا .... (وڏيڪ ڪجهہ چوي ڪين ٿو. پر پنجابي سندس مطلب سمجهي ٿو وڃي.)

پنجابي - مان سنڌ ۾ سترهن سالن کان ايندو ٿو رهان. اڃا بہ سنڌي زبان تي قبضو نہ ٿيو تہ باقي اسان جي جهان گرديءَ ڇا ڪيو؟ مبالغو ۽ مغالطو تہ اسان جي ڏائي هٿ جو ڪرشمو آهي. ٻڌو نہ اٿوَ تہ:

جهان ديده بسيار گويد دروغ
دوپيمانہ آب است يک چمچہ دوغ
(ٻئي کلن ٿا).

سنڌي - خدا ۾ ايمان ۽ پنهنجي ڪارستانين ۾ اميد رکو. اوهان کي اڄ شام جو هتي ڪوهہ جي اڳيان تقرير ڪندو ڏسڻ گهران ٿو. اهوئي سنو هنڌ آهي، جتي شام جو ماڻهو جمع ٿي سگهندا.

پنجابي - پر ميرپور خاص جي عام ماڻهن جي ذهنيت کان ٿورو آگاهہ ڪريوم تہ بهتر. ڪم از ڪم اها ڳالهہ اڳ ۾ ئي ڄاڻڻ گهرجي تہ هتي جي ماڻهن جو خاص طرح ميلان شوق ۽ رجحان طبع ڪهڙي دوائن ڏي ٿيندو تہ انهن بابت خاص انداز ۾ بيان شروع ڪجي.

سنڌي - (کلي ٿو) برابر ، اهو سوال پڇڻ بلڪل ضروري آهي.

پنجابي - (کلي) هن ڪري جو هر هڪ سمجهو حڪيم يا مقرر جو ڪم آهي تہ سڀ کان اول پاڻ کي عام راءِ کان واقف رکي، ۽

ٻُڌندڙن جي نفيسات ڇاٽي تنهن کان پوءِ پنهنجو جادو هلائي، ورنہ ناڪاميابي يقيني آهي.

سنڌي - ميرپور خاص ۾ ڪوهن جو پاڻي نهايت بدهاضمر آهي. اڪثر ماڻهن کي بدهاضمي جي شڪايت هوندي آهي. لهاذا هاضمي جي دوا بلڪل موثر الفاظن ۾ بيان ڪجو.

پنجابي - مقويات ۽ معجونات جو استعمال هتي گهٽ آهي ڇا؟

سنڌي - مان ان نڪتي تي پڻ اچي رهيو آهيان. هتي ڪي حڪيم اهڙا آهن، جن ورهين کان وٺي عام زميندارن کي ياقوتين تي هيرايو آهي، ۽ ڪين موتين جي عيوض فقط سِپ ڪارائي آهي. (کلن ٿا)

پنجابي شڪر آهي جو سپ بہ نصيب ٿي اٿن. اسان وٽان تہ (ڪنہ ڪجهہ ٽيڪس ٿو ۽ هو بہ چپن ۾ مرڪي ڪنڌ ڌوڻي ٿو.)
سُرمي جو ڪو شائق هجي تہ بهتر، ڇو تہ سُرمي جي باري ۾ مون کي اهڙي تہ تقرير ياد آهي، جو خود مان پاڻ تي پاڻ واہ واہ چوندو آهيان.

سنڌي - ڏندَ ۽ ڦلي وارن جي بہ ڪمي ڪانہ آهي. ڊاڪٽر سچانند هتي ايندو آهي تہ اڪ تي ساين اڳڙين بدل ماڻهن جا لشڪر نظر ايندا آهن. جيڪڏهن اوهان جي قفرير اثرائتي ٿي تہ سرمي جي وڪري ۾ بہ پوئتي ڪونہ پونداسين.

پنجابي - سلهہ ۽ دمر تي جا تقرير مون کي استاد سيڪاري آهي، سا بہ ٻڌڻ جي قابل آهي، سوين شيشيون زبان درازيءَ جي زور تي فروخت ٿي چڪيون آهن.

سنڌي- واہ صاحب! اها تمام ضروري ڳالهہ آهي، جا مون کي وسري ويئي هئي. ميرپور خاص ۾ ڪپهہ جي انجڻين جي دز غريب آباد جي رهاڪن جي ڦڦڙن ۾ ايتريقدر تہ وڃي آستانو اڏيو آهي، جو سوين سلهہ ۾ مبتلا آهن. هن طرف جيڪا بہ خوش بياني ڪندا، سا فائدي کان خالي نہ ويندي.

پنجابي – تڏهن تہ دوست ٻيڙائي پار آهن! سچ ڪري پڇيو تہ اوهان جي ملاقات ڪري مون کي ازحد خوشي ٿي آهي ۽ مان سمجهان ٿو تہ ميرپور خاص منهنجي لاءِ نيڪ فال ٿيندي.

سنڌي – انشاءِ الله تعاليٰ ! هي اهو سنڌ جو شهر آهي جتي هرڪا شيءِ مهانگي ملندي آهي. ٿر ضلعي جا جاهل زميندار پئسي کي ٺڪرين وانگر اُڏائڻ ۾ شهرت حاصل ڪري چڪا آهن. جهل ۽ فضول خرچيءَ جي بازار گرم آهي.

پنجابي – پوءِ تہ نصت لڪ نصف لي هاذا قوم جاهلون. (ٻيئي تاڙي ملائي کلن ٿا.)

سنڌي – هائو، اڌ تنهنجو اڌ منهنجو، هي جي ٿيا جاهل ! چڱو، السلام عليڪم. اڄ شام جو، هن ئي هنڌ. (سنڌي پائيوار هٿ، هٿ ۾ ملائي موڪلائي وڃي ٿو).

پنجابي – ملڪ ۽ ملت جو خير خواهہ چڱو ملي ويو اٿم. آخر اسان پرديسين کي بہ جيستائين اهڙا محب وطن سنڌي نہ ملندا، تيستائين اسان جي رهبري بہ ڪيئن ٿيندي؟ خير هيترو وقت تہ خيالي پلاءُ پچايا ويا آهن. ڏسجي خدا مسبب الا سباب آهي (مٿي نهاري). (پنجابي دوا فروش وڃي ٿو تہ مٿان چنيسر کوهہ جي پر م اچي ڪلهن تان پنهنجي ڪنواٽي لاهي پٽ تي رکي ٿو. سلفي دڪائي پيئي ٿو ۽ ڪجهہ جهونگاري بہ ٿو. مٿان دودو بہ اچي ٿو سهڙي.)

دودو – سلام ماليڪم.

چنيسر ماليڪم سلام دودا. ڀلين آئين ڀلين! مون بہ ويٺي توجي وات نهاري. چوٺان پيو، سچ بہ ٿو اُيري، همراهہ جو پتوئي ڪونهي.

دودو – (کلي) سچ اُيري ٿو، اُلهي ٿو؟

چنيسر – (ورندو کلي) پر دودا، انسان ويچارو آهي ماڙهوءَ جي آچار.

ڪڏهن ڪڏهن زبان مان ٻُل بہ ٿيو وڃي.

دودو - ڪئير، اُو تہ ڦڪر ڪونهي، پر هي توجو جڪم (چنيسر جي تنگ واري زخم ڏي اشارو ڪري) اررر بنه ڪيم ٿو وٺيم. تون بہ هاڻ ٿيو آهن شوهري. مرشدين مان ويساهہ ويو اٿئي نڪري، داخترن جي تات تہ شل ڪوم پوئي، هي جيڪو ميرپور وارو پير اٿئي، انجو نالو بہ ٻڌي آيو اهيان، ڪانهي ڪرامت جي ٻي ٻچار چڏي ڍار، بنهہ مئا وينو جياري.

چنيسر - الله جو؟

دودو - سونهہ.

چنيسر - دودا، مرشدن ڪان آءُ ڦريو ڪين اهيان، ابو چُوندو هو تہ مرشدين ڪان جيڪو ڦِريو، سو ڦريو. پر ڳالهيون اسانوارو مُلو بہ عقل جون ٿو ڪري.

دودو - اُو ڇا ٿو چُوئي؟

چنيسر - چُوندو اهي تہ ابا، پراڻي وخت وارا مرشد ٿي مري ويا، هاڻي اهن نڳ. رڳو ٻڳو مريدين ڪنان ڏوڪڙ ڦري ڪن ٻينگيو.

دودو - ائين بروبر آهي، پر چنيسر ڏس، تون سالڪ مڙس اهين، هي ڏسج (آڱريون ڏيکاريس ٿو): پنج اڱريون اهن، ڪي پنج ئي بروبر اهن؟ ڪي چڱا، ڪي مَٺا . هي مانڊاٺون جومنڊيو اهيس، سو بہ ڪن جي ڪري تہ پيو هلي!

چنيسر - سو هروڀرو پيرن جي ڪري پيو هلي ڪ؟

دودو - چہ چہ ، آءُ ائين ڪونہ ٿو چُوئان، پر ٻلين جو اولاد آهي نہ؟ ڪنو پاڻي هوندو، تہ بہ باهہ وسائي ڦٽي ڪندو. چريا ڪريا هوندا، تہ بہ هن جي پٺ زور ٿي نہ ؟

چنيسر - ڪنو پاڻي باهہ بروبر وسائيندو، پر ڏپ تہ منجهانس ڪانہ ويندي نہ؟ (ڪلي ٿو)

دودو- ٻيلي، تون اهين هاڻ پڙهيو ٿي پيو، توسان بهيش ڪري آءُ ڪو

پڇندس؟ مرضيءَ جو اهين مالڪ.

چنيسر - ڀلا، سائينءَ جو نالو ڇا آهي؟

دودو- سائين شمشير علي شاهه

چنيسر - دودا ڀيلي، نالوئي برڪت وارو اهيس.

دودو - ماٺ نہ ڪرئين ؟ زاد نہ بيهي، سارو ڏينهن پڪو ڪيو آم، تڏهن مسينمسين ڳالهه مگز ۾ ويٺي آم. هير آءٌ بہ ويو هوس ڪا ڇيٽڻ جي ڀري ڪرڻ، ڪاڙهي ۾ ڪڙهي ڪڙهي ڀري ڪيم هيڪڙي، سا ڪٽي ٽي آيس شوهر ۾ تہ وڪٽان تہ من ڪي ہ - چار ڏوڪڙ ٿي پُون.

چنيسر - (کلي ٿو) دودا، پر انهيءَ ڳالهئين سنڌ زور! راضي شاهه جو سونهه، هاٽي پانجي ٽر مٿي ڇيٽين ڪي ڀڇي ڪير؟ هتي سنڌ ۾ ڇيٽو بہ ڏوڪڙ ڪريو وڃي وو، مهتا تہ مورڳو ڇيٽي ڀتر تي مرن پيا مرن وو! روز صبح جو ڪولهٽيون ڏسندين تہ ڇيٽا ڀتر وڪٽنديون وتن. واه ڙي سنڌ واه!

دودو - هائو چنيسر، اُپائي بہ سنڌ، وري ڪپائي بہ سنڌ !

چنيسر - هائو، پئسين سان ماڙهوءَ جوماهه بہ جيترو ڪپيٽي اوترو ڳنهه. (تنگ تي هٿ لائي سور ڪان دانهن ڪري ٿو.)

دودو - پوءِ توسان ٽي ڳالهه ڪيم: ڇيٽا ڪٽي اچا جو شوهر ۾ تہ سائين شمشير جو ڪليڦو صالڻ فقير منهن پئجي ٿو وڃي.

چنيسر - سڃاڻندو هئين ڪ؟

دودو - ڳہ ڳہ (ڳتتہ ڪار ڪري) مون ڪان پڇيائين، ٽري فقير، ڇيٽين جو ڪيتَرو؟ مون ڇيو مانس، سائين، توجي اکتيار. پو تہ آءٌ ٽين آني تي ۽ هو تکي تي . نيٺ ڇيائين، ابا، ڀلي پاسي ڇيٽا ويندا، بازن ۾ پوندئي سگهہ، آءٌ بہ اهيان ڪليڦو سائين شمشير علي شاهه جو، صالح فقير منهنجو نالو اٿئي. سائينءَ جي بَٺيءَ لاءِ ڪپن ڇيٽا، جتي هرڪو اوي سوي پيو تِل قَل ڪري. اهو

تڪو اسين ملهہ ڪونہ ٿا ڏيون ، پر دعا جو ٿا ڏيون، تون ڪانگاهہ ڏي ڪٿي هل، پوءِ تہ توجي مرضي پوئي تہ لاهيج، نہ تہ توکي ٻَڌندو ڪونہ.

چنيسر - پوءِ لاهي آئين ڪ؟

دودو- ڪهڙيون ٿو ڳالهيون پڇين سائين باشاهہ ڪانگاهہ ڏسي آءُ تہ ڏري ويس، سوين سوالي وينا هئا، ڪارن شيدين جو تہ ڇيهہ هئي ڪونہ هو! پو تہ ڪليڦين مون کي سائينءَ جي ڪرامتن جون اُهي اُهي ڪبرون سڻايون جو الله جو سونهہ مون تڪي تان بہ هٿ ڪٽي ڦتو ڪيو. سائين ڏين مان پٽ ڪريو ڏي ! ٻي پڇار ڪهڙي ٿو ڪرئين؟

چنيسر - تو زيارت ڪئي؟

دودو - ڳہ ڳہ! (ڳتڪار ڪري ٿو) مون پاڻ توجي بہ ڳالهہ سڻائي ڏني تہ مانجو مِٽ آهي چنيسر، اُو پاڻ ويچارو جڪمجي پيو آهي، ڪليڦي صالڻ فقير چو تہ مار! هيترو وقت ٻي سور سٺا اٿس، سائين جي مچ جي ڪاڪ ۾ مَٽيءَ جو پاڻي ڪر انهيءَ تاڻي ڇڏائي ڇڏيس.

چنيسر - تڏهن دودا، ڪٿي سائينءَ پيرو تجي؟ هاڻي مورڳو سور ڪان پاڻي بہ ڪين ٿو پيري سگهان.

دودو - مون کي تہ ڪليڦي چو تہ مريد ٿي، پر مون چو تہ چنيسر سان صلاح ڪريان پوءِ. تنهن تي چوئين تہ چنيسر کي پيڙو وٺي آءُ، ياڳ ٿا اوهان ترين جا ڪلن جو هڪڙو مرشد پلو ٿو مليانوَ.

چنيسر - ٻيلي دودا، مرشد ڪونہ وٺنداسين، اِي گهوڙو پاڻ ڪان در مٿي ٻڌو نہ ٿيندو. پوءِ جي پيڙهيون پيون ڏن پرين، اهڙو ڪم ڪَچو ڪونہ ڪِبو. باقي دعا دڦا، ڪو ڦيٽو ڇندو ڪرائي، سنت ڏيئي موٽي ايندا سون.

دودو – جيڪا توجي مرضي. پر چنيسر، هڪواري هلڻ ضرور کپي،
ڏاهن چيو آهي : ڪک هيٺ لک لڪو پيو آهي. سائين سُڄي
بنهه ڪرامت وارو ٿو. هلي زيارت بہ ڪري ايندا سون، دعا بہ
مڱي ايندا سون. سياڻي هلڻ کپي. سائين ملي ٿو صبح جو
چنيسر، ڪلق ٿي اچي ڏاڍي توجي مانجي اتي پچار ٿي ڪانهي.
چنيسر – اول ڪئير، صبح جو هلنداسين (پردو ڪري ٿو.)

## ائڪٽ ٽيون — پردو پهريون

(شاهي سڙڪ تي، ڪنڌ پاسيرو، ٽي پٽيباز پنهنجو چار پڪيڙيو
ويٺا آهن.)
پهريون – (سگريٽ مان سوٽو [illegible]) مولا! ملاءِ ڪو مٽين موڙهو،
ڳنڍين ڳوڙهو.
ٻيون – (ساڳئي سگريٽ مان همراهہ ڪان وارو وٺي) يا علي ! تہ هٽي
ڏک حرفت جو ڪبونس اتيئي پورو.
ٽيون – پيران پير! ڪٿي ڪمائيءَ مان اسين بہ ورهايون ڪو اڄ تنهنجي
يارهينءَ جو چورو.
(اتي ٻاهران ٻن ڄڻن جي ڳالهائڻ جو اواز ٻڌجي ٿو.)
هڪڙو – سڙڪ هي آهي؟
ٻيو – آنهہ، انهہ.
هڪڙو – مٿان بل تہ ڪيمَ ٿو ڪريين؟
ٻيون – ڳہ ڳہ (ڳتڪار ڪري).
پهريون – ٽپتائي – (ڪن ڦرڙائي) دوستو، هاڻي ڪا ڏيڪاريو مڙسي.
آهن ٻئي ٽريا ٻُوڪ.
ٻيا پٽيباز – مولائي، رک مشڪلڪشا تي ڪي وڪيا هونداءُون چيلا يا
ٻڪر تہ نورو چيلهہ وارو ڪريون ٽا خالي.
(هڪڙو پٽا هلائي ٿو، ٻيا پئسا رکن ٿا. ايتري ۾ دودو ۽ چنيسر

اچن ٿا.)

دودو - - چنيسر، هي جوان ڇا تي ويڙا ٿيا اهن؟

چنيسر - شوهرن ۾ سدائين ميلا لڳا پيا اهن.

پتيباز- (هنن ڏي نهاري) يارو ! قسمت ، نصيب وارو ڪائي! بخت، ڀاڳ وارو ڪائي! (دودو ۽ چنيسر بہ رڙهي ويجها ٿين ٿا ۽ ڏسن ٿا. ٻين کي ڪتندو ڏسي دودو هر ڪي ٿو.)

دودو - (چنيسر کي پاسي تي وٺي) چنيسر، ڪهڙي صلاح؟ آزمائيندين ڀاڳ ڪ؟

چنيسر - دودا، مون وٽ ڏوڪڙ ڪونهي، نہ تہ ڪيڏ مون سمجهي ورتي آهي. رپيا ٻہ چار ڪٽي وڃهجن ميدان ۾.

پتيباز - قسمت، نصيب وارو ڪائي! ڀاڳ، بخت وارو ڪائي! رکي رکي رپيو جنهن جي دل چاهي. [illegible]س ماڻهو راٿيءَ تي رپيو رکن ٿا، ڪتن پيا.)

دودو - (چنيسر کي) توجي صلاح هوئي تہ رپيا ٻہ - چار ڪٽي ڦينڪيون. جي ڏنو ڀاڳ ييڙو تہ دال مان سيرو، جي ڏني بخت دبہ، تہ سيري مان ربہ! (ڪلن ٿا.)

چنيسر - هئو، ڀاڳ جو ڪم آهي، يا تہ ٻٽ ٻهون يا تہ ڪُپو ڪچ ۾!

دودو - هنن همرائن کان پڇون تہ سهي؟

چنيسر - هئو ڀلين. (هنن مان هڪڙي کي سڏ ڪري ٿو) اڙي سنگتي، اورهون تہ اچج. (اهو اچي ٿو) ڀيلي، ڪبر تہ ڏي گهٽو هارايو اٿئي؟

همراهہ - هارائي منهنجو جوتو. چار رپيا ڪٽيا آهنم، بيٺي جي ويرم ۾. (هوران ڪن ۾) رانديگر ڪو آهي نئون پوڪ، خبر پويس ئي ڪانہ ٿي. مان ۽ منهنجو هُو بيو دوست راٿيءَ واري پتي جي ڪنڊ ٿوري ييچيو ڇڏيون، پوءِ ڪٽبو انهيءَ تي رپيو رکوُن تہ رپئي جا بہ ٿيو ملن، ٻن جا چار ٿيو اچن. هتي تہ گهڙيءَ جو

کيل لڳيو پيو آهي. چڱو هاڻ مون کي ڇڏيو تہ ٻہ - چار رپيا تہ ڪمائي وٺان (وچي ٿو تہ دودو ڇڪي جهليس ٿو.)

دودو - يار، ٻيهي تہ سهي. اسان سان ٻڌيءَ ۾ ٿيندين؟

همراھ - هائو يار، ڇو نہ ٿيندس؟ پر هوريان تہ ڳالھ ڪر، ٻُڌي وٺندو تہ تَهي ويندو.

چنيسر - (هوريان) ڀلا اسان کي بہ پتي جي ڪنڊ ڀيڇي ڏيکار تہ اسين بہ ڪتون.

همراھ- سو بہ رپيا ڪڍ، سکهو ٿي، اجا پيو ڳالهيون ڪرين! هاڻي بہ ويو ٿي هليو جنهن کي مس مس ريجهائي ويهاريو اٿئون. (وچي ٿو ۽ وچي رپيو رکي ٿو.)

دودو - چنيسر ڀيلي، اڄ تہ اٿئي ڀيڙائي پار. رپين کي کول تہ موج لڳي.

چنيسر - دودا، پنڌ ٿورو ، اجورو گهڻو. ڳالھ ۾ آهي مڙئي شڪ!

دودو - ڀيلي، اکئين پيو ڏسين، ڀيو توجي مرضي، تون هاڻي چار اکر پڙهيو آهين سو ضد ٻنهہ ڪونہ ڇڏيندين.

چنيسر - نہ نہ، دودا، او لڙائي ڪرڻي آهي.

پتيباز - قسمت، نصيب وارو ڪائي! بخت، ڀاڳ وارو ڪائي، راڻيءَ تي رپيو. اچو ، اچو يارو، قسمت آزمايو! رپيا ڪمايو!

چنيسر - ڏسان تہ سهي ڪهڙي پتي تي بازي آهي؟

پتيباز- (راڻيءَ تان رپيو کڻي) بابا، بيشڪ ڏس نڳي ڪانهي، ڪپت ڪانهي، دغا نہ آهي، دولاب نہ آهي، هڪڙو پتو آهي، ٻہ نہ آهن. رپيو، رپيو، اچو، اچو. (همراھ راڻيءَ جو پتو چنيسر جي هٿن مان وٺي ڪنڊ ڀيچي ڇڏي ٿو، ۽ پوءِ اک سان اشارو ڪريس ٿو ۽ پتيباز پتا هلائي ٿو. )

چنيسر - (پتي تي رپيو رکي) منهنجو هن پتي تي آهي. اٿلاءِ تہ ڪبر پوئي؟ (راڻي نڪري ٿي ۽ کٽي ٿو.)

همراهہ – رک ڀيو ربيو. نہ نہ آءٌ ٿو رکان. منهنجو وارو آهي.

چنيسر – آءٌ ٿو رکان (ربيو رکي ٿو ۽ وري بہ کٽي ٿو).

همراهہ – (پٽيباز کي ) اسين هاڻي ٻہ رپيا رکنداسون.

پٽيباز (مکر ڪري) يار، بازي رپيي ربي جي آهي. ٻہ – ٻہ رپيا رکڻ
ڪونہ ڏيندس؟

همراهہ – واه يار، اهڙو جي ڪتل آهين تہ پوءِ راند ڇاجي ٿو ڪرين؟ واه
رانديگر! بازي هاڻي ٻن ربين جي ٿيندي؟

پٽيباز – ڀيلي، اڄ مون کان ڪيترو کٽيو اٿوَ! اڄ ڪا منهنجي برائي
آهي. رڳو هارايو اٿم. ٻہ – ٻہ رپيا ڀلائي ڪري نہ رکو.

چنيسر – چو يار ، رکنداسين تہ جوڙو ربين جو، نہ تہ بس.

دودو – (ڪلي) هئو، ميلو چوندا آهن تہ متو ڀلو، ۽ مال ڪتو ڀلو.

پٽيباز – چڱو يار رکو. سيڪو ڀاڳ، قسمت ٿو ڪائي! (پتا هلائي ٿو).

چنيسر – منهنجو جوڙو ربين جو هن پتي تي آهي ڪول (پٽيباز ڪولي ٿو
تہ راڻي نہ آهي، ۽ چنيسر هارائي ٿو).

دودو – چنيسر، حيف هجنئي، پتو پڌري پٽ پيو آهي، تہ بہ ڀلجي وئين!

همراهہ – مون ڏي نهارين ها. اشارو بہ ڏنو مانءِ (دودي کا اشاري
سان ڪنڌ [illegible] ڏيکاري) تڏهن بہ پتو ڪونہ پيئي!

چنيسر – مڙئي ڪٺبر آهي، وڙهوم ڪيم. انسان ويچارو آهي ماڙهوءَ جي
آچار. تکڙ ۾ ڀل ٿي ويئي، ڀؤ ڪونهي، ٻئي دڦي ڏسو. اڃا
پنڌ جي هڙ جو ڪوم ويو آهي.

پٽيباز – قسمت وارو ڪائي! بخت ڀاڳ وارو ڪائي! نصيب وارو ڪمائي!
رکو رکو (پتا هلائي ٿو).

همراهہ هن دفعي مان رکندس.

چنيسر – ڀلين ڀلين.

همراه – (ٻہ رپيا رکي ٿو ۽ کٽي ٿو) ڏٺءِ؟ (پتو کٽي ڪنڌ ڇبي ڪري
ٿو) هاڻي سنيالي رکج.

چنيسر - (پتيياز کي) جهٽ ڪري پتا هلاءِ.
پتيياز - اڇو، اڇو، ٻاڳ وارو ڪائي! نصيب وارو ڪائي! (پتا هلائي ٿو.)
چنيسر - ٻه رپيا رکي ٿو ۽ هارائي ٿو.)
چنيسر - ڪنهي ٿو ۽ دودي کي) دودا، اِي وري ڪيئن ٿيو؟
همراهه - (چهرو ڏئي) هي وري ڪيئن ٿيو! منهنجي چوڻ تي هل ته پوءِ ڪٽين ٿو، هارائين ٿو.
چنيسر - (همراهه کي) ادا، وارو ڪر هاڻ چار رپيا وڃائي ويٺو آهيان. الاجي اڪ ترڪيو وڃي، الاجي ڇا!
همراهه - نهيو هاڻي فڪر نه ڪر جتي مان چوان اتي رکج. پوءِ ڏس رنگ.
چنيسر - ڀلي ، راضي شاهه ڀلو ڪرئي ، چار رپيا واري ڏينم. نه ته مري ويندس.
دودو - هائو سنگتي، هي مڙس گريب اٿيئي.
همراهه - (پتيياز کي) اڙي، هلاءِ پتا گهڻن سان چرچا ڪيا اٿئي.
پتيياز - (پتا هلائي ٿو) نصيب وارو ڪائي ! قسمت وارو ڪائي!
همراهه - چنيسر ، رک هي ٻه رپيا.
(چنيسر ٻه رپيا رکي ٿو، پتيياز پتو اٿلائي ٿو ته چنيسر هارائي ٿو.)
چنيسر - دودا، هاڻي مورڳو ڦرجي رهياسين. ڇيوسين ته سائينءَ جي سنت جا ڪي پئسا ملي پون ته مورڳو پنهنجي هڙ ٻه ڇٽ !
دودو - هئو، چوندا آهن ته آئي سگڻ کي، وئي ڪن ٻه ڪپائي.
چنيسر - ڀلا هاڻي؟
(اتي جواري ڪسڪي وڃن ٿا)
دودو - (جوارين ڏي نهاري) چنيسر، هي ته ڀڄي ويا. مار! هي ته ڪي پاڻ ۾ صلاحي هئا.
چنيسر - بس . (نصيب تي هٿ هڻي) مون ته مهند ئي چو تي ته پنڌ ٿورو اجورو گهٽو، ان ۾ ڪو خَلل آهي. پر بس، هاڻي ته الاجي

ڪير هئا، ڪيڏانهن ويا؟

دودو - چنيسر، هاڻ اهي سور پوءِ رونداسون. هن ٽاٽي هل تہ سائينءَ وٽان ٽي اچون سائين دعا ڪِندو تہ رزق ۾ برڪت پوندي.

چنيسر - ادا، سائين ڏي هلندي ئي واٽ تي هي چڱو سوڻ ٿيو آهي! هاڻي اتي پڇون تہ الاجي ڪهڙو حال ٿيندو؟

دودو - مڙئي الله چڱي ڪِندو. (وڃن ٿا)

(پردو چڙهي ٿو)

## ائڪٽ ٽيون پردو ٽيون

(پير جو مڪان پير صاحب اندر پرو مراقبو ڪيو ، چادر اوڍيو ويٺو آهي، انهيءَ هنڌ ڪي مٿان سنهي ململ جو پردو ڏنل آهي. ٻاهر تي بہ خليفا، هڪ صالڻ فقير ۽ ٻيون منٺار فقير، منجين تي ويٺل پاڻ ۾ ڳالهيونپيا ڪن.)

منٺار فقير - صالڻ فقير، هاڻي زمانو ئي ٻيو اچي ويو آهي. داتا ۾ ويسهہ ڪندين تہ اڳي سائين جن سان ڳڏ مسافرين ۾ نڪرندا هئاسين تہ برن ۾ بازيون لڳي ويندون هيون! گهوڙن جا ڳاهہ داڻا، رسايو رڙيون، منزلن جا بندوبست، مريد قلبان پيا ٿيندا هئا.

صالڻ فقير - منٺار فقير، اهي مزيداريون ئي مون ڪان پڇ. اهي زمانا توڪان وڌيڪ مون ڏٺا تن ڏينهين هيءَ نار جو پٽ سچو هن گاديءَ جو مريد هوندو هو. زميندار، زميندار جي ذات سجدا پيا ڪندا هئا. پر ٻيلي، اڳين ماڻهن جا عقيدا زور هئا.

منٺار فقير - عقيدا هينئر بہ ساڳيا آهن. پر هيءَ جا پڙهہ پڙهان لڳي پيئي آهي. ڪم خراب انهيءَ ڪيو آهي نہ! جيڪو ٿو چار اکر پڙهي، تنهن جو قلب ئي ڦريو وڃي . پير فقير ڪان منهن موڙيو وتي.

صالڻ فقير - مطلب ڳالهه جو تہ سچي حڪومت ڪي گهمرو اچي ويو آهي. هاڻ جيڪو اسڪولن جو وزير، جيڪو اڳي هتي ميرپور ۾ اچي، سو آهي تہ پاڻ بہ پير، پر تڏهن بہ چٽن پاڙهڻ تي آٽي زور رکيو اٿس. پنهنجي پيريءَ تان تہ پڪ هٿ کنيائين پر هاڻ اچي پيو آهي ٻين جي پٺيان.

منٺار فقير - هائو، سيني جا مريد ڪاري ڇڏيندو، ڇو تہ جيڪو ويندو پڙهندو، سو ويندو ڪرندو.

صالڻ فقير - بس، پاٺيهي ٿا پاڻ سان ڪن!

منٺار فقير - ٻيلي صالڻ فقير، ڏڪي ڳالهہ لڳنديئي باقي سچ تہ ائين آهي، جو هنن پيرن ڪئي پاڻ سان پاٺيهي آهي. ڀلا، نسوري نڳي بہ ڪيتو وقت هلندو؟ اهوجهن جا تہ جهڳائي جهڻ ٿي ويا آهن. خدا ڏاڍو آهي!

صالڻ فقير - پيرن جو ڪهڙو ڏوهہ؟ پاڻ ڪي ڏوهہ نٿو ڏين؟ پير پاٺيهي تہ ڪين ٿا اڏامن ؟ انهن ڪي بہ اسين ٿا اڏايون. ٻڌايو ماڻهن کي ڪوڙيون ڪرامتون، ڏيو ڏتا، وتون غريبن کي ڦريندا. اسانجا سائين نماز کي ويجها نہ ڪونہ وڃن، تہ اين چئون تہ مکه مديني ۾ روز ٿا نماز پڙهن! هو پيئن پنگ تہ اسين چئون تہ کير ٿا پيئن. اهائي ڏوڙ اسان کي پئي آهي نہ؟

منٺار فقير - پر فقير وڏا، ڪيئن ڪجي؟ ورهيہ انهيءَ در تي پٽڪندي ٿيا آهن. حرام جي هڏي پيٽ ۾ پئجي ويئي آهي. هاڻ تہ پاڻ کان ڪوڏر ڪنئي ڪانہ ٿيندي؟

صالڻ فقير - ادا، ڪوڏر نہ کنئي ٿيندي تہ هينئر آهن بہ بک جا چڪ ! ڪالهہ هڪڙو ٽريو گڏجي ويم تنهن کي ريبي ريبي آندم درگاهہ تي، چيٹن جي پيري بہ ڇڏائي مانس، ۽ ڏتا ڏيئي ڪريانس ٿو مريد. انجام اچڻ جو اٿس، جي آيو تہ هن گهڙيءَ ٿو اچي. (ٿورو رکي) مولا ٿو چاٽي تہ تامي جي پائي بہ

ڪانهيسون. الله آٽيس تہ ڪريون ڪا هڙ ڪوسي! پيو هينئر
تہ جنهن مريد ڏي ٿا وڃون تہ موچڙي جيڏو سونڊ چڙهيو پيو
اٿس. اڳي اسين آڪرا هوندا هئاسين. هاڻي ويچارا ٿيو وڃيون
ٻيهون تہ ڪو پڇي بہ ڪونہ ٿو.

منٺار فقير- فقير وڏا، سچ ٿو چوين. هيءُ تہ وقت ڏاڍو نازڪ آهي.
ٽري پئسي تي تہ ساهہ ڏيندا آهن. گهٽي اميد رکڻ اجائي آهي.

صالڻ فقير - زور آور، جي مولا ٿو سٽي، ۽ اچي ٿو نڪري تہ پوءِ ڏسج
منهنجا ڪم. تڏهن ايڪيهہ ورهي خلافت ئي ڪانہ هلائي اٿم.
اهڙيون رٿون رٿي ڇڏيون اٿم، جو هڙ ۾ جيڪي هوندس، سو
اتي نہ رکيائين تہ منهنجو نالو صالڻ لاهي ڪنهن ڪتي تي
رکجان.

منٺار فقير - (ڪلي) مون کي آهي تہ خاطري. اسين سڀ تنهنجا ٻالڪا
آهيون. تون ڏاند ڌهڻ وارو آهين. پر خدا ڪري هجي ڪو مت
جو موڙهو، ڳنڍ جو ڳوڙهو!

صالڻ فقير - ها، تنهنجا پٽ ٻچن! رڳو هڙ ڪوسي هجيس، پوءِ ڏاڙهي
مٿو پئي چٽ ڏسنديس. هوءَ مائي ڏني اٿئي، جا پار ڪٽيو،
درگاهہ جي پڙ ۾ ويٺي آهي؟

منٺار فقير - هائو.

صالڻ فقير - تہ بس، رک رب تي. سائين بادشاهہ کي اڳيئي سُر ڏيئي
ڇڏيو اٿم. سڙيا وينا آهيون. هينئر اکيون الله ۾. انهيءَ ٽريءَ
۾ آهن. (چنيسر ۽ دودو اچن ٿا)

دودو - سلاماليڪم.

صالڻ - ماليڪم سلام. ابا، ڀلي آيا. (دودو هٿ وني چميس ٿو ۽
چنيسر بہ ائين ڪري ٿو) ابا اوهان جو ڀاڳ سياڳ تہ ڪو
سٺائو آهي. سائين مريدن ڪرڻ ڪان هاڻ ٻنهہ وئڻون ٿو وڃي.
ڏوهہ لک مريدن جا اڳئي اٿس ۽ هاڻي فرمائن ٿا تہ ڪيترن کي

اسين بهشت ۾ ونڃي ويندا سين؟ تنهنجي ڀاران حيلا حوالا منٿون معذرتون ڪيون اٿم، تڏهين مسين مسين قبول ڪيو اٿن. سو بہ فرمايائيون تہ تون وڏو خليفو آهين متان دل ۾ ٽيئنئي. تڏهن ٿا ميجون.

چنيسر – هئو گازي! ڏهہ لک وو!

صالح فقير – تڏهن ابا ، ڀيو ڇا؟ فيض جا دريا جاري آهن. لکين لعل ٿيو ويڃن. جنهن ڏي ٿا پاڻ اک ڪڻن ، سو مالا مال ٿيو وڃي.

دودو – چنيسر، سڻ.

صالح فقير – (دودي کي ) ابا، هيءُ درويش ڪير آهي؟

دودو – سائين مانجو مٺ ٿئي ويچاري کي ٽنگ مٿي ڦٽ ٿي پيو آهي. سور ڪنان ٻنهہ مري ٿو وو!

صالح فقير – (چنيسر جي ٽنگ ڏسي) مار ! ابا چڱو جو اچي وئين. بس هاڻ هر مشڪل آسان. علي نگهبان!

چنيسر – ڪليڦا، سوال ڀہ – تي دل ۾ سانڍي آيو اهيان.

صالح فقير – دل ۾ نہ رک. چئي ڏي. هي جاءِ اميد جي آهي. ڊپ نہ ڪر.

چنيسر – هڪڙو تہ درد ڪنان ڇتان. ڀيو تہ واٽ مٿي ايندڙي پتاين ڦريو آم. يڪت ٻنه ڦتل آم اُو ٻہ ڀلو ٿئي. ٽيون وري ڏوڪري ٻہ سنيها پئي موڪلي تہ هڪڙو ٽرين ڏڪار ڀيو مال ۾ موڙو، مکڻ ٻہ جڙئي ڪونہ. ڏهہ پندرهن جيڪي ڳويون اهين، ان ۾ ٻہ برڪت آهي ججهي! مکڻ جام ٿئي، جنهن منجهان ڪو اپراسو ٿئي.

صالح فقير – (کلي) ابا، مون ڀانيو تہ ڪو وڏو سوال ڪندين. اهي ڪم تہ سمجهہ سڀ ٿي ويا. هاڻ توکي سائينءَ سان ملاقات ڪرايون ٿا. ادب سان پيرين پئي پري ٿي ويهج. توکي دعا دفا، ڦيٿو چندو ٻہ ٿا ڪرايون. تعويذ ٻہ لڪائي ٿا ڏيون. پوءِ

سڀ سهنج. اسان جو قدر پوءِ پاڻهي ڪج . سائينءَ مهندان
جيڪي نذرانو رکندين. سو ڪتندين، جيترو گهٽو رکندين،
اوتري گهٽي برڪت پوندئي، (منٺار فقير کي) منٺار فقير،
سائين کي اطلاع ڪر تہ قبلا! ٻہ سائل آيا آهن. (منٺار سنهي
چاردر جي وچ مان اندر وڃي ٿو، تيتر صالڻ فقير، جوتون ٻجي
هٿ ڪولي، الله هو ! الله هو! الله هو! پيو ڪري، ڪن پلڪ
پڄاڻان منٺار فقير ٻاهر تي پڌرو ٿئي ٿو.)

منٺار فقير - (ٻاهر اچي) ٻاڻ مالڪن گهرايو آهي تہ سائلن کي وٺي اچو.

صالڻ فقير - (سائلن سان گڏ اندر پِرو ٿي) بابا، قبلہ عالم کي پيرين
پئو.

(پير مراقبو ڪڍيو وينو آهي، دودو ۽ چنيسر پيرين پون ٿا، هٿ چمن
ٿا ۽ پري تي گوڏا ٻجي ويهن ٿا. پير صاحب اوچتو رڙ ڪري
ٿو" )

پير صاحب - ابا خليفا، جهٽ ڪريو مَٽيءَ مان پاڻيءَ جي چل تہ پري
ڏيو . جلدي ڪريو، جلدي ڪريو.

خليفو صالڻ - حاضر قبلا! (جهٽ ۾ چَل پري ڏئي ٿو.)

پير صاحب - (پاڻيءَ جون ٻہ تريون پري اُتر طرف اڇلي ٿو ۽ چوي ٿو)
سبحان الله وبحمده، سحان الله وبحمده.

(ويٺل حيرانٿين ٿا. خاص ڪري خليفو صالڻ).

خليفو صالڻ ـ جيئندا قبلا! هيءُ ڪهڙو اسرار هُوَ؟

پير صاحب ـ ابا، پنهنجي شهر جي بازار کي اتر طرف کان اچي باهہ
لڳي، ۽ وڪوڙي ويئي. پنهنجي مريد حاجي خالقڏني ميمڻ
اسان کي سڏ ڪيو. امالڪ مريد سان اوڪيءَ ويل وڃي حامي
ٿياسين. پاڻيءَ جون ٻہ لَپون اڇليون سين تہ الله پاڪ جي فضل
سان باهہ وسامي ويئي! شهر ۾ هراس گهٽ آهي، نہ تہ سڄي
بازار خاڪ ٿي وڃي ها.

صالح فقير ـ قلبان وڃان سائين جي نانوَ تان! صدق صدق منهنجا سهڻا پير! اهي تنهنجون مريدن سان ڀلايون نہ هجن تہ هوند ڪهڙو حال ٿئي؟

چنيسر ـ (دودي کي) سچو هُئين دودا! ٽرين بہ پير مريد ڪتن کان ئي گهٽا. پر واه ڙي سائين تو جي ڪرامت!.

پير صاحب ـ بابا، ادب، اسان کي ظاهر نہ ڪريو. اسين گنهگار آهيون، اسان ۾ ڇا آهي.

دودو ـ چنيسر سٽين ٿو؟ وري اِيءَ نهنائي! (اوچتو هڪ مائي اندر دانهون ڪندي اچي ٿي. پار، جو ڪجھ ۾ اٿس، سو لاهي پير جي پيرن وٽ رکي ٿي، ۽ روئي ٿي، اوڇنگارون ڏئي ٿي).

پير صاحب ـ صبر! صبر! صبر جو ڦل پلو آهي ڳالهہ تہ ڪر توسان ڪهڙي ويڌن آهي؟ اميد تہ مشڪل آسان ٿي پوندو.

مائي ـ (روئڻ بند ڪري) سچا مرشد! تو هن ڀانهيءَ کي سٽن ڏيئرن مٿان دعا ڪئي هئي تہ هاڻ پٽ ڄمندو. هن ٻانديءَ کي هڪڙو ڦوٽو بہ ڏنو هوءِ تہ ڪائي ڇڏ، ۽ پٽ ڄمئي تہ نالو ڦوٽو رکجانس. پر آءُ مُٺي آهيان، وري بہ مون کي اُٺين نياڻي ڄائي آهي. مون وٽ الله جو ڏنو مال رزق گهڻو آهي پر پٽ ڪونہ اٿم. سڀ ملڪيت تو سهڻي جي نالي تان قلبان آهي، لکي ٿي ڏيان، پر منهنجي هيءَ نياڻي ڦري پٽ ٿئي.

پير صاحب ـ بابا مائي! اها تہ قدرت اِلاهي آهي. اسان جي وس ۾ ڇا آهي؟ جو ڌيءَ مان پٽ ڪري سگهون!.

مائي ـ (اوڇنگارون ڏئي روئي ٿي) بس، نہ تہ آءُ تنهنجو در ڪونہ ڇڏيندس. (وري روئي ٿي).

صالح فقير ـ قبلا! ويچاري مسڪين تي رحم ڪريو. ڏهن هزارن جي ملڪيت اٿس. ڪير سنڀالڻ وارو ڪونهيس. ڏين جو ڏڻ اٿس. تنهنجو در ڇڏي ڪيڏانهن وڃي؟ ڪٺي نياڻيءَ تي رحم

جو هٽڙو گهمايو. ۽ دعا ڪريو تہ مطلب پورا ٿي ويندس.

پير صاحب ـ چڱو، مائي بابا، روءُ نہ. (ٻار مٿان هٿ ڦيرائي) هيءُ تہ ڇوڪر آهي. نياڻي ڪٿي آهي؟ تون ڀلي آهين.

مائي ـ (ٻار ڏي نهارڻ ڏاران) جيئين ٻچين، آءُ انڌي ڪانہ ٿي آهيان.

صالڻ فقير ـ هون هون، اڪيون پٽي ڏس. پاڻ رحم جو هٿ ڪين ڦيرايائون؟.

(مائي اڳ جي سيڪاريل، ڪوڙ ڪوڙ، ٻار کي جاچي ڏسي ٿي ۽ خوش ٿي ڪلي ٿي).

مائي ـ صدقي وڃان منهنجا سچا مرشد! مون سڀ پنهنجي ملڪيت توتان قلبان ڪئي. آءُ در جي ٻانهي ٿي گذاريندي س. مون کي الله سائينءَ پٽ ڪري ڏنو! مرشيد سائن پٽ ڪري ڏنو! (ٻار کي کوڏائيندي وڃي ٿي.) ( دودو ۽ چنيسر حيران ٿي وڃن ٿا.)

چنيسر – دودا، ڪي ڏٺءِ؟

دودو – چنيسر، تون ڏس پڙهيو اهين، ڪين ٿي ميجيئي نہ!

چنيسر – مانجو ٻيءُ بہ ميجيندو . اڪين ڏٺي کير نہ مڃي؟ هائو ڀيلي، ڪرامتون ايهڙيون، واه واه ! قبلا، هاڻ ڪا مون مشڪين کي بہ دعا ڪر.

پير صاحب– (جهُندِ مان اندران ڳالهائي ٿو) ابا، تنهنجو نالو چنيسر آهي. ۽ ٻئي جو دودو. ٻئي ٽر جا آهيو. تنهنجا سوال ٿي آهن: هڪ تہ ڦٽ ڇٽي. ٻيو بخت کلي. ٽيون مڪڻ ٿئي. چڱو هاڻي.........

چنيسر – (ڏاڍو خوش ٿي ) دودا، ڪيئن ٿو ڀانئين؟ سائينءَ کي ڪيئن ڪَل پيئي تہ مانجي دل ۾ ڪهڙو آهي؟

دودو – اڙي چريا، سائين تہ دلين جو مالڪ آهي نہ !

چنيسر – هئو، هئو!

پير صاحب صالح فقير! درگاهہ جي مچ جي خاڪ ڪٽي هن جي ڦٽ تي
رک. مٿيءَ جو پاڻي پيارينس. ﻫﻲ تعويذ لکي ڏينداسونس.
هڪڙو ساڃي ٻانهن جي ڏوريءَ ۾ ٻڌي ته بخت ٿئيس، ٻيو ٻلي
ڳوٺ موڪلي ته منڊي جي ڳن ۾ ٻڌن ته مکڻ جا دڙا لڳي
ويندا، وڏن جي دعا سان.

صالح فقير - حاضر قبلا، پر ڪا دل سان دعا ڪجوس.

پير صاحب - بابا، پير ٻلو، ڪين ويساهہ ٻلو؟ جهڙي هوندي نيت،
تهڙي مراد ملندي. جيڪو ماڻهو جيترو يقين ڌاريندو ، اوترو
ڪتندو. ( منٺار اندر اچي ٿو.)

منٺار فقير - قبلا، حاجي خالقڏنو ميمڻ بيٺو آهي. حضور ۾ اچڻ جو
طالب آهي؟

پير صاحب ابا، ٻلي اچي. ( منٺار وڃي خالقڏني کي ٻاڻ سان وٺي اچي
ٿو.)

خالقڏنو - (پير کي پيرن پئي) قبلا، نالي تان قربان وڃان! اچ باهہ
اهڙي لڳي هئي، جو سڄو شهر ناس ٿي وڃي ها. تو سهڻي کي
نالو وٺي هڪل ڪيم. اوچتو نڪو ڪڪر، نه ڪا وڄ نه ڪا،
ڪنوڻ، نه ڪا گوڙ؛ اچي جا برسات وسي ته ڪاڏي وئي چر!
بچاءَ ٿي ويو. منهنجا مرشد، هي سڀ تنهجون ٻلايون آهن.
(ڳوٿري ڪڍي ) هيءُ نذرانو سوا سؤ ٿي ويو. منهنجا مرشد،
هي سڀ تنهنجون ٻلايون آهن. (ڳوٿري ڪڍي) هيءُ نذارنو
سوا سؤ رپيا قبول پون. پير صاحب- بابا، اسين ته هن دنيا
کان لاطمع ماڻهو، پئسن کي ڏوڙ وڄهون. موٽائي ڪٽي وڃ.
اسان جي پنيان ڏن ته اجهو هيئن پيو ڏڪا کائي! (صالح فقير
کي ) صالح فقير، اِهوگلم جو ٻلؤ ته مٿي ڪڻ ته حاجي خالقڏنو
لقاءُ ته ڏسي!

(صالح فقير ٻلؤ مٿي ٿو ڪٽي ته خالقڏنو ميمڻ، اگ ۾ ٺي سيڪاريل،

عجيب ڏيکاري چوي ٿو: هيترا رپيا! صالڻ فقير وري گلم جو
پلؤ هيٺ ٿو ڪري.)
پير صاحب - ابا، حاجي خالقڏنا! ڏٺءِ؟ اسان وٽ تہ دولت ڏڪا پئي
ڪائي. پر اسان ڪنئي آهي فقيري.
خالقڏنو - قبلا، هي چار ڪوڏيون فقط سائين جن جي بنيءَ لاءِ نذرانو
ٿو ڏيان، جتي غريب غربو پيو ڪائي. پيو سائيجن کي خداوند
ڪريم محتاج ڪونہ ڪيو آهي.
پير صاحب - چڱو، ابا، صالڻ فقير، حاجي خالقڏني ڪانونو. متاندل ۾
ڪري. (صالڻ فقير ڳوٿري وٺي ٿو)
صالڻ فقير - (دودي) ابا، هيءُ فقير جو ننگر آهي تنهن ۾ جيڪو نذر
نياز رکٹو هجي، اهو رکو تہ اَٿون. هاٹي قبلي جن وري ويندا
مڪي مديني نماز ادا ڪرڻ، سِگها ٿيو.
خالقڏنو - ٿريا فقير ، هٿ کي ڪشادو ڪريو، هتي ڏنو اَٿوَ ہنو.
چنيسر - (دودي ڏي نهاري ٿو) دودا، هان؟ دودو ادا، سائينءَ کي
توجي ہن- تن ڏوڪڙين جي پرواهہ ڪانهي، توجي مرضي.
چنيسر - مرضي وري ڪهڙي ! پنڊ وٽ رپيا مورهين آهن ڏوهہ.
صالڻ فقير - فڪر نہ ڪر، جيڪي آهي سو ڪٽي رک، دل نہ هڻ، يقين
سان رک تہ ڪتندين. (چنيسر ويچارو ڏهہ رپيا رکي پيرين پئي
موڪلائيتو.)
دودو چنيسر - هاٹي ڏٹي لڳ ڪا دعا ڪج. (پير صاحب پُٺي نپرين
ٿو.)
صالڻ فقير - ابا، هاڻ اَٿو تہ درگاهہ تي هلي اوهان کي خاڪ شفا ۽ آب
حيات ڏيون، ۽ تعويذ بہ لڪائي ڏيون. (سڀ نڪرن ٿا، باقي
خالقڏنو ۽ پير سائين رهن ٿا.
پير صاحب - (مراقبو لاهي) حاجي خالقڏنا ، ڏاڍو مهل ۾ آئين، ترينجا
طاق لڳي ويا ڳوٿريءَ ۾ ڇا وجهي آيو هئين؟

خالقڏنو – سائين، وجهي آيو هوس چيني جا ٽُڪر. ٻيو مون وٽ الله جو
نالو. تنهنجو نالو آهي. ٻيو ڇا آهي. (ڪلن ٿا)
پير صاحب – مائيءَ واري ڪرامت بہ عقل چرخ ڪري ڇڏين. اها ڪيڏ
خليفي صالح فقير جي هئي، ۽ هي گلم هيٺئون رپيا ، تنهن ۾ بہ
وري توئي سُر وڄايو! في الحال موج لڳي ويئي، حال تہ
ڪريونس ٿا ڀنگون تاڏلون، پوءِ وري بہ ڏيندو مولا.
خالقڏنو – هائو قبلا، مولا ڪو ڇڏيندو ڪيئن؟ وهابين جو ٿيو منهن
ڪارو، پيا ڀونڪن، جيسين ماڻهو جاهل آهن، تيسين پنهنجي
ماني ڪنا بہ ڪونہ ڪائيندا. (ڪلن ٿا ۽ تاڙيون ملائين ٿا)
(پردو ڪري ٿو)

## ائڪٽ ٽيون — پردو چوٿون

(ڪوهہ جي اڳيان، ميدان تي پنجابي دوافروش تقرير ڪري رهيو آهي،
ڪيترا ماڻهو اردو گرد بيٺا آهن. دوافروش جو سنڌي پائيوار،
چنيسر سان گڏ بيٺل نظر اچي ٿو. ساٿس ڳالهائي پوي.)
پنجابي ڪهتا هي:

سچائي چهپ نهين سڪتي
بناوت ڪے اصولون سے،
ڪہ خوشبو آ نهين سڪتي
ڪبهي ڪاغذ ڪے پهولون سے.

مهربان دوستو، ميرپور خاص جي باشندن کي اڪثر بد هاضمي جي
شڪايت آهي، پاڻي خراب آهي، بدهضم آهي، ڪوهن ۾ ڪي
اهڙيون معدنيات آهن، جنهنڪري ڪاڏو هضم نتو ٿئي، بيڏڙڪ
هڪڙي شيشي، جنهن ۾ پنجاهہ ماڻهن جي خوراڪ موجود
اهي. آزمايو، اسان جي ڪمپنيءَ فقط عام خلق جي فائدي لاءِ
لکها رپيا خرچ ڪري هيءَ دوا تيار ڪئي اهي، ڪاڌي جي مٿان

هڪ چمچو دوا جو ۽ ڏهه چمچا پاڻيءَ جا ملائي، پي ڇڏڻ گهرجي. اميد تہ بد هضمي جي شڪايت باقي نہ رهندي. قيمت دوا جي؟ دوا بلڪل بي بها آهي، هزارين رپيا قربان آهن. (ڇپيل اشتهار ڪڍي ڏيکاري ٿو) ولايت جي مشهور ڊاڪٽرن جا سرٽيفڪيٽ هن دوا جي باري ۾ موجود آهن. لکين شيون جرمني، فرانس ۽ انگلنڊ ۾ فروخت ٿي چڪيون آهن. افسوس اسان جي هندستان ۾ جهالت سببان، ماڻهن هن دوا جو پورو فائدو نہ ورتو آهي، صرف ٻہ ڊزن شيشون باقي رهيون آهن. ڪهڙو خوش نصيب دوست آهي، جو هن آب حيات کي هٿ ڪري خضري عمر حاصل ڪندو؟ قيمت کي هٿ ڪري خضري عمر حاصل ڪندو؟ قيمت سرف آٺ آنا. آهي ڪنهن صاحب کي ضرورت ؟

سنڌي – (چنيسر کي) دوا جي ڳالهہ ڪهڙي ٿو پڇين؟ (شيشي ڏيکاري) ههڙيون مون پاڻ چار شيشيون ورتيون آهن. هڪڙي سدائين منهنجي ڪيسي ۾ پيئي آهي. ٻچار ڇڏي ڏي، منڊيءَ تي ٽِڪ هن مان مون سؤ رپيا ڪمايا آهن. جنهن کي آٽيو دوا ڏيان، تنهن ڇڻ ڪوڙ ٿي ڪيو، چاليهن بيمارين تي دوا پوي ٿي!

چنيسر – ٻيلي، اسان ماڙهو ٿر جا. ميرپور تہ اسان جو پيٽ ٺي بندي ڦتو ڪيو آهي، سنڌ جي پيٽ ۾ ٿر رڳو انهيءَ ڳالهين ملوڪ. ڀاڻي سو ڪارو اهيس، باقي جهنگل ايترو سوڪو اڇي ، جو ڪر مکڻ مان وار نڪري ويو وو!

سنڌي – (دوا فروش کي) حڪيم صاحب، هڪ ڊزن شيشن جو ڏجو، هن جوان کي کپن. (ٻيا ٻيٺل ٿورو عجب کائين ٿا.)

هڪ ماڻهو – هڪ ڊزن شيشيون! ( دوا فروش ڊزن شيشيون ڪڍي ڏئي ٿو.)

چنيسر – ايترن کي پنڊ ڪيڏانهن ڪندو؟

سنڌي - زور آور، هي اٿلي شبون وري يا نصيب ! وٺي چڙ، ڪي وڃائيندين ڇا؟

چنيسر ٻيلي، مون ڪن ڪو دڪان تہ ڪونہ اپٽئون آهي؟

سنڌي - افسوس، هي ڪيميا هٽان ٿو وڃائين! (دوا فروش کي) حڪيم صاحب ، ڏيوس. (چنيسر کي ڪُلهي تي هٿ هڻي) زور آور، تون وٺ تہ سهي، جڏهن هنن دوائن جو نفعو ڪائي ڏٺءِ تڏهن پاڻي پرڻ بہ وسري ويندءِ.

چنيسر - پر ٻيلي، ڏوڪڙ بہ تہ هوئي نہ؟

سنڌي - (دوا فروش کي) حڪيم صاحب، ڊزن جي حساب تي ڪجهہ گهٽ وٺو، ڊزن جا پنج رپيا ڏينداسون.

پنجابي - مال ڪمپني جو آهي ٻلي تہ ڪو غريب فائدو وٺي، فڪر نہ آهي، هيءُ جوان غريب ٿو ڏسجي رعايت ڪرڻ اسان جو فرض آهي.

چنيسر - پوءِ پنج رپيا ڳنهين ٿو ڪہ ؟ (پئسا چوڙي ٿو)

سنڌي - مون کي ڏي . (رپيا وٺيس ٿو) حڪيم صاحب وٺو هي پئسا. جيڪڏهن ڪا ٻي عمدي دوا هجي تہ ان جو پڻ بيان ڪريو. هيءُ دوست تر جو ماڻهو آهي، جتي ڊاڪٽر طبيب بلڪل ٿورا آهن، ههڙين ناياب دوائن جي سخت ضرورت آهي.

چنيسر - اڙي، نهڙي نہ . تر ۾ وري دوائن جو ڪپ ڪٿان آيو؟ تر جا ماڙهو دوا تي ڏوڪڙ خرچڻ سوران موت مٺو ڪن. داخترين طبيبن کي بک ڪونہ مرڻو آهي، جو تر ۾ اچي ويهندا، اتي تہ سيني بيمارين جي ٻڪي آهي جهڻ. (سنڌيءَ کي) ڪو ٿو مون کي ڏتا ڏيو ڏوڪڙ خرچائين؟ مورڳو چڙ تہ وڃان. هڪڙو ڦريو آمر جوارئين ٻو ڏوهہ رپيا لڳي ويم ڪليڦا . باقي هڙئي ٿو ڪرينمر تون خالي تہ تئي آڪاڙو ئي آجو؟ڪي ايترو تہ چڙيو جو ڏوڪريءُ کي بہ تہ مَنجان. پير جي ڪاڪ تہ مورهين ڦٽ

ئي مچائي رکيو آهي. چتڻ تہ چتڻ جي ماڳ، موتي ٿي ٿگ
کڙهي! اجا کو ملهام هوئي تہ ڏئينم تہ جکم تہ چتيم.

پنجابي - (شيشي ڏيکاري ) مرهم اکسيرالشفا. مهربان دوستو، هي
ملم زخم جي لاءِ بجليءَ جو اثر رکي ٿي. کهڙو بہ ڦٽ هجي،
وڍ هجي، ڏڍ هجي: يکدم زخم کي گرم پاڻي سان صاف
کري، هن ملم اکسيرالشفا مان هکڙو پهو ٺاهي زخم تي
رکي، پٽي ٻڌي ڇڏجي . صبح جو پٽي ٻڌو، شام جو زخم
ميٽجي ويندو، سور هٽي ويندو. خارش گم ٿي ويندي، گوشت
ڀرجي ايندو. چمڙي نرم ٿي ويندي. هن ملم کي ڊاڪٽرن
يوناني حکيمن ۽ ويدن سيني گڏجي، سٺ ورهين جي دماغ
سوزي کان پوءِ، استاد جالينوس ، راسطو ۽ لقمان حکيم جي
قديم نسخن تان تيار کيو آهي! هر قسم جي ڦٽ لاءِ جادو
جو اثر رکي ٿو. ورهين جا ناسور هک دم ۾ دور قيمت صرف
هک شيشيءَ لاءِ چار آنا. اسانجي کمپني فقط دوا جي
مشهوري لاءِ هي دوا سستي اگهہ تي ڏيڻ منظور کئي آهي.
آئيدي مهيني کان هيءَ شيشي ڏهين رپين کان گهٽ وکرو
کرڻ ۾ نہ ايندي. آهي کنهن مهربان کي هن بي بها جوهر
جي ضرورت؟

چنيسر - (حکيم کي) الله جوسونهہ ! هي ملم ايهڙو ڀلوآهي؟ هکڙي
شيشي تہ مون کن بہ ڏيج.

سنڌي - ٿري، سو نيٺ ٿري. هکڙي شيشي ٿو ونين؟ (هکيم ڏي
اشارو کري) هي مسافر اج هتي سپاٽي هتي تنهنجي پاڳين اچي
نکتو آهي. وٺ تہ ڊزن شيشيون تہ وٺ. هن ملم جو بلا
کاڌل ماڻهو تي هکدم اثر ٿئي ٿو.

چنيسر - الله جوسونهہ! ٠(دوا فروش کان ) داختر! هائو؟

پنجابي - هي ملن ناگ، بلا، کاريهر کين، پيڻ، کنياري، ہہ - منهين،

گهوڙيَل، هڻ ڪڻ سيني جي ڪاڌل، موت جي بستري تي آخري دم ڪن رهيو هجي، هن ملم جي استعمال سان عزرائيل جي چنبن مان انهيءَ دم آزاد ٿي سگهي ٿو. هن ملم ۾ ٻن سون قسمن جا جواهرات ۽ چار سو جبلن جون ناياب ٻوٽيون ڪم آندل آهن.

سنڌي - ٻڌءِ، هان ڪيئن ٿو ڀائين؟

چنيسر - ڀيلي، هن ملم جي تر ۾ گهٽي گهرج آهي. هي آر هڙ جا ڏينهن آيا نہ ؟ بس ، بلائن جون ڦوڪون سٽنديون وو! روز بلائن جا اتفاق سندين. پيڻَ جو ڏهيڪاري هن ڏينهين ڪوف آهي. (دوا فروش کي) ٻيجڙيءَ ڪاڌل کي فائدو ٿيندو؟

پنجابي - پيَڻ جو زهر تہ خاص هن ملم ۾ ملايل آهي!

چنيسر- تہ ڀلا، ٻہ شيشيون ڪري ڏينم.

سنڌي- (دوا فروش کي) حڪيم صاحب، ڏيو ڇهہ ڊزن شيشيون. چريا ڪو پنهنجي وس ڇڏبا ڪيئن؟ (چنيسر کي) وٽ هي درجن شيشيون. پوءِ ٻہ تو کي نہ کتيون، تہ مون کي ڏيئي پئسا وڃي وڃج. چريا ههڙيون قيمتي شيون ڪير ڇڏي! (وني ڏئيس ٿو ۽ چنيسر تي رپيا ڏئي ٿو) حڪيم صاحب، آهي ڪا هن ڪان ٻہ عمدي دوا يا بس؟

پنجابي- (ٻي هڪ شيشي ڪڍي) سرمو اڪسيرالبصر. مهربان دوستو، اکيون تہ نور، نہ تہ سڀ آهي ڪوڙ. هي بي بها سرمو اڪسيرالبصر آهي. جنهن کي خاص هندستان جي راجائن لاءِ تيار ڪيو ويو آهي. هن جي اندر سچي موميائي، برابر هڪ هزار ڀيرا عرق گلاب ۽ بيد مشڪ ۾ پيٺل آهي. ڏند هجي، خارش هجي، ڦلو هجي، اڇا پردا هجن. موتيو پاٺي هجي، انسان بلڪل ندارد نابين هجي. هڪدم ميدان تي لهي اچي. آزمائي تہ هي سرمو ڪيئن نہ منتن جي اندر هر هڪ امراض

چشم کي شفا بخشي ٿو. بلڪ دوستو، هڪ مادر زاد انڌي کي بہ ديد بخشي ٿو. آهي ڪنهن صاحب کي هن تحفي بي بها جي ضرورت؟

چنيسر- اي انڌا ماڙهو سنڌ ۾ ٿيندا آهن. جو ننڍي وڏي کي ڏس تہ عينڪ اکئين مٿان چڙهي پيئي آهي. اسان کي تہ راضي شاهہ پناهہ ۾ رکندو. (سڀ کلن ٿا.)

پنجابي- طاقت جون گوليون، قبض ڪشا ۽ حب، پيون هر قسم جون دوائون ۽ يا قوتون هر هڪ جي تعريف بيان کان ٻاهر آهي. جنهن صاحب کي ضرورت هجي، آواز ڪري گهري وٺي. ورنہ بيان بند ڪجي ٿو.

چنيسر- اي تہ الاجي ڪهڙا نالا ڳڻهي ويو؟ ٻيلي، (سنڌيءَ کي) هاڻ تہ هڙئي ڪيئي پوري. مون دل ۾ چو تہ پير سان ڪوڙ ڳالهايان تہ رکو ڏوهہ رپيا آنم ، ائين ڪري ڏوڪڙ بچائي ٿو وڃان. پر تو جي مانکي هي شيشا ۽ شيشيون وٺي ڪٽي ڏنا، اي آءُ رکندس ڪٿي؟

سنڌي- ٿر مٿي اهي گهٽي ڪتب آيندءِ.

پنجابي- (سنڌيءَ کي) هاڻ ٻيلا پاڻ بہ هلون؟

سنڌي- جيڪا صلاح.

پنجابي ۽ سنڌي- ميان چنيسر، هاڻ السلام عليڪم.

چنيسر- ماليڪم سلام- ڪش هجو!

(پنجابي ۽ سنڌي وڃن ٿا تہ چنيسر پاسيرو ويهي، شيشيون ٺاهي ٻڌي ٿو، ۽ جيلهہ مان چوڙي سنڀالي ٿو. پينسل ڪڍي ڪاغذ تي حساب ڪري ٿو. پينسل هر هر وات مان آلي ڪري پوءِ لکي ٿو.)

چنيسر- ڇهہ رپيا جواري ڦري ويم. ڏوهہ رپيا ڪليڦن رت ڪيا. پنج ۽ ٽي ٽيا اٺ، سورهن داختر جي ٻلي. ڪل چوويهہ رپيا تہ ٽيا

ناس. (باقي رپيا ڳٽي ٿو) باقي بچيا آهن ڇهه رپيا. (ٿڌو ساهه ڀري هوءَ ڙي سنڌ! هرڻ جتي ڪائي، اُتي اوجهه ڏئي ڪمائين به تون ته وڃائين به تون، تر متي آءِ چوويهه رپيا ڪر سونڪو ڪري ڇڏين ها! ٻين ڏوڪڙين جو اهڙو سور ڪيم آهه. باقي پير وارا ڏوهه رپيا ته ناحق ئي ناس ٿي ويا. ڪرامتون ڪيتريون ڏيکوسين! پر ڦت متي ڪرامت ڪو به اثر ڪو نه ڪيو. اها جٺ مان سان ني دودي ڪي! ( ٿڌو ساهه ڀري) هاڻي ته ڪا الله سائين اهڙي وات ڪڍي ڏئيم، جو ري پورهئي رپيئن جا ڍير لڳي وڃن! واه مولا! مالڪ آهين.

( سلفي ڪڍي ٿو- چار سو ٿامس ڀري ٿو ته متان هڪ لاٽري فروش هو ڪو ڏيندو اچي. جنهن تي ماٺهو اچي ٿا مڙن.)

لاٽري فروش- لاٽري بخت سڪندر ٿاهي، لاٽري جارج ڇهون بنائي. خريد ڪري جيءُ جنهن جو چاهي . اچو، ٽڪيٽ پنجين رپين آهي. اچو، اچو. غريب مان شاهوڪار، فقير مان امير، گدا مان شاهه، هاريءَ مان زميندار، بيل گاڏي مان موٽر ڪار، لاٽري اوهان کي لاٽ بنائي، سون سڄو گهر گهات بنائي. اچو اچو. پنجين رپئين ٽڪيٽ. پهريون انعام هڪ ڪروڙ. ٻيو انعام پنجاهه لک. ٽيون انعام اڍائي لک. چوٿون انعام پنجاهه هزار. آهي ڪو بادشاهه بنجڻ جو خواهشمند؟ آهي ڪو امير ٿڃڻ جو آرزومند؟ لاٽري اوهان کي قارون ڪري ڇڏيندي. امپيريل بئينڪ اوهان جي گهر ۾ رهندي . هٽلر اوهان کان قرض گهرندو. مسوليني اوڊر گهرندو.

ٽيڻ جي شاهه گدا مان چاهيو،
ٻارن ٻچن کي ٽڪيٽ وٺايو،
لاکون رپيا انعام اُنايو،
بنگلا، ماڙيون، محل بنايو،

منڊ ۾ وني موٽر ۾ گهمايو.

آهي ڪو جو اڄي؟ آهي ڪو جو وٺي؟ (ٽڪيٽ ڏيکاري) پنج رپيا، پنج رپيا، پنج رپيا.

چنيسر- اڙي همراهه، نڇين ٽيين پيو آهي ڪچا؟

لاٽري فروش- تو کي خبر نه آهي؟ (ٺهڪ ڏيئي ٿو.) اڙي چريا، هي لاٽري جون ٽڪيٽون آهن. پنج رپيا ٽڪيٽ جو ملهه آهي. هڪ مهيني ڪان پوءِ بخت کلندا، جنهن جو نمبر نڪرندو، ان کي ڪروڙين رپيا ملندا. بختن وارو ڪائي! پنجن رپين ۾" مزا اڏائي!

چنيسر- متان آهي اِي به ڪا پتن واري ڪار ڪر؟

لاٽري فروش- نه نه، هرگز نه. هي هر شاهه شاهوڪار وني ٿو. ٻاويهن ڪروڙن جون ٽڪيٽون ڏهن ڏينهن اندر وڪامي چڪيون آهن.

وني ٽڪيٽ سو، دل جنهن جي چاهي،

بخت نصيب ڀلي آزمائي!

چنيسر- ڀلي، خدا کي ٻنهه هير سوال ٻي ڪيم ته ڪا اهڙي وات ڪڍي ڏينم جو ري ٻڪيءَ ٻاجهه ٿئي. بنا مزوريءَ رپيا ملنم. سائين شمشير علي شاهه به بکت جي دعا ڪئي آم. هاڻ جواري به ڦري ويم نه؟ هتي به ڪٽيو ٿو بکت آزمايان! ڇهين ربين مان پنج خرچو ٿو ٽڪيٽ وٺان. باقي ربيو ڪنداسون خرچ پڪو. تيسين وري آناڙيون اميد ته ٿينديون پوريون. ٻاٽيءَ ٻرائيءَ جا ڏوڪڙ ملي ويندا. (ٽڪيٽ فروش کي) ڀلا، هڪڙو ٽڪس ته مونکن به ڏي پر بسم الله ڪري ڪڍيج .

لاٽري فروش - (ٽڪيٽ ڦاڙي ٿو) بسم الله ! اڃو، اڃو. باقي ٿوروين ٽڪيٽون رهيون آهن.

لاٽري ڙي لاٽري! تنهنجو مٽ نه ڪو ثاني،

انڌي جي تون لٺ آهين، ٻڪئي جي مـــاني.

(ٽڪيٽ ڏئيس ٿو ۽ پنج رپيا وني ٿو.)

چنيسر - ڀلا، هي نمبر ڪڏهن کلندا؟

لاٽري فورش - هڪ مهيني کان پوءِ او! هن سامهون پن واري جي دڪانن تي نمبرن جي لسٽ ايندي. اتي اچي ڏسجاءِ. ٽڪيٽ قابو ڪجان. چنيسر - (ٽڪيٽ پٽڪي جي پلوَ ۾ ٻڌي ) هاڻ چٺو اهين. پٽڪو ڦاٽي وڃي ته ڀلين، باقي ٽڪسَ نه وڃي.

لاٽري فروش - اچو، اچو. جلدي جلدي بادشاهه بڻجو! جلدي جلدي راجا بڻجو! (ڊراپ سين)

## ائڪٽ ٽيون پردو پنجون

(ٿر ملڪ ۾ چنيسر جو ککائون چؤنرو. چنيسر جي ڏوڪري، جانل ، منڊيءَ کي تعويذ ٻڌيو، ڏڏ به ويٺي ولوڙي ته ٽريڪو راڳ به ڳيئي چوي. ٻار ننڍا پاڻ ۾ راند وينا ڪن. مٿان دودو اچي ٿو.)

دودو - مائي ڪيئن، ويٺي اهين ڪش؟ ڪو تائيت ڪيو اثر ڪ نه؟

ڏوڪري - دودا ادا ڀاڙهين ته اسان کي سؤر ڏئي ڇڏيا اهن. ڏوڪڙ ته ڪونه مڪئين، پر چوسون ته تائيت ئي ڀلو! پر تون منهنجو ڀاءُ وينو اهين ته جڏهانڪر تو تائيت آڻي ڏنو آهي، اُو ڏينهن، هي ڏينهن، مڪڻ اڪئين ڪونه ٿا ڏسون. جيڪو ڏرو ٿيندو هو، سو به صفا بس جهڳي جڳهي مانجون ڀانهون ٽڪجو پون.

دودو - مائي، تائيت ته ميرپور واري پير لکيو آهي، جنهن جون ڪرامتون ته اسين اکيئن ڏسي آيا اهيون. پوءِ ڏٽي چاڻ ڪو تي ويس!

ڏوڪري - صدقي وڃان، مرشد جي نالي تان! متان سُنت ڪانه ملي هوئيس؟

دودو - سنت جي کھڙي ڳالھہ تي پڇين ؟ ڪليڦين بنھہ ويھون واھي چڏيون. ڏوھہ رپيا ڦريا اھنس وو!

ڏوڪري - الله جو؟

دودو - سونھہ!

ڏوڪري - مؤ پير تہ ڪونہ هو، ڪو ڏاڙيل هو! ڏيهين رپين مان اسين ٻي ڳئون ڳنهون ها تہ اٺ سير کير ٻنهي مهلن تي ڏئي ها.

دودو - ڪرامت تہ اڪئين ڏني ٿو سٺايان. پير تہ ڏوهين پيرين جي مٽ هو. باقي تون جيئن ڪپئي تيئن چو .

ڏوڪري - آ ، ادا، پر ڏسين نٿو؟ رهيو کهيو مکڻ بہ مورهين بس ٿي ويو!

دودو - سائينءَ ڳالھہ ڪا سمجهي نہ هوئي تہ ٻلين، باقي ڪرامت وارو بيشڪ هو. متان تاثيت ابتو لکي وينو هوئي تہ شڪ !

ڏوڪري - تہ اها ڳالھہ ڪر. ٻيو اڳيون سوجهرو بہ چٽ ٿي ويو! ٻلا، پوءِ آخر ٻاڻهين ايندو ڪ سنڌ کي وينو رهندو؟

دودو - سٺايو ڪين هومين هاڻ پوڙهين واري اشڪول ۾ پڙهي پڪتو ٿيو آهي؟ واٽين کي بہ ٻلايو وجي!

ڏوڪري - (ڪلي) الله جو؟

دودو - سونھہ!

ڏوڪري - اِي ڪم تہ ٻلو. پر هاڻ نوڪري انگريچ وتان ڪڏهن جڙندس؟

دودو - ڪالھہ ويو هوس ڏيپلي. مصري بجير ڳالھہ تي ڪي تہ آءُ ميرپور چنيسر کي گڏيو هوس. ڳالھہ تي ڪيئين تہ اشڪولن واري وجير آڏر ڪيو آهي تہ پوڙهين جي اشڪولن ۾ جيڪي پڙهن ٿا، انهن کڻ پنيوالن جي نوڪري جڙندي.

ڏوڪري - آ، ادا، پوءِ سڻ! (ڪلي ٿي) ٻاڻهين کي پوءِ رتو پنڪو بہ سرڪار مان جڙندو؟

دودو – ﻫﻴﻮ نہ تہ! ڏيپتن سان پيڙو ٽرين بہ اچي گشت ڪندو.
ڏوڪري – (ڪلي ٿي) آ، ادا، ﭘﻮ پنهنجن ڪي سجاٽيندو ڪہ نہ؟
دودو – چنيسر جون ﻫﻴﻮن پڇارو ڇڏي ڏي. ماڙهو آهي بنهہ لائق. ميرپور ۾ جيڪو گوڏير ٿو مليس، ان ڪي ماني ٽڪيءَ جي صلاح بہ مڙسا مڙسيءَ ٿو ڪري.
ڏوڪري – هان، ادا، ﭘﻮءِ تپيدار ڪڏهن ٿيندو؟
دودو – اِيءَ سڌ ڪانهيم. پر ٿيندو مڙئي سگهو.
ٻار – امان ! او امان ! او امان ! ماني ڏئي. (اچي چنبڙنس ٿا.)
ڏوڪري – صدقي ﻫﭽﻦ تان وڃان، ججهي ماني. رڳو جهڻ لپ جهڳڻ ڏيو (جهڻ ولوڙي ٿي ۽ راڳ ڳائي ٿي).
(پردو ڪري ٿو)

# فهرست

# ٻه لفظ

مرحوم حضرت مولانا مولوي حاجي دين محمد صاحب وفائي عليه رحمت جي نالي نامي اسم گراميءَ کان ڪهڙو سنڌي علم دوست آشنا نه هوندو! منهنجي سمجهه ۾ سنڌ ۽ سنڌين بابت جيتري معلومات هن مرحوم کي هئي، اوتري ناممڪن آهي جو ڪنهن ٻئي صاحب کي هجي. هونءَ ته ڪوبه اهڙو مسئلو، مذهبي، سياسي، تاريخي يا علمي وغيره ڪونه هوندو هو جنهنجو ذڪر مرحوم جي صحبتن ۾ نه ڇڙندو هجي، پر سال ١٩٤٧ع جي هن عظيم اٿل پاٿل بعد سندس صحبتن ۾ سواءِ سنڌيت جي ٻي ڪابه ڳالهه نظر نه ٿي آئي. فقط اهوئي ذڪر هوندو هو ته سنڌيت، سنڌي زبان، سنڌي ادب ۽ بس.

سال ١٩٤٩ع ۾ جڏهن پاڻ ميرپورخاص تشريف آور ٿيا هوا ۽ اخي مڪرم مسٽر حافظ محمد صادق صاحب هيڊ ماسٽر مدرسه هاءِ اسڪول ميرپور خاص وٽ ترسيل هوا، تڏهن هيءُ سندن ادنيٰ عقيدتمند به سندن خدمت ۾ حاضر ٿيو هو. پاڻ فرمايائون ته "اسماعيل" تون ڇو خاموش آهين؟ توحيد لاءِ ڇو نه ٿو مضمون لکي ڏين؟ مون عرض ڪيو ته "حاضر سائين، هاڻي لکي موڪليندس". مگر پاڻ مونکي ڪچهريءَ ۾ ويهڻ نه ڏنائون ۽ فرمايائون ته "اَٿ هينئر وڃي لکي اچ" مون چيو ته "سائين هينئر ته منهنجي ذهن ۾ ڪابه ڳالهه ڪانهي ڇا وڃي لکان!" انتي فوراً چيائون ته "هن وقت سنڌي ۽ سندس رهڻي ڪهڻي" کان وڌيڪ ٻيو ڪهڙو عنوان موزون آهي؟ وڃ ۽

مونکي هينئر لکي ڏي تہ مان پاڻ سان ڪنيو وڃان. پر ڏسجانءِ زبان نج سنڌي هجي".

خير مون تڙ تڪڙ ۾ مرحوم جي ارشاد جي پيروي ڪندي هن ڪتاب جا ڀهريان صفحہ لکي پيش ڪيا. جي پاڻ پن قسطن ۾ توحيد منجهہ منهنجي نوٽ سان شايع ڪيائون. جلد ئي پاڻ هن دارفانيءَ کي الوداع ڪيائون ۽ پنهنجي احبابن کان هميشه لاءِ جدا ٿي ويا. اناالله و انا اليه راجعون. منهنجا اهي ناچيز مضامين ڪيترن علم دوستن کي نهايت پسند پيا جيڪي مونکي هميشه چوندا رهيا تہ هن سلسلي کي وڏائي ڪتابي صورت ڏيو. خصوصاً منهنجي عزيز دوست مولانا مولوي غلام محمد صاحب گرامي جو منهنجي سستيءَ جو واقف هو، سو بلڪل گهڻو تاڪيد ڪندو رهيو ۽ سچ پچ تہ هن ننڍڙي ڪتاب جي تڪميل صرف مولانا موصوف جي وٽ پڪڙئي هئي، جنهن لاءِ مان سندس نهايت ممنون آهيان.

اسان جي سنڌي ڀائرن ۾ بدقسمتيءَ سان احساس ڪمتري گهر ڪري ويو آهي. هندن جو رعب مٿن ايترو سوار هو جو پاڻ کي سچ پچ "ڄٽ" سمجهي ويٺا هوا. هينئر وري نوَ واردن جي هيبت مٿن رهندي ٿي وڃي، جي وري کين "هندن جو غلام" ۽ "جهنگلي" سنڌي، اهڙا ڳالهہ مڃائڻ ٿا گهرن. ان ڪري مون مناسب ڄاتو تہ پنهنجي سنڌي ڀائرن کي ڪي قدر بيدار ڪيان تہ "اوهين شينهن آهيو نہ گدڙ، غيرتمند آهيو نہ بي غيرت، اخلاق وارا آهيو نہ بد اخلاق، سمجهو آهيو نہ بي سمجهہ، ديندار آهيو نہ بي دين ۽ وفادار آهيو نہ غدار، سچ پچ تہ اوهين اوهين، آهيو ۽ پنهنجو مٽ پاڻ آهيو. فقط پاڻ سڃاڻو!. والسلام.

محمد اسماعيل عرساڻي

# بسم الله الرحمٰن الرحيم

هڪ اوڳڻ ڳوليندڙ ماڻهو، کهڙي به ڇڱي ڪم مان ڪانه ڪا اوڻائي ڪڍي سگهي ٿو. ڪنهن وسوڙل ڪي اياڻو سڏڻ، سخا جي ڳڻ ڪي ڀورڙائي يا ڏيکاءُ چوڻ، اجائي خرچ ڪان منهن موڙڻ ڪي ڪنجوسائي ڪوٺڻ، سخن جي سچار ڪي راڄڌانيءَ ڪان اجاڻ آکڻ، ساک جي سچائيءَ کي چريائپ چوڻ، ۽ اهڙيءَ پر هر هڪ چڱي لڇڻ کي ڪوبه ابتو رنگ ڏيڻ ڪا ڏکي ڳالهه ناهي. هن ڌرتيءَ تي جنهن ڳالهه کي هڪڙو چڱائي ٿو چوي، ان ساڳيءَ ڳالهه کي ٻيو وري مدائي ڪري ٿو مڃي. اهو ته سڀ ڪنهن جي سياءَ تي ڇڏيل آهي. تيڏي کي سڄو سنسار تيڏوئي ڏسڻ ۾ ايندو، پر اُن ۾ تيڏي جو ڏوهه آهي نه سنسار جو. هر هڪ وٺ کي ٻه پاسا آهن، اونداهو به آهي ته سهائو به آهي، مڏو به آهي ته تکو به آهي. جيڪڏهن رڳو ڀڳو وڏون ڳولبيون ۽ مک وانگر نهاري گنديءَ جاءِ تي ويهبو، ته چڱائي مور ڏسڻ ۾ نه ايندي، پر جيڪڏهن نياءَ جي اک ڊوڙائبي ته سنڌي ماڻهوءَ ۾ جي ماڻهپي جا لڇڻ ملي سگهندا سي ڀلي ته دنيا جي ٻين ملڪن ۾ ڪيتري به ڇنڊ ڇاڻ ڪئي وڃي پر ملڻ ڏکيا آهن.

## ويس

هڪ نيٺ سنڌيءَ جو وڳو ڪنهنڪان ڳجهو آهي؟ هڪ وڏو اڌ ٿان جو اڇو پٽڪو، هڪ اجرڪ يا لونگي ڪلهن ۾ ۽ هڪ سرازڪي سوگهي جتي، سنڌي مسلمان جو مرڪ آهي. گلاخور ڀلي ته انکي ڄنڀائي سڏي يا گهٽي ڪپڙي جو ڇيهو چوي پر ان لاءِ هن وٽ ڪابه حجت ڪانه آهي. رڳو هڪ ڀرم آهي جو انگريزن جي اچڻ ڪانپوءِ ۽

هندن جي ميل جول ڪري ڪن انگريزي پڙهيل ٽوريءَ جاڻ وارن تي سوار آهي. هندن جو ڌوتي ۽ پتلون، پنجابين جي گوڏ، هندستانين جو چست پاجامون يا يوروپين جو سوٽ ۽ چڊي، دل ۾ نياءُ ڌاري پنهنجي ڏيان ۾ آڻيو! جنهن مراد سان ڪپڙو پهريو وڃي ٿو، اها مراد آهي اوگهڙ کي ڍڪڻ، هر هڪ پنهنجي ايمان سان چوي ته انهن ڪپڙن مان اها مراد سڌ ٿئي ٿي؟ ڌوتين ۽ پتلونن وارن گوڏ وارن کي جاءِ ڏني، سوٿن ۽ چڊين وارا راهي ٿيا ۽ چست پاجامن وارا پرگهٽ ٿيا چڻ ته هڪڙن اگهاڙن جي جڳهه ٻين ننگن ڀري. انهن جي لڱڙن ۾ جيڪا موچارائي آهي سا ڪنهن کان لڪل آهي؟ پهريندڙن جون ڳجهيون اندريون جيتوڻيڪ سندن ڏيان ۾ ڍڪيل آهن، ته به انهن کي ڍڪيل چئي نٿو سگهجي. هلڻ گهمڻ ۾، ڪم ڪاج ۾، سمهڻ سهڙڻ ۾ اوگهڙ پڌري اٿن. انهن ٿوري ڪپڙي وارن و [illegible] ۾ ڪتان ڪو ٿوپو اڌڙي پيو يا اَنگ اچي ويئي ته پوءِ ٿوري ڪپڙي پهريندڙ صاحب جڏهن سجدن ۾ وڃن ٿا، تڏهن جو نظارو نماز ئي پيچيو چڏي. لڄ جي ماريل ويچاري سنڌيءَ کي وڏي سٿڻ انڪري ٿي وٽي ته اوگهڙ ڏسڻ ۾ نه اچي. پاڳ جي برائيءَ سان جيڪڏهن ڪتان ڪا سٿڻ ڦاٽي پوي ته به گهٽن سرن سبب اوگهڙ ته ڏسڻ ۾ نه اچي! تنهن ڪانسواءِ سولائيءَ سان سبي به سگهجي ۽ نيٺ چتيءَ جو اپاءُ به ٿي سگهي. گهڻي ڪپڙي سبب گهڻو وقت به جتاءُ ڪري ۽ وهڪ جي جاءِ به اهڙي ميري نه ٿئي، جهڙي پاجامن جي پويان هوندي آهي. بت ۾ جيڪڏهن ماٺهو ڪٿي نبل ۽ سنهو هجي ته به سلوار پائڻ ۽ پتڪي جي پهرڻ ڪري جوڏو ۽ جهونجهار ڏسڻ ۾ اچي. تنهن ڪانسواءِ هن ويس ۾ چڱ مڙسيءَ جي سهڻي سڳنڌ پڻ پائي سگهجي ٿي.

اجرڪ هڪ، سنڌي پرڙي مڙس لاءِ ڪلهن جي چادر به آهي، ته ڪوٽ به آهي. مٿان اوڍڻ لاءِ ارجڻ به اهي ته [illegible] جو ڪم به ڏئي. ڪانڌي ڪلهن سان [illegible]

اگهڻ يا وهنجڻ لاءِ توال به آهي. ڏرتيءَ جي لاءِ وڇاڻو به آهي ته ڪڏهن ڪڏهن هڙ موڙي ٻڌڻ لاءِ بجڪو به آهي. نماز لاءِ مصلو به آهي ته سنڌ جي ٻليتائي تاڻي گوڏ جو ڪم به ڏئي. مطلب ته ڏيان ڪرڻ وارن لاءِ جيڪي موچاريون اجرڪ ۾ آهن سي وستار وهيٽيون ڪين آهن. پٽڪي ڏگهي هئڻ ۾ جا سياڻپ آهي، اها انگريزن جا پوچاري مورهين ڪين مڃيندا. پلا ڦوڪ سان ڦرڙاٽ ڪندڙ ٻين واريون سنهيون ٽوپيون يا ڪکن جون ڇپرن مٿي تي رکي مرڪ ڪرڻ ڪتان جي سياڻپ آهي. پاش جون يا ڪراڪلي ٽوپيون جي ستر اسي روپيه ڪائي وڃن تن جو پهرڻ پٽڪي پائڻ کان کهڙيءَ ڳالهه ۾ ڪسر آهي. گرم ترڪي ٽوپيون انگريزي ٽوپلا يا مشهدي لونگيون ۽ زريءَ جا ڪلا ته فقط سڪين ستابن انگريزي پڙهيلن يا پناڻ شاهوڪارن جي هٽ ۽ وڏائيءَ جو سامان آهن. غريب سنڌي مسلمان لاءِ ته سفيد پٽڪوئي بس آهي جو سندس مٿي لاءِ ٿڌيءَ ڪوسيءَ جو بچاءُ آهي. هڪ سنڌي ڳوٺاڻو مسلمان پنهجي پٽڪي کي ٻڌڻ مهل ان کي گولي ڇنڊي ڦوڪي وري نئين سر مٿي تي اهڙيءَ ٻليءَ پيت ويڙهي ٻڌي ٿو جو ان ۾ جيڪڏهن ڪتان ڪا ميراڻ آهي يا اهو ڪتان قاتل آهي ته اهي اوٺايون ڏگهي پٽڪي هئڻ سبب سپ لکي وڃن ٿيون ۽ اهو هنکي ڪيترا ورهيه ڪم ڏئي ٿو. جيڪڏهن انکي ڪڏهن ڌوئي ڪني سڪائجي ٿو ته اڃو اڃو کير ٿيو پوي. اڇي ڪپڙي کي ڏسنديئي اکيون ٺريو پون ڇو ته اڇو رنگ نوراني رنگ چوندا آهن. پورهيتن کي ته پٽڪو ڪيئن ڪم ڏئي ٿو جنهن جي اپٽار ڪرڻ لاءِ هتي جڳهه ڪانهي.

سنڌي جتيءَ جون سولايون به ٿوريون ڪين آهن. هڪ سٺو سٺو پرو سنڌي پريو مڙس جڏهن پنهنجا پير ڌوئي سرازڪي جتي پائي ٿو تڏهن هنکي نه ڪنهن شوُ يا لانگ بوٽ جي پرواهه آهي، نه ڪنهن ڪٽ سليپر، سئنڊل يا سپاٽي جي ڪاڻ آهي. نه وري بخمل يا بف جي زنانن چمپلن جي اون آهي. هنجا سپ ڪارج هڪ ئي جتيءَ مان سري ٿا

اچن. جهلي ۾ وري سنڌي جتي پنهنجو مٽ پاڻ آهي. موټرن ۾ گاڏين جا سوار شهرن جي ڏامر وارن پڪن رستن تي هلڻ وارا شهري، پنهنجي سنهڙن بوٽن ۾ سليپرن سان جيڪڏهن جهنگلن ۾ هلن، جتي سنڌي ڳوٺاڻو هلي ٿو ته هوند سنڌي جتيءَ جو پورو ملهه ڪٿي سگهن. سنڌي جتي نه رڳو پيرن جو بچاءُ آهي، پر هڪ املهه هٿيار پڻ آهي. ڀهراڙيءَ جو سنڌي ولهو توڙي ونهيون پنهنجي جتيءَ کي وڇون يا نانگ بلا جهڙي وڏي ويريءَ کي مارڻ لاءِ هٿيار وانگي پڻ سوڀ سان ڪم آڻي ٿو.

ڏک رڳو انهن سدورن تي ٿئي ٿو جن جي اک ڏکي نه آهي، پر رڳو زماني جي ابتي چال تي موهجي سواءِ سوچ ويچار جي مهٽا ڏيندا وتن ته سنڌي ته ڏسو ڪهڙا نه اپوجهه ۽ اياڻا آهن. مرڳو ائين به آکيندا آهن ته ڪهڙا نه پوڪ ۾ چٽ آهن جو وني ٿا اڌ اڌ ٿان جي سٿڻ يا ٽنڪو پائين ۾ ڏگهو پهراڻ ڍڪين. اهڙن ماڻهن رڳو هڪ ٻين ڪان ٻڌي ڪري گهوڙا پئي مچائي آهي ۽ سنڌين کي برو ڀلو پئي چيو آهي. پرڻ وانگر ڊونگهي جا تي تنگ ڏسي ڏري وڃن ٿا پر پنهنجا هزارين تنگ ڏسن ئي نٿا. [illegible] ڪاچ جي محلات ۾ ويهي ٻين ڏي پٿر اڇلائين ٿا. پنهجي هانءَ تي هٿ لائين ته ڪين سڌ پوي ته پڳ چگي يا ٽوپي سٿڻ سولي يا چست پاجامون، ڏگهو پهراڻ ڀلو يا انگريزي قميص جا مس ابداٽي تائين پهچي ۾ شرم جي جاءِ به نه ڍڪي سگهي.

## ڪاڏو

هونءَ ته هر هڪ پونءِ جي ڪاڏي پيتي جو رنگ ڍنگ الڳ الڳ آهي. ڪٿي چئجي ته سنڌيءَ جي ڪاڏي ڪان هڪ انگريز، ترڪ، افغان يا ايرانيءَ جو ڪاڏو وڌيڪ رسيلو ۽ ملهائتو آهي. پر ڪنهن به ڪاڏي جو مهانگو هجڻ هرويرو ڪو انجي سٺائيءَ جي ساک ڪانه ٿو ڀري. ڏسٽو آهي ته اهو قدرتي ڪاڏو جنهن مان ماڻهوءَ جي چڱ ڀلائيءَ کي لوڙ

اڇي اهو ڪهڙو آهي؟ مان ته پڪ سان چوندس ته سنڌي ماڻهوءَ جو کاڌو سو به گهڻو ڪري ڀُهراڙيءَ واري جو. ننهن کان چوٽيءَ تائين نج قدرتي آهي. ڏسڻ ۾ ايندو ته هڪڙي سنڌيءَ جو کاڌو رڳو کير، ڏڌ، مکڻ، نج گيهه، ڏونرو ۽ اَن آهي. ڪڏهن ڪڏهن ڀني ڀاري جي منڊ ۾ ڪا سادي سودي ڀاڄي جهڙوڪ:- گوار، ميهو، ڪدو يا چيڙ ڏاڍي چاهه ۽ چس سان واپرائيندا آهن. مگر ان ۾ به سواءِ لوڻ ۽ بلڪل نالي ماتر مرچن جي ٻيو ڪوبه مصالح ڪونه هوندو آهي جو موريز مهل پنهنجا جوين ڏيکاري. اڄ ڪلهه جا هترادو کاڌا، سالنائون، بريانيون، شامي ڪباب، قيما، ۽ روس آمليٽ ۽ چاپون، سرڪا ۽ ساسن، چٽڻيون ۽ ڪچونبر، مٺان برف جي ٻهاري آرينج ۽ ومٽو، راسبيري ۽ لائيم سوڊا، تن ته هٽي معدي جي بخيائي ادوڙي ڦٽا ڪيا آهن.

مٿيان مليدا ته ٿيا سکين ماڻهن جو کاڄ پر وري جيڪو سچو تولو اڄ ڪلهه سنڌ ۾ ٻاهران آيل آهي، انهن جو کاڌو ڏسي سنڌيءَ ماڻهو کي ته ڏندين آڱريون اچيو وڃن. نج گيهه ته سندن نڙيءَ کي ٿو وڻي تنهنڪري ترن جو تيل واپرين. ڳاڙهن مرچن کي گهي گهي روهيون ئي گسائي چڙيون اٿن. ندوري دال جو ته ملهه ئي مٿي ڪري ڇڏيو اٿن جنهنڪي سنڌي ويچارو خاص ڪري سنڌي بلوچ ته پنهنجي لاءِ چڻ گار ڪري سمجهندو آهي. اڄ انهن خانن جون ڪيرٽيون، سندن حليم، ربڙيون ۽ مٺايون، اهيئي کائين انهن کي ئي سيبائين. ويچارو سنڌي پنهنجي گهر جي ڪچي چاول کير واري لسي جا اڌو اڌ ته مکڻ هوندي آهي، تنهن تي ئي گذر ڪري ٿو ۽ مٿين کاڌن کان التيون ڪري اڌ مئو ٿيو وڃي. سنڌي ماڻهوءَ جي انڪري چمار به وڏي ٿئي ۽ ٻداپڻ تائين ٻلوان به رهي ٿو. ٻڻ جهجهو ۽ جهونجهار منهن موچارو ۽ سرير سهڻو ٿئيس ٿو. گهڻو ڪري روڳي به نه ٿو رهي. پان تماڪ جو نون آيلن جي کاڌي جو مکيه ڀاڱو آهي تنهنجو ته سنڌي ماڻهو هونءَ ئي هيراڪ ڪينهي. شراب جهڙي ڏائڻ جي ڏپ به ڪين وٺيس. انگريز يا افغان،

فرينچ يا فارسي پلي تہ شرابن دوران پنهنجا ڳرا کاڌا هضم ڪري، پر ويچاري سنڌيءَ کي هاضمي لاءِ ڏهاڙي جو پورهيو ۽ هر ڪوڏر ئي بس آهي. نہ اٽس چانهہ سان چس، نہ شراب سان پيار ۽ نہ پانن ۽ تماڪ سان تار لڳل، جنهنڪري سندس ڏند ئي ڏاڍا تي پون. هڪ سنڌيءَ جا ڏند پيريءَ تائين سلامت رهن ٿا جنهنڪري سندس چمار بہ ڊگهي ٿئي ٿي. ڏند ناس ڪندڙ وٽون پلاهو واپرائي ئي ڪونہ جنهن ڪان پائريا ٿئيس ۽ ڏندن جي ويڇن وهيٽون ٿئي ۽ پداپڻ ڪان اڳيئي هٽرادو ڏند وڃهائي.

گوشت جهڙو ڳرو ڪاڌو پلاءُ يا سيرو بہ ڪڏهين عيد براد ٿئي يا راڄ ڪاڄ يا مرٽو پرٽو ٿئي تڏهن رڌين. سا بہ ڪا پنهنجي ٿنڌر يا ٻڪري ٿلهي متاري چونڊي ڪهندا آهن. شهرن وانگر ڪاسائن جو گوشت ڪونہ هوندو آهي، جنهن ۾ اڳهل، مرٽينگ ۽ ڏٻرا ڇيلا يا ٻڪريون ڪهي بيماري ڦهلائي ويندي آهي. نہ وري ڪوڪي وارو گيهہ يا ترن ۽ ڪڪڙن جو تيل ڪم آڻي مهمانن جو ٽيو اونڌو ڪيو ويندو آهي. ويچارو ٻهراڙيءَ جو سنڌي ڪنهن شهر ۾ يا ميلي تي جڏهن گهمڻ ايندو آهي ۽ پانت پانت جا ڪاڄ ۽ کاڌا مٺايون ۽ ميوا ڏسندو آهي، تڏهن هن جي دلڙي سرڪي ويندي آهي. پوءِ جيڪڏهن ڪنهن هوٽل تي چڙهي ڪٽي اهي سوادي زهر واپرائيندو آهي ۽ لمليٽ پيئڻ وقت يا پوڙ ڪائڻ مهل جيڪڏهن ڪي هنڪان رسمي اوٽايون ٽينديون اهن تہ شهري ماڻهو هن تان کل ٽنولي ڪندا آهن. سچ پچ تہ اهائي هڪ ڳالهہ آهي جا هڪ سنڌيءَ جي سادگيءَ جي ساک پري ٿي. پر اڄ ڪلهہ هن ڏرتيءَ تي ماڻهن جي سمجهہ اهڙي تہ ابتي ٿي چڪي آهي جو اوگڻ کي گڻ ۽ چڱائيءَ کي بڇڙائي سمجهيو پيو وڃي. اوگهڙ کي تهذيب بي دينيءَ کي مذهب ۽ ڪوڙ کي سچ، سچ کي ڪوڙ، ننگيءَ کي سياٽپ، زهر کي ترياق، ابتي کي سبتہ ڪفر کي اسلام چيو پيو وڃي. ويچارو سڌو سنئون ۽ سادو سودو سنڌي جيڪڏهن سادا ڪپڙا پهري ۽ سنو

سٽرو ڪاڏو ڪاٽي تہ اهو ٿيو ڇٽ ۽ پوک پر جيڪڏهن اگهاڙو ويس ۽ گند ڪچري جهڙو ڪاڏو واپرائجي تہ اها ٿي تهذيب. اڇرج جهڙي منورتي آهي.

## پـرٽـو

انهيءَ ۾ شڪ ڪونهي تہ مرڻي ۽ پرڻي جي ريتن رسمن ۾ سنڌي ماڻهن وٽ بہ ڪي نہ ڪي اوڻايون اوس هونديون. پر گهڻو ڪري ڏسبو تہ جن چڱن ويچارن تي انهن جي پاڙ رکي ويئي آهي اهي سؤتڪاسون آهن. هن سمي جي سڌريلن هرو ڀرو رءُ ڪڏائي ڪٽي انهن ريتين کي ڪنو ڪونيو آهي. مگر جيڪڏهن جانچ پڙتال ڪبي تہ اهي نالي جا سڌريل ماڻهو رڳو پنهنجي دل خوش ڪري رهيا آهن. مثال لاءِ مون گهڻن يارن کان ٻڌو آهي جي چوندا آهن تہ وهانءَ وقت گهور ۽ پوئي جي ريت ڏاڍو ڪڌو ڪرتوت آهي. پيٽ ڪارائي ملهہ اڳاڙيو ٿو وڃي. سنئين سڌي گهور جي بندي رکي ٿي وڃي. پئسو هجي تہ پيٽ ڪجي، نہ تہ لاچار ڪهڙو پيو آهي. رڳو ڇٽپائي ۽ پوڪپائي آهي. گهڻا ماڻهو ڪوني هڏو پيٽ ڪارائڻ کان موچارو تہ ائين ٿو لڳي جو ٿورن کي ڪوٺ ڪجي پر ست رڃي رڌجي. ڇاجي ڪري هرويرو خرچ بہ ڪجي ۽ گلا بہ پرائجي. ڪاڄ جي ٽاٽي ورڻ جنهنجي بہ ڪا ابي ڏاڏي جي ڪاڻ رهيل هوندي تہ رسيو ويهيو رهي. اهڙو ڪم ئي ڇو ڪجي جو ٽٽي ٽامٽيءَ کي هٿ جوڙي پرڇاٽو پوي. ڇا جو پيٽ ڇا جون ديڳيون، ڇاجا ڇنا ڇاجا مارڪا، ڇاجا لنگها ڇاجا حجام؟ هرويرو ڪنن ڪاسبين جا انگل آرا ڪٽجن ۽ ڪت خلق جا سمها سهجن! تنهنڪان ماٺ ڪري ٽيڪو ڏجي، ڪنهن ڪيف واري کي. بہ ٽي روپيہ ڪن وٽندو پاٺهي پيسٽريون، ڪيڪ، آئيس ڪريم، ايريٽيڊ واٽر پيڙا ڪندو. ٽپايون هنجون، پوش هنجا، ڪرسيون هنجون، گلاس پليٽون سڀ سندس سر تي. نہ ڪا گهپي، نہ ڪا ڪلڪل. بجلين جو آرڊر بجلين واري کي، موٽر پاڙي تي ۽ هار، پند جا ڏوڪڙ خرچي ڳنهبا. لائوڊ اسپيڪر

گهرائي ڪٽي ريڪارڊ وڄائبا. ڇاڇا مگٽهار ڇاڇا شيدي جي نچ وجهن. سيڪو آئيس ڪريم ڪائي چپ چٽي ٿيندو ڪڙو. باقي رهيو نڪاح سو لاچار ملين ڪي ٻه ادائي رپيا ڏيئي ڪٽي پڙهائبو..مطلب ته خرچ ٻه ٽورو ۽ ڪم ٻه سولائي. نالو ٻه وڏو واهه واهه ٻه گهٽي. بس چانهه پارٽي ڪرڻ ئي هلندڙ سمي جي شهرين جو شان آهي.

ٻئي پاسي تي ويچار ڪبو ته ڏسڻ ۾ ايندو ته اهي آهن پيٽ پرئي جون پستيون. ويچارو ٻهراڙيءَ جو سنڌي ولهو جو سدائين انگ اگهاڙو پيٽ بکيو هوندو آهي سو آخر ڪاڄ ڪيئن ڪري؟ ڇا جيڪڏهن هن وٽ پئسو نه آهي ته مرڳو وهانءُ ئي نه ڪري ۽ سڄي جمار ڇڙهو رهي؟ ڪيتري نه سياٽپ آهي هن رسم ۾!! چوندا آهن ته ”ضرورت ايجاد جي ماءُ آهي“. ويچارن غريبن اهڙي ته سولي راهه ڳولي ڪڍي آهي جنهنڪري سڄي ڪان سڄو ٻه جيڪڏهن گهري ته هن رسم جي آڙ ۾ پنهنجو ڪاڄ ڪري سگهي ٿو. جيتري نيندي گهٽي ڏيندو اوتري گهور گهٽي ملندس. اها گهور هڪ ”قرض حسنه“ آهي جو جنهن ڪي ملي ٿو سو واپس ڪرڻ پاڻ تي فرض ٿو ڄاڻي ۽ ڏيندڙ ڪي سندس ڪاڄ مهل پني ٻه موٽائي ڏئي ٿو، نه ڏيڻ ڪي نڪ جي مر ٿو سمجهجي. اهڙيءَ ريت ڏيندو سيڪو چنيءَ چڪيءَ، وٺندو سيڪو هڪ ئي ٻڪيءَ. جيڪڏهن ولهي جو راڄ وڏو هوندو ته خرچ سو برابر وڏو ٿيندس مگر پوئي جي پيدا ٻه چڱي ٿينديس. ويچاري جو خرچ سڄو نڪري ايندو جنهن ڪري مومل ماڻي جڏهن پنهنجي پڪين موٽندو تڏهن گهٽ ۾ گهٽ ڪنهن وياج خور جي لهڻي جي جهوري ته سندن خوشيءَ جو مزو ڪونه وڃائيندي؟ مون اڳيئي متي چيو آهي ته اهي سڪين واريون ست رڇيون يا ڪورس جن ۾ سنبوسه، مغز، ۽ چاپن جا پڪوڙا، گلابي جمونءَ جا ٻه چار ليڏوٽان، پٽاٽي يا قيمي جون ٽڪيون، سئنڊوجز، ٽماٽي ساس يا ڪچونبر تنهنجا ته ويچارا سنڌي غريب هيراڪ ئي ڪونه آهن. هنجي لاءِ ڪڏهن ڪڏهن ٻاڳن سان گوشت پٽ اُڪئين اڻ

ئي وڏي سڀاڳ جي نشاني آهي. هوَڪور مان، هوَ چاشنيءَ جي هوَ ڪيرٽيءَ جي پلا هنن غريبن جي بک ڪيئن ٿي لاهي سگهي! هنن ڪي ته گهرجي ڏو ٿي ماني، جنهن مان هنن جو پيٽ پلجي. هنن وٽ نڪو آهي لکنوءَ وارن جو "تڪلف" نه ڪا آهي دهليءَ وارن جي "نزاڪت" جو ٿورو ڪائي پنهنجي "نازڪ مزاجي" ڏيکارين. هي ته ويچارا ڪڏهن ڪڏهن ٿا سٽيو ستابو ڪائين سي ڏو ڪري ڪائيندا! ڪارائڻ وارو غريب به هن ڪي ڏو ٿي ڪارائيندو آهي گڏ گڏ پيو ٿيندو ۽ پيو چوندو ته پائرو لڄ نه ڪريو، ڪائو! ڪائو! اميرن جو ڪاڄ ڪونهي جو ٺيڪيدارن هڪ مز مان ڪي هٿ ۾ پليٽ آئيس ڪريم ۽ هڪ ڪيڪ ڏيندو. وڏيڪ گهرج ٽئيس ته گهر وڃي ڪائي. هتي ته پت جي ڦيلهيءَ مٿان ڦيلهي پئي ڦهڪو ڪندي ۽ پاتوڙي مٿان پاتوڙي جي آڻ آڻ هوندي گهورون گهاپارون سڀ راڄ وارن تي. چار چار آنه ڏنائون ته به لنگهو ۽ حجام ڏاوا، گهوتيتا ڪٿي مبارڪ جا پچاڙيءَ ۾ ۵ - ۱۰ روپيه سامهون ڪندا ته ويچارا منگتا دعائون ڪندا هليا ويندا. نه بئنڊ جو خرچ، نه وري راڌائي ڪي روڪڙا پيسا ڏيٽان پون، چار ڪافير چار گويا چار شيدي آيا ته ڏاڍي ڇير ٻڌي، يڪتاري ۽ دلي تي راڳ ناچ ڪري آيلن جي دل خوش ڪريو هليا ويندا.

جيڪڏهن ڪو سچ پچ غور ڪري ته ڏسڻ ۾ ايندو ته سچي خوشي انهن غريبن جي آهي. باقي رڪارڊ ۽ ريڊيا نڪو غريب سمجهن نڪو ڪين انهن مان ڪو رس ئي اچي. ائين برابر آهي ته شاهوڪار زميندار تولو وري ڪڏهن ڪڏهن ڇهه ڪان ئي ٻاهر نڪري ٿو وڃي. پر سچ پچ ته ائين آهي ته اويءَ سويءَ ڪي ڪارائڻ ۾ سندن دل ٺريو ٿي پوي جڏهن ڏسن ٿا ته يار توٽي ويري، فقير فقرو، غريب غربو، ننڍو توٽي وڏو ويهن ڪوهن تان ور ڪري اچي ٿو سندس تڏي تي ڪائي تڏهن هن ڪان وڏيڪ سندس لاءِ ٻي ڪابه خوشي ڪانهي. هو جيئن ٿو گهٽو پت رڏي تيئن ٿي هنجي دل وڏي، ايتري ڇيهه تائين جو پائي ته ماٿو ته

نهيو پر ڪتا ٻلا، گڏهه گهوڙا به هنجو ٻت ڪائين. اهو سچ آهي ته انڪي سر جو صدقو ۽ خيرات ٿو سمجهجي ۽ دل وڏي ڪري چوي ٿو ته خدا جي مخلوق ڪائي ۽ ڪائي. ٻلي ته هنتي چار ڪوڏيون قرض به چڙهي وڃي ته به هو مولا جي نانءَ تي ڪارائڻ ۾ دريا جيڏي دل رکيو ويهي. جيتري آهي سنڌي امير جي وڏي دل تنهنڪان ٻيٽي آهي سنڌي غريب جي دل درياءُ. اڳيئي سنڌيءَ جي مهمان نوازي ملڪان ملڪ ۽ ديسان ديس ڳايل وڃايل آهي جنهنجي اپٽار اڳتي ايندي. اهيئي مهلون آهن جن تي رنل يار سرچن مٺ مائٹ پرچن، ڏک ڏوراپا لهن هڪڙا مڍا ٿين، وير وروڌ وڃجن، پياس ۽ پريم وڌي ۽ هڪ ٻي جا پراڻا وهنوار ڏجن وٺجن شاهوڪارن ۽ هنيلن جا سر غريب ٻائرن اڳتئون جهڪن. پر ارمان آهي جو اهي ڳاليهون ڪتي ٿيون شهرين ڪي آئڙن! غير سنڌين جون ريتون رسمون نه اچرج جهڙيون آهن، پر ليڪ جي پٺهڙي ٿي پوڻ ڪري اتي ئي پورائو ٿو ڪجي.

## مـرٽو

مئي جي پوئتان هزارين رپيا خرچ ڪرڻ تي سندس پويان مرڪ ڪندا آهن. جيڪڏهن ڪنهن ختمون پري وڃائي ڪيو ته چوڻ ۾ ايندو ته بيشڪ مئي ڪي اجاريائين، نه ته چوندا ته مئي جي مٽي ئي رلائي ڇڏيائين منجهائس ڪي ڪين وريو. ان ۾ ڪوبه شڪ ڪونهي ته ڪنهن به ڪم ۾ ڇيهه ڪرڻ يا حد اورانگهڻ ٺيڪ نه آهي. اجميرين وانگر قوال وهارڻ ۽ ختمون اهڙو ناهي نوڪي ڪرڻ جو شاديءَ جون مجلسون به شرمائجي وڃن، اهڙين ڳاليهن مان سنڌي ويچارو ڪين ڇاٽي. سنڌي جي نيت مرٽي توٽي پرٽي مان رڳو خدا جي نانءَ تي لٽ ڪرائڻ جي هوندي آهي جنهن مان هو پنهنجو ۽ مئي جو ڇوٽڪارو سمجهندو آهي. هو نه ڪي گهرائيندو آهي ڳولي ڳولي خوشامندي ملان موراٽان، نه ڪي ڪن درگاهن جا مجاور ۽ معلوم، نه ڪي وڏا پير فقير

۽ شاهوڪار، جي ختمي جي مانيءَ کي واڪاڻين. سنڌي ويچارو وڏن ماڻهن لاءِ ست رڃي ۽ غريبن لاءِ رکي سکي کونہ کري. هو تہ ويچارو گوشت پيت کري پنهنجي پرائي سڀ کنهن کي هٿ ڏئاري کارائي ڇڏيندو ۽ الله پاڪ کي عرض کندو تہ ”کج خير قبول محابي رسول“.

غريب جي لاءِ البت ڏکي ڳالھہ آهي تہ اڻ هوند تي خيرات کري سگهي پر ان لاءِ بہ سنڌي سياڻن رستا گهڙي ڇڏيا آهن. عذر خواهيءَ تي جيکي ماڻهو ايندا آهن سي گهٽو کري فاتحا جا ٻہ يا ٽي روپيا ضرور مٺي جي مائٽن کي ڏيندا آهن. اهي پئسا هو پنهنجي لاءِ رکڻ حرام سمجهندا آهن ۽ خدا ڪارڻ فوتيءَ جي ختمي تي لائي بکيا کارائي ڇڏيندا آهن. هن ريت دل ونڻ جون ريتيون سنڌين ۾ آل جال اهن جي ڏيکھہ سبب هت هڪ هڪ کري لکڻ ڏکي ڳالھہ آهي. رڳو هڪڙو مثال ”يک مشت نمونہ خروار“ ڏجي ٿو.

ڳوٺ دولت لغاري تعلقہ ميرپور خاص جي دوست مونسان ڳالھہ ڪئي تہ اسان ٻروچن ۾ رواج آهي تہ جڏهن کنهن بہ مائيءَ جو مڙس گذاري ويندو آهي تہ هر هڪ گهر هنکي هڪ وڏو تس اٽي جو، ڪجھہ کنڊ ۽ ٻہ رپيا روڪ فاتحا جا ڏيندو آهي. ائين کرڻ سان مائيءَ وٽ ايترو تہ سيڌو ۽ روڪڙ اچي گڏ ٿيندي آهي جو حالي تہ سندس ڏک ۾ ئي کتر پئجي ويندي آهي، مڙس مرڻ سبب هنجي لاءِ جا سڄي دنيا اونداهي ٿي ويندي آهي، تنهن ۾ هنکي کو آس جو کرٽو ڏسڻ ۾ ايندو آهي. هيتري همدردي ڏسي مائي ويچاري ”انا الله و انااليه راجعون“ چئي مالک جي منشا تي راضي رهندي آهي ۽ روز پنهنجي رزاق کان پائيندي آهي. سندس درد ۽ ڏک ئي هلکا ٿي ويندا آهن. کير ٿو چوي تہ پوئي جي ريت يا فاتحا جي رسم خراب آهي؟ البت کنهن بہ ڳالھہ ۾ چيھہ کان نکري وڃڻ چڱو کم کينهي.

ساڳيءَ طرح ٻيا خير خيرات، عرس ۽ يارهيون، اصل ۾ سڪيا ماڻهو پنهنجي سال جو صدقو سمجهي ڪندا آهن. غريب ويچارا ٻه ٿوري مان تورو جيڪڏهن شاهوڪارن وانگر ديڳيون نه چاڙهيندا آهن ته ننڍڙو ديڳڙوئي لاهي وجهندا آهن ۽ پاڙي پتيءَ ۾ چونگي چونگي وراهي دل خوش ڪندا آهن ۽ وڏيءَ دل سان سوالي مواليءَ کي گرهه کارائيندا آهن. جنڪان خدا جي نالي تي ڏيڻ نه پڇندو آهي سي لڄ کي پرچائڻ لاءِ ويهي هنن سهڻين رسمن جن جي ڪري ماڻهوءَ جو هٿ سدائين خيرات ۽ صدقي تي هريو پيو هجي تن کي برو ڀلو چوندا آهن ۽ انهن کي اجايون ريتيون سڏي پاڻ کي سياڻو ۽ اهڙين رسمن کان ڀڄندڙ سڏائيندا آهن.

# ڪيڪار

ڪيڪار جون ريتيون به سڀ هنڌ نراليون نراليون ۽ الڳ الڳ آهن. سيڪنهن ڏيهه جا ماڻهو پنهجي پنهنجي پرکي ٻين کان مڙوئي سرس سٺو پري سمجهندا آهن. هڪ انگريز رڳو "هائو ڊو يو ڊو" کي ئي سٺي ۾ سٺي ڪيڪار ٿو ڀانئين. هندستاني مسلمان "خيريت، مزاج شريف يا مزاج اقدس" چوڻ سان پورائو ٿو ڪري. هندو ماڻهو وري "راجي پرسن آنند" چئي ڪم ٿپائي ٿو. پر هتي به ويچارو سنڌي ڪيڪاريندي ڪيڪاريندي ڊاپندو ئي ڪينهي. ڊگهي ڪيڪار تان گهڻو ڪري غير سنڌي کلندا آهن ۽ ٽوڪ ڪري "خوش چڱا ڀلا، خوش چڱا ڀلا، ڪيريت، اهي اکر ورجائي ٺٺول ڪندا آهن. پڻ ڪيترا پڙهيل ۽ شهري به ڀهراڙيءَ جي مسلمانن تان گهڻو ڪري انهيءَ ۾ به پروچن تان چرچا ڪندا آهن. ته پروچن جي ڪيڪار اهڙي ڊگهي آهي جيڏو شيطان جو آنڊو. ڀلا "خوش چڱا ڀلا، جوڙ متارا، ڪيريت، مال وتاڻ، ٻني ٻارو، دين ايمان، ان رزق، جوڙا ٻيڙا" ۽ اهڙا ٻيا ڪيڪار جا نمونا اهڙن سڌريئن کي ڪيئن سلوٽا لڳندا؟ هو صاحب ته اردوءَ وارن جي اهل

ڪري ياڻ ڪي ”مختصر پسند ۽ تهذيب يافتہ“ چو نہ چوائين! لائيئي تشريف مزاج عالي“ ڪي سنڌي زبان ۾ ترجمون ڪرڻ سان پاڻ ڪي چو نہ ڪلڻ هاب ڪن! مون تہ گهٽن ئي ڪي چوندو ٻڌو آهي تہ ”اچو سائين تشريف آڻيو، مزاج شريف، تشريف رکو وغيره“ هاڻي ڏسڻو آهي تہ اها سڌريلن واري ڪيڪار ڀهراڙيءَ وارن جي ڪيڪار ڪان نيٺ ڇا ۾ وڌيڪ موچاري آهي ۽ اڻ پڙهيلن جي پلي ڪار ۾ نيٺ ڪهڙي وڌ آهي جنهن تان هنن سڌريل جوانن ڪي ڪل ٿي اچي ڪڏهن ان ڏس ۾ ويچار بہ ڪيو ويو آهي تہ نيٺ مٿي جي ڦيري سڌريلن ڪي آهي ڪين اڻ سڌريلن ڪي! جيڪڏهن ڪو هندستاني، پنجابي، لکنوي، دهلوي، بريلوي، سنڌيءَ جي ڪيڪار تان ڪل ڀوڳ ڪري تہ ڏوهہ ڪنهنجو؟ ٺلهو ڪو هٿ هٿ ۾ ملائي «آئيے» چوي تہ ٺيڪ، پر جيڪڏهن ڪو وڏي سڪ مان ڀاڪر پائي ڳري لڳي، حب مان پڇي تہ ”ادا تون، تنهنجو اولاد، اوڙو پاڙو، ڍڳا ڍور، سڀ سکيا آسودا ۽ چاڪ چڱا ڀلا آهيو ۽ تون پنهنجي دين ايمان ۽ نماز روزي سان لڳل اهين ۽ پنهنجي پالڻهار ڪان تہ پٺيرو ڪونہ ٿيو آهين، تہ ڳالهہ ڪل جهڙي ٿيو پوي! بس رڳو سمجهہ جي مار آهي. نہ تہ نياءُ ڪري ڏسو تہ ”الٽا چور ڪو ٽوال ڪو ڈانٹے“ سنڌيءَ جي ڪيڪار ۾ ڪيترا نہ سڪ ۽ پيار جا اکر آيل آهن ۽ هڪ ٻئي ڏانهن نيڪي ۽ دعا جا جملا ڪم آندل آهن! سائين شال ڪا سڌريلن ڪي سمت ڏئي آمين.

## خبرون چارون

خبرون چارون تہ هيڪاري وڌيڪ چٽر جي موڙي آهن. سڌريل آکيندا آهن تہ، اهي چٽڪيون خبرون چارون تہ جنسي ويل آهن. ڀلا خبرن ڏيڻ ۾ ڏاڏي آدم ڪان وٺي ٿا ٻيهن ڪرت ڪرڻ ۽ ورهن جون وارداتون ويهو وستار ڪن اها ڪليل ڀوڪپائي نہ آهي تہ ٻيو ڇا آهي؟ ارمان آهي تہ انهن هٿرادو ٺهيل ڏاهن جي ڪوپرين جا الاجي ڪهڙا خانا

خالي آهن، جو چڱائي ۽ مٺائي سمجهڻ کان پڙ ڪيڍي بيٺا آهن. اڪيئين سمي ۽ هن سمي ۾ آپ ۽ ڌرتيءَ جو ويڇو آهي. شهرن ۾ اهو حال آهي جو پاڙيسرين کي پاڙيسريءَ جي پوري ڪر ڪانہ هوندي تہ ڪير آهي ۽ ڪٿي جي بلا آهي. ڪنهن اوطاق ۾ لنگهي ڪنهنجو ڏس اچي پڇبو تہ ابتي سبتي ورندي ڏيئي ڇڏيندا. واٽ هلندي ڪنهن سلام ورايو تہ منهن ڦيري هليا ويندا. ريل گاڏيءَ ۾ گڏ سفر ڪندڙ سان پنج چار ڪلاڪ لاڳيتو هڪ ٻئي جي ڀر ۾ وينو رهيو، ڪو ڪٿي لهي ويندو ڪو ڪٿي، پر هڪ ٻئي جي خبر نہ رکبي تہ ڪير هو ڪٿان آيو، ۽ ڪيڏانهن ويو، نہ وري انجو مهاندو ئي ياد بيهندو. مسجد ۾ نماز تي چار مومن پائر گڏ ٿيا تہ ٻڌئي پوٽ چار ٽڪر هٽي هليا ويندا. هڪ ٻئي جو سڌ ٻڌ نہ رهندي. مطلب تہ نہ ڪير ڪنهنجو مٽ نہ ڪير ڪنهنجو ساٿي ۽ ساٿي، نہ ڄاڻ سڃاڻ وڌي، نہ هڪ ٻي جي ڏک سک جي سار لڌي سيڪو پنهنجي پيٽ جي پوڄا ۾ لڳل ۽ تانءَ ۾ تمتار ٿيو ڦوڪيو وتندو ڦيريون ڪائيندو. واهہ تهذيب!!

ٻئي پاسي تي ويچار ڪريو، واٽ ويندو نہ ڄاڻ نہ سڃاڻ، ڀهراڙي مان لنگهندا تہ هر هڪ منهن ۾ ملندڙ ڪانئس اوس خبرون چارون وٺندو جي هونءَ نہ، تہ بہ سلام ورائين تہ خبرون چارون مٿس لڳي چڪيون، خبرن مان پتو پوندو تہ واتهڙو ڪير آهي، ڪاڏي ٿو وڃي ڪهڙو ڪم اٿس ۽ ڪنهنجو ڏس ٿو پڇي. ماڻهو چڱو آهي يا مٺو آهي، چور آهي يا ساڌ آهي، خبرون چارون وٺندي سندس منهن مهاندو ۽ پار پتا تہ اهڙيءَ ريت جانچي وٺندا جو ساري ڄمار ياد رهن مسافر پليل هجي يا پڳل هجي، پر جيڪڏهن ڪو سندس پيچو ڪري آيو تہ مهين کان پوءِ بہ خبرون چارون ڏيندڙ ونندڙ ٻڌائي سگهندو تہ هائو پيلي فلاڻا پار، فلاڻا مهاندا، فلاڻا ڪپڙا، فلاڻي مهل، فلاڻو نالو ٿي ٻڌايائين، هتان ٿي آيو، هيڏانهن ٿي ويو، جيڪڏهن ڪو ڄاڻ سڃاڻ هوندو تہ پوءِ تہ ٻنهي پاسن جون خبرون چارون اڳيئينءَ گڏجاڻيءَ کان

وني ان ناٽي تائين هڪ ٻئي کي اهڙي ريت ڏيندا وٺندا جو ساري وقت جي ڪار گذاري اچي ويندي. اها سموري خبرن جي ڏي وٺ وڌ ۾ وڌ ١٠ منٽ سوڪائيندي مگر چڻ تہ وچڙيل وري پاڻ ۾ نوان پراڻا ٿي ويندا. گهٽ ۾ گهٽ مونکي تہ هن ساري قصي ۾ ڪابہ وڌ ڏسڻ ۾ ڪانہ ٿي اچي. الاجي ڪهڙي ڪل مسخريءَ جي ڳالهہ آهي جنهن تي سڌريل صاحب ٺهہ ٺهہ لائي ٿا ڏين، هي رواج تہ پاڻ دانائيءَ تي ٻڌل آهي. ڪنهن سچڻ جي ڪهاڻي ٻئي جي زباني ٻڌڻ کان سندس زباني ٻڌڻ ڪهڙي نہ وڻندڙ ڳالهہ آهي. خبرون چارون ڪيئن ڏيندا وٺندا آهن، تن جو وستار ڪرڻ منهنجي ڏيان ۾ هتي هڏ ضروري ڪونہ آهي. هر ڪو سنڌي شهري توڻي ٻهراڙيءَ وارو چڱيءَ پرچاٽي ٿو تہ خبرون چا ڪي ٿو چئجي ۽ ڪيئن ڏيبيون ۽ وٺبيون آهن.

## وندر يا رانديون

سچ آهي تہ هڪ غريب سچو جيڪڏهن گندي شيءِ ڪائيندو تہ چوڻ ۾ ايندو تہ لڇڻ ويا اٿس، ولهو ٻينگو ۽ سچو ڪٽل آهي. پر جيڪڏهن ڪو ڏنونت ڪرفتي بہ واپرائيندو تہ آکڻ ۾ ايندو تہ وڏو ماڻهو آهي، وات چٽو ٿيو هوندس تنهنڪري چهر ڪاڻ ڪائيندو هوندو. ائين بہ سچ اهي تہ ڪنهن غريب جيڪڏهن ڪتي ڪچهريءَ ۾ ڪٽي واءُ ڏنو تہ چوڻ ۾ ايندو تہ ڪنو ڪلچٽو آهي. ڪچهريءَ جي وهڻ جو لڇڻ ڪونہ اٿس ۽ ڌڪي ٻاهر ڪيندس تہ اٺ ڏپ ڪئي اٿئي. پر وري جيڪڏهن ڪنهن وڏي ماڻهوءَ، حاڪم، پير يا مير هٽي هرڪ ڦاڙي وڏو جنهن جي ڌڪاءُ جي ڌوم ڪان ڌرتي بہ ڌٻي وڃي، تہ ڪچهريءَ ۾ وينل هڙئي هل هلاچو ڪندا تہ ”صحت جان صحت جان!“ لک شڪرانا رب جا جو گئس نڪتي ۽ پيٽ هلڪو ٿيو. انهيءَ گئس جي گوڙ کان جا هوا ۾ سڳنڌ پکڙي سا ڪين سرهي پيئي لڳندي. مطلب تہ سکيو ستابو ماڻهو، پٽل پائيندو تہ بہ سون ليکبو ۽ جي غريب ڪٽي سون پهريندو تہ

ٻہ پتل تي پنبو. ساڳيو حال آهي هن سڌريل سمي جو. جيڪڏهن ڪي رياستن جا نواب ڪجهہ ڪشتي باز پالين ۽ دنگل لڳائين تہ اها هننجي ”تفريح طبع“ آهي. جيڪڏهن ڪي وڏا اُٺ جيڏا امير ۽ انگريز ڪرڪيٽ مئچون ڪرائين ۽ اُن لاءِ سندن ٽيمون اسپيشل ٽرينن ۾ سفر ڪن، ولائت ڪان نڪري هتي پهچڻ واسطي لک رپيا ناس ٿين، تہ هر ڪو سڌريل انگريزيدان سيزن ٽڪيٽ وٺي سڀ ڪم ڪار ڪي ڇڏي ڏيئي مئچ ڏسڻ پنهنجو فرض سمجهي اُتي وڃيو تاڙيون وڄائي ۽ ”هيئر هيئر“ ڪري. باقي ويچارا غريب جيڪي ڪن سو عيب ۽ سندن عيب جو هنر! ويچارو سنڌي ملاکڙو لڳائي، چار ماڻهو ڪٺا ڪري، وندر ڪري تہ ٿيو ڇٽ ۽ ٻوڪ. باقي ڪا ”باڪسنگ“ ٿئي تہ اها تي ڏاڍ مڙسي. سچ پچ تہ ملهہ ۾ جيڪا سورهيائي آهي ۽ ان سان گڏ جيڪو هنر ۽ ڪيڏ تي ڪپي تنهنجو هٺ شهري پاڳلن کي ڪهڙو پتو! جڏهن مالي مڙس پنهنجو پيلتن پڏرو ڪري ملاکڙي جي مئدان تي نچندا ڪڏندا ڪاهي پون ٿا ۽ سندرا ساهي جانٺا، وارا، اندريان، ڏاڪون، وچيون ۽ ٻيا انگ لڙن ٿا تڏهن سندن هنر تان هڪ ٻہ يا چار ڪلدار انعام ٿيچ برابر آهن. ڇا سيزن ٽڪيٽ جا پنجويهہ رپيا ڏيئي پاراٽي بيٺ بال راند ڏسڻ، هننجي بهادريءَ برابر ٿي سگهندي؟ هر گز نہ. پر ويچارو سادو سنڌي سيني پارين ڪانيارو آهي. ڏڙهي راند ڪيڏي، ڪوڏي ڪوڏي رهي، ونجهوٽي ڪري يا ملاکڙو وڙهي پر ڇٽ جو ڇٽ سڏجي. سنڌين جون رانديون ڪهڙيون نہ سدا ملوڪ آهن، جن ۾ نہ خرچ نہ خروچ ۽ ”بدني ورزش“ ٻہ گهٽي. تنهن هوندي ٻہ ويچارو سهمن جو ماريو سنڌي اجايو پيو گهلجي ۽ گيندازجي. هيءَ سڌريل سمون گهري ٿو تہ ڪوئينن هجي تہ ٻہ ڪنڊ لڳل (شگر ڪوٽيڊ). قلب ڪافر هجي تہ ٻہ لباس مومن وارو هجي. سڀ ڳالهہ ۾ رڄ وارو ڪوڙو ڏيک هجي. پوءِ ڀلي تہ انجي ٻويان ڊوڙي ڊوڙي برباد ٿجي. ميلي تي نالو بدلائي نمائش رکجي يا انگريزيءَ ايگزيبيشن چئجيس. جوا هجي پر انکي گولو

سڏجي. نانواين جا هٽ هجن پر انهن کي ڪيف يا ريسٽورنٽ چئجي. مداري ساڳيا هجن پر انهن کي مئجيشن ڪوئجي ٽڳ اهيئي پر انهن کي ائسٽرالاجر جو نالو ڏجي. ڪيرين جا ماندوا ساڳيا هجن پر انهن کي ميوزڪ گهر ڪوئجي. مطلب تہ گڏهہ ساڳيو آئر ٻيا وجهجن. اهڙيءَ طرح وڏا ماڻهو ڪجهہ ڪن تہ اهو اڪين تي، پر جي غريب ميلو لڳائين، جتي انن گهوڙن ۽ ڏڳن جو واپار هلي، ۽ هنا، پاڪڙا، ٽڙا، تل، سروان، الياڻ لغام، جهلون، نتون، چڙا، چڙيون ۽ ٻيا ٻهراڙيءَ جي گهرجن پٽاند سامان سڙا وڪجن ۽ واويلا مچيو وڃي تہ ڇٽ ميڙن ۾ ٻانهون ڏوڪيو تا هلن ۽ پئسو ٿا زيان ڪن. ميڙن ملاکڙن تہ هٽي چٽن جو گهر ٺي مسيت ڪري ڇڏيو آهي. اهي سڌريل نہ ٿا سوچين تہ ٻاڻ تہ شهرن ۾ روز رات جو سئنيمائون ڏسن، نمائش جو درشن ڪن ۽ ٻيا عيش اڏائين، پر هي ويچارا جهنگن جا جهانگي، جنکي هڏي جي پورهئي ڪان ٻاڻ بہ وسريو پيو آهي، انهن جيڪڏهن ڪٿي ڪو ٻارهين مهيني ميلو لڳايو يا ملاکڙو ملهائيو تہ بس ڏوهي ٿي پيا! منهنجو هرويرو چوڻ ڪونهي تہ ڪو سندرا ٻڌيو وتن ميڙا پيٽيندا يا ڇڪلا گهمندا پر هنن کي بہ آخر سخت پورهئي ڪانپوءِ ڪنهن نہ ڪنهن وندر جي ضرورت تہ آهئيي آهي، جنهن لاءِ حڪومت جو ڪم آهي تہ ملڪ جي ميڙن ۽ مناسب سڌارو آڻي ۽ ملاکڙن کي ترتيب ڏياري. باقي رڳو وڏون ۽ ويڪون ڪيڻ تنهن مان نہ ڪي وري نہ ڪري سري.

## مهمان نوازي

مزمان ڪارائڻ تہ هر هڪ سنڌيءَ شهريءَ خواهہ ٻهراڙيءَ واري جو مرڪز آهي. مزمان در لنگهي آيو تہ سنڌي ويچارو پاڻ کي سڀاڳو سمجهندو ۽ ڳلي لڳي ائين چوندو تہ شڪر الحمدلله! ادا ڀلي آيا نچ آيا. هنجو ان ڳالهہ ۾ پورو پورو ويساهہ آهي تہ مزمان پنهنجو روز ٻاڻ سان ڪني ٿو اچي. هنجو ڀاڱو الله تعالى ٻهريائين ٿو موڪلي ۽ مزمان پوءِ ٿو

اچي، تنهنڪري مزمان کي هيج ۾ ڪوڏ مان ڪلي نه ڪارائڻ کي پنهنجي لاءِ بدسوٽي ۽ نياڳ تو چاٽي. پنهنجي حال سارو مزمان جي چاڪري ڪندو ۽ جيستائين اهو سندس تڏي تي لٿل هوندو تيستائين هنجي سک سلامتيءَ جي اون رکندو متان مزمان کي ائين چوڻ جو ڪارڻ ٿئي نه تڏي جو مڙس ڪين هو. ماني ڪارائڻ هڪڙي ڳالهه آهي، پر مزمان سان ويهي ريجهه رهاڻ ڪرڻ انکان به وڌيڪ ضروري آهي. سنڌي مزمان به وري چوندو ته ادا مانيءَ بکيو آءُ به ڪين هوس سندس تڏي تي لنگهي ويو هوس ڪهڙو مان ڏنائين! ويهي ۽ گهڙيون ڪچهري ته ڪري ها!.

مردن کي ڇڏي جيڪڏهن سنڌي زالن کي ڏٺو ويندو ته اهي وري مزمانن ڪارائڻ ۾ مڙس ڪان به گوءِ ڪٽي ويندبون ڪا به نياٽي سياٽي در لنگهي آئي ته اکيون ڪڍ وڇائيندبون ۽ اها جاءِ نه لهنديون جتي ڪٽي وهارينس اهو ته سلوڪ تو چاڻ سجاڻ وارن سان، پر اڻتو ماڻهوءَ جو ته انکان به وڌ خيال ڪيو ويندو آهي. پنهنجي جي چاڪري ۾ ڪا چڪ ٿي به وڃي پر ڏاريئن جو ته پاڻ وڌيڪ ڏيان رکيو ويندو آهي متان ڪا ڳالهه ڪسي تي پوي يا لائين رهجي وڃي. وڏن شهرن ۾ البت ماڻهن جا گهر اهڙا نه آهن جن سان اوطاق جو تڪر لاڳو هجي، انڪري مزمان تڪائڻ ڪجهه ڏکيرو آهي. پر تنهن هوندي به ڪن ٿورن ايمان جي وڏن ڪانسواءِ باقي سڀئي خوشيءَ سان مزمان کي منهن ڏيندا آهن. پرائي يا پنهنجي اوطاق ۾ سوال تي به مزمان تڪا ئي ڪهر ڪٽان پنهنجي دران حال سارو آٽي حاضر ڪندا آهن، ڀهراڙيءَ جي سنڌيءَ جي دل ته خداوند ڪريم ڪا خاص نموني جي جوڙي آهي. مڙس گهر ۾ نه هوندو ته زال به مزمان کي رليون کٽولو پاٽي دلو ۽ ماني موڪلڻ ۾ دم دير ڪانه وجهندي. ٻلي ته مهمان هڪ ڏينهن رهي، رات تڪي يا مانجهاندو ڪري. مزمان ڪٽي مهلو يا ڪمهلو اچي ته منهن ۾ سر ڪونه وجهندي. آڌيءَ رات به جنب ٻيهي لولو پچائي حاضر ڪندي. کير ڏيڪ [illegible] لپ، مکڻ جي ٿڃي يا گهه ڪي مطلب ته جيڪي به

ميسر هوندو اهو آٽي حاضر ڪندي سنڌين جي مهمان نوازيءَ جو مثال سڄي دنيا جي مثاچري تي ڪونہ ملندو هڪڙا تہ اهڙا بہ سخي مرد آهن جنجا اوتارا سدائين پيا ٽا وسن اوي سوي، ذات پات جي پيد پاو ڪان سواءِ بي ڏڙڪ هليو اچي دانگي سارو ڏهاڙو چڙهي پيئي هوندي آهي ۽ انهيءَ ڪم لاءِ نجيون مايون رکيل هونديون آهن تہ مهمانن جي ٽهل ۾ رڌل رهن. ڪيترا اوتارن وارا پيڙهين ڪان اهو رواج هلائيندا ٽا اچن جيتوڻيڪ ڪيترن جي حالت اهڙي سٺي بہ ڪين آهي، مگر هو ڪڏهن بہ پنهنجي ڪل ڪي ٽڪو لائڻ نہ ٽا گهرن ۽ مهمانن ڪان منهن موڙڻ ڪي نڪ جي مرٽا چاٽن. ٽنهنڪري اپرو سيرو تڏو دائم ڪيو اچن. توڪل جا پيڙائي پار آهن. انهيءَ رسم هنن ۾ اهڙي تہ هير وجهي ڇڏي آهي جو جيڪڏهن ڪنهن ڏينهن ”قضا بهاني ڪو مزمان لڙي نہ آيو تہ زالون اپاٽڪيون ٿيو پون جو دانگي خالي پيئي سڙندي ۽ مرد پڻ مايوس رهجيو وڃن تہ الاجي ڪهڙي ڪمهري ٽي آهي جو مزمان ٽي ڪونہ ٽو اچي، سڄو گهر ترسي ترسي واٽون پنڌ نهاري، پوءِ پنهنجي ماني ڪائيندا. سو بہ مزمانن ري ڪين ماني مور مزو ڪونہ ڏيندي آهي. پاڻ ويچارا گهٽو ڪري گذارو ڏڌ مانيءَ تي ڪن. پر جي گهر ۾ ڪو بيضو ڪڪڙ يا ڇيلو پيدا ٿيو تہ پيا سانديندا تہ ڪڏهن نہ ڪڏهن ڪنهن سکر مهمان ڪي خدا آندو تہ انجي ڪم ايندو.

پيو تہ ڇڏيو پر تر ۾ جتي پاٽيءَ جو مسئلو سڀ ڪان ڏکيو آهي، اتي بہ ٽري ماٺهو پاڻ ويچارا ڪارو ۽ ٻاڙو پاٽي پيا پيئندا، پر جيڪڏهن ڪر مٺي پاٽيءَ جو دلو هٿ آين تہ اهو ڍڪي ٽاهي رکي ڇڏيندا تہ ڪنهن واٽهڙو يا مهمان ڪي پياربو. سنڌ جي هن بي مثال مهمان نوازيءَ ڪري اهڙا لکين ڌاريان ماٺهو سنڌ ۾ اچي پورهيو ڪن، هڙيون وڍين، ڪانيون ڪن، ڪوئلا ناهين، ڪاتيون ڪٽن ۽ بنا ٻارين يا پيو ڪم ڪري پئسا جيڪي ڪمائين سي ڳنڍ ۾ ٻڌن، مگر ماني ٻارهوئي سنڌين جي تڏي تي مفت ڪائين. ڪيترا غير سنڌي، اهڙا بہ

آهن جي ڀهراڙين ۾ مهڻ جا مهنا ڪپڙو ڪٽي وڃي ٻيٺي تيٺي نفعي سان وڪڻن ۽ ٻيو واپار ڪن، مگر رات ڏينهن نهي جڙي ماني سنڌين جي اوتارن تي مفت جي ڪائين. ڪنهن ڳوٺ ۾ جيڪڏهن ڪو اوتارو نه هوندو ته ڳوٺ جي مسجد ۾ ئي اچي مسافر ترسندا. ڪوبه اجنبي ماڻهو مسجد ۾ لڙي آيو ته ماني نهي نڪي تاٽي ڪان اڳ ئي اچي ملندس. ڳوٺ وارا پاڻ ڀوءِ ڪائيندا پر ڀهريائين مسافر جي مهماني ضرور ڪندا. ڪيترا ماڻهو، ڳاٽيتي ڪان ٻاهر آهن، جن جي گذر جو ڪوبه اپاءُ ڪونهي. فقط هلندا وتن ٻه ڏهاڙا ڪتي ۽ چار ڏهاڙا ڪتي. سخين جي اوتارن ۾ ٽڪندا ٽڪر ڪائيندا وتن. اوتارن وارن کي به خبر آهي ته اهي ماڻهو رول آهن. اهي اتفاقي مهمان ڪونه آهن پر عادتي مفت خور آهن، پر تڏهن به تڏي تي لنگهي آيا ته منهن مور ڪين گهنجائيندا، پر دل وڏي ڪري لسي ۽ لولو حال حبيبان پيش پريان ڪندا آهن.

ٿر جي پٽ ۾ ته اهڙا به وقت آيا هوندا، جڏهن سخت ڏڪار پيو هوندو، [illegible] پاڻ چوويهن ڪلاڪن ۾ هڪڙو ويلو ٻاجهريءَ جي پتڙي ڇدڙي رب [illegible] لاچار هوندا، پر اهڙي اهنجي تاٽي به ڪو مهمان در لنگهي آيو هوندو ته [illegible] ڳيو پنهنجي ٻچن جي پيٽ مان به ڪوئي سوئي انجي اچي ڪئي هوندائون. اهڙين مهلن تي جڏهن مينهن نه پوڻ ڪري وايون ۽ ٻاز سڪي ويا هوندا ۽ منجهن پاڻيءَ جي سٽي به ڪانه هوندي آهي، تڏهن پاڻي ڪوهن تان آڻڻو پوندو اهي. اهڙي تاٽي به ڪو واٽهڙو ڏري آيو هوندو ته نڪي پاڻي پيارڻ ۾ ڪيٻايو هوندائون ۽ نه ڪي واٽ جي سمر لاءِ ساندا ري ٻري ڏيڻ ۾ ارها ٿيا هوندا. سڪار جي سمي ته پنهنجي مال جو کير به پاڻيءَ ڪان سستو ڪري ڦٽو ڪندا آهن. کير وڪڻڻ کي نياڳ ڄاڻندا آهن ۽ کير جو پئسو حرام سمجهندا آهن. سڏئي سڏ ڏيڻ، پنهنجو ڪم سيڙائي واٽهڙوءَ کي دڳ لائڻ، گهڙي پهر پڳهر سڪائڻ لاءِ ميل اڌ تان ڪٽ ڪتولو، وتو ۽ گهڙو آڻي حاضر

ڪرڻ، ڪنهن اڙيات جي لاءِ ونگار يا چيڙ پيڙي ڪري اهنج ڏور ڪرڻ، ويچاري ساديءَ دل واري سنڌي سگهوري جو مرڪ آهي. شل نہ ڪنهنجي موٽر، بيل گاڏي يا ٻي سواري واٽ ويندي ڪٿي ڦاسي پوي، تہ اهيئي ويچارا سپاجهڙا سنڌي ري سڏ يا ري اجوري ڊوڙي اچي همراهہ ٿيندا. ڪلها ڏيئي ٻيڙائي پار ڪري ايندا.

منهنجي هڪ نئين سنڌيءَ يعني مهاجر دوست مون سان هڪ ڏينهن ڏاڍي عجب مان ڳالهہ ٿي ڪئي تہ هڪ ڏينهن منهنجو سنڌ جي هڪڙي ننڍڙي ڳوٺ ڪان گذر ٿيو هو. مونکي اڃ ڏاڍو ماندو ڪيو هو تنهنڪري هڪ ڳوناٽي سنڌيءَ کي سڏ ڪري پاڻيءَ سرڪ لاءِ چيم. ويچارو ڊوڙندو يڪي ساهيءَ پنهنجي جهڳيءَ ڏانهن ويو ۽ ويرم ۾ مکڻ ماني ۽ لسيءَ لپ ڪٽي آيو ۽ مونکي منٿ ڪرڻ لڳو تہ ٻہ ٻور مانيءَ جا واپريو. مون چيو مانس تہ ابا تون پاڻ غريب آهين تو ههڙي تڪليف ڇو ڪئي؟ جنهن تي وراڻيائين تہ سائين، تون مڙس سکر ٿو ڏسجين، توکي ڇڙهو پاڻي پياريان ۽ تکر تانبي جي صلاح نہ هٿان، تہ پوءِ حيف منهنجي جيئڻ کي آهي. پر اهي جملا هن جنهن جذبي ۽ پيار مان چيا انهن جي اکر اکر ۾ سچائي پريل هئي. هنجي اهڙي ايماني همت ڏسي مونکي ڏندين آڱريون اچي ويون ۽ سنڌين جي مهمان نوازيءَ جي ڇيهہ جو پتو پئجي ويو آهي. بيشڪ سنڌي پنهنجو مٽ پاڻ اهن. جهڙي ڪليل ۽ سخي دل هڪ سنڌيءَ کي خداوند ڪريم بخشي آهي، اهڙي دل مون ڪنهن بہ ملڪ يا قوم جي ماڻهن ۾ اڃا تائين نہ ڏٺي آهي.

سنڌ ۽ ٿر جي مهمان نوازيءَ جو مثالچرو حال اوريوسين. پر اچا ڪوهستان وارن جي ڪرئي ڪانہ لڌيسين. سنڌ جو ڪوهستان، جتي الله ئي الله لڳو پيو آهي ۽ ڪوهستاني ويچارا رڳو رب تعاليٰ جي توهہ پيا تڳن، اتي سنڌن گذران جي وسيلن تي ويچار ٿو ڪجي تہ بت کي ئي سيءُ وٺيو وڃي. اهڙن برن ۾ بہ جيڪڏهن ڪو شڪار جي سانگي

يا ٻئي ڪم جي ڪري اوچتو وڃي نڪتو تہ هي جابلو ٻڪرار جوان، جيڪڏهن ٻيو ڪي بہ هٿ نہ آين تہ نرو ٻڪر يا ڇيلوئي ليٽائي رکندا ۽ ٻلهار ٻلهار پيا ٿيندا. جيڪا رب پيچ ميسر هوندي اها هيجئون آڻي حاضر ڪندا. هنن جون خدمتون چاڪريون ۽ رس رهاڻيون ئي لڪ ٿيون لهن. رنج جي رڳئي ڪان قرب جو ڪسيرو ئي پلو. پرين سنڌي پار جو دڪوئي دولت. مطلب تہ سنڌين جي مهمان نوازيءَ جو مثال ڪو عرب ۾ ملي تہ مجبو، نہ تہ دنيا جي ڪنڊ ڪنڊ ڪري ڳولبو، پر سنڌي ويچارو پنهنجو مٽ پاڻ آهي.

# سخن جي سچائي

اهڙو تہ ڪوبہ ڏيهہ ڪونهي جتي جا رهاڪو سڀ چڱا هجن. ڪي چڱا تہ ڪي مٺا هر هنڌ ملندا. پر سنڌ ملڪ ۾ گهٽو ڪري ڏسڻ ۾ ايندو تہ عام ماڻهن جي زبان سدائين سچي هوندي آهي. ڪوڙ ۽ ڪپت ڪان غريب توڙي شاهوڪار کي دليئون بچان ايندي آهي ۽ قول جي ڪچي کي ڪتي بہ مان ڪونہ ملي. هڪ گهمري ڪنهن ڪارپت وڃائي تہ پوءِ تر جي ڳتي سوَ چوتون ڪائي واري ڳالهہ اچي بيهندي. سنڌيءَ ۾ عام چوڻي آهي تہ "مڙس جي آهي زبان" انجام جو ڪوڙو، انسان ناهي، پر ڪتي جي سمان آهي. سنڌيءَ ماڻهوءَ ڪان ڪنهن بہ ڳالهہ ۾ سنهن يا ساک وٺڻ جي گهرج ئي ڪانهي. هن جيڪڏهن پنهنجي خوشيءَ رڳو "مڙساڻو قول يا ڏاڙهيءَ قرار" چيو تہ لوهہ تي ليڪو پيو. پوءِ هزارين ڪٽي مٿس بار بوجا پون يا پيون هلائون ٿين، پر پنهنجي انجام کان انچ بہ نہ هٽندو. پاڻ ماري بہ وچن پورو ڪندو. اجا ڪن سياسي ماڻهن کي انجام ڪان ڦرڻ ۾ لڄ ڪين اچي، باقي عام سنڌي قول جي ڪچائيءَ ڪان موت مٿي چاڙي ٿو. اڄ بہ ٻهراڙيءَ جا ماڻهو ووٽن ناڻي هڪواريءَ ڪنهن سان هائو ڪري وينا تہ پٿر تي ڇٽ نڪتو وري ٻي ٻولي نہ ڪندا. ڪي سياسي چڱا مڙس هنن کي

سيڪاريندا آهن ته سيني کي هائو ڪندا اچو، مگر هو چوندا آهن ته مڙس جي زبان هڪڙي آهي. انهي مان ڪڏهن ڪڏهن ويچارن غريبن کي دک به پهچڻو پوندو آهي، پر ڪوڙ جي منهن ۾ ڌوڙ سمجهي، ڪوڙ ڪرڻ کان نابري واري وهندا آهن.

راجوٽي ڪمن ۾ به پنهنجي زبان جي پوري عزت رکن. اهڙا هزارين مثال ملندا جو سڱن بندن ۾ به جيڪڏهن ڪٿي پاراٽي وهيءَ ۾ ئي ڪو وعدو ڪري ويٺا هوندا يا سٽا سٽي چڪا هوندا ته ضرور زبان کي پاٽي ڏيندا. حالتون ڪيترو به ڦيرو ڪائين يا اٿيل مٿيءَ مائٽيءَ ۾ وڏي ڇيهي هيٺ اچڻون پوندو هجي، ڳٽين جا ڪوٽ ۽ ڏکن جا پهاڙ سندن در تي اچي ڪڙڪندا هجن، پر زبان جو خيال رکي ڪوهه ۾ ڪٿي ٽپو ڏيندا ۽ سڪيءَ ۾ ڪٿي ٽپي هٽندا. ماڻهو کين بيوقوف سڏين يا چريو پر لوڪ ملامت به سر تي سهي زبان کي سچو ڪندا.

سودي سڙي ۾ به ڪنهن سان زبان ڪيائون ته بس. ٻين ملڪن ۾ ٿوري ئي نفعي لاءِ لکيل دستاويز به ڦيرائي ڪوڙا ڪيو ڇڏين ۽ ڪورٽن جا منهن وجهيو ڏسن، پر سنڌي ويچارا، سخن جا سچارا، چوندا ته سؤ وڃي پر ساءُ نه وڃي. زبان ڏني سا ڏني. اهائي زبان اس ۾ وهاري اهائي زبان ڇانوَ ۾ وهاري. ٿوري ڇيهي لاءِ زبان ڪوڙي ڪري ساگ پٽ وڃايون ان کان اهو ڇيهو سؤ دفعا سون آهي. ڪنهن به جنس جي کهڙي به اگهي تي ٻولي ڪري ويٺا ته پوءِ ڪٿي هڙئي هلاڪ ٿي وڃين، ته به ٻولي پوري ڪري ڏيندا. ڪورٽن ۾ ڏسبو ته جن جون ڪوڙيون شاهديون ڏيڻ ڏنڌو ٿي چڪو آهي، تن کان سواءِ عام سنڌي ويچارن کي وڪيل ڪٿي ڪيترو به ڪوڙ سيکاري پڙهي پڪو ڪن، ته به ڪورٽ جو در لنگهڻ سان ڳالهه اها ڪندا جا نج سچي [illegible]. ڪوڙ ڳالهائڻ جي نندي لاڪر سٽي پيل ڪانه اٿن، تنهنڪري هنن کي ڪوڙ ته ڳالهائڻ ئي ڪونه اچي. جيڪڏهن ڪنهن ويچاري کي وڪيلن ڪٿي ڪوڙ تي بنائي بيهاريو ته به هو لڪائي وجهندو ڪيترا لڳا ائين ڏنو

ويو آهي ته ٻروچ قومن جي ماڻهن کي قسم بدران ڪورٽن ۾ رڳو ڏاڙهيءَ تي هٿ رکائيندا آهن، جنهنجو مطلب اهو هوندو آهي ته منهنجي ڏاڙهي جا منهنجي مرد هئڻ جي ثابتي آهي، ان جو شان ڄاڻي سچ چوان ٿو. جيڪڏهن ڪو اهڙو به ڪڏو ماڻهو نڪري پوي جو اڪيلائيءَ ۾ ڪوڙ ڳالهائي وٺو هجي ته به جڏهن ڪيس ڇڱن ڇڱن جي اڳيان ڪچهريءَ ۾ کُلي آڏبو ته ڪوڙ ڳالهائڻ جي مورهين همت ڪين ٿيندي سنڌ جو ماڻهو ڀريءَ ڪچهري ۾ ڪوڙ ڳالهائڻ کي پنهنجي پوين جي تباهي ڄاڻندو آهي.

هونءَ ته سڀ هنڌ ڀلا ماڻهو به پيا آهن. مان هرويرو ڪنهن به ملڪ جي ماڻهن جي گلا ڪانه ٿو ڪرڻ چاهيان. پر مون ڀيٽ ڪري ڏٺي آهي ته سنڌ ۾ جيڪي به ڌارين ڏيهن جا ماڻهو اچي رهيا آهن، انهن جي گهڻائي ته اهڙي آهي، جو پنهنجي ٿوري نفعي لاءِ ڪيتري به ڇيهه تائين، دغا، دولاب، ڪپت ۽ ڪوڙ ڪندي هٿڪندائي ڪين آهن. سنڌين ويچارن جي سچائيءَ جو فائدو وٺي سندن ڌن ۽ مال نڳين نڳين سان گهڻي وڏا وڏا چوڌري ۽ سيٺ بنجي پيا آهن. جيتوڻيڪ هو پنهنجي انهن ڪڌن ڪرتوتن کي پنهنجي ڪيڏ ۽ هنر، عقل ۽ دانائي ٿا سمجهن پر سچ پچ ته ڪوڙ جو مسئلو ڪوڙ آهي. جا دولت نڳيءَ سان گڏ ٿئي ٿي اها ويندي به نڳيءَ سان آهي. دولت ڪنهن سان به نباهه ڪونه ڪري. سياڻن چيو آهي "دولت" معنيٰ "ٻه لتون" جا دولت سڳوري وڃڻ تائي هڪ لت چيلهه واري ۽ ٻي لت ڪنڌ ڌاري هڻي هلي ويندي آهي.

## راجوڻي

سنڌ ۾ جيتري راجوڻي هلي ٿي، اوتري منهنجي ڏيان ۾ دنيا جي ڪنهن به ڀاڱي ۾ ڪانه هوندي، ڏوڪڙ پئسي جي ڏيتي ليتي، واپار جي ڏي وٺ، خانگي ڪم ڪار، سڀ گهڻو ڪري راجوڻيءَ رستي نبيريا ويندا آهن سيني راڄن جو ڪونه ڪو ٻريو مڙس، رئيس، وڏيرو،

سردار يا راڄيو ضرور هوندو آهي، جنهن کي نيات جي رسم و رواج موجب پڳ ٻڌايل هوندي آهي. اهو راڄيو پڳ ٻڌڻ کان اڳ ۾ ڪٿي البت اهنڊ هجي پر جڏهن چڱ مڙسيءَ جا ڏاڳا مٿس آيا، تڏهن هو ”امانت ۾ خيانت“ اصل نہ ڪندو. ڇو نہ پنهنجو سڳو ڀاءُ يا پٽ ڪٿي هجيس، پر جنهن مهل نبيري تي وينو، ان تاڻي وڏو ماڻهو يا ننڍو ماڻهو، پنهنجو يا پرائو سڀ هڪ سمان سمجهي پوءِ چيڙو چڪائيندو. راڄ وارن جو سندس نبيري ۾ پورو ويساهہ هوندو آهي ۽ چوندا آهن تہ ”پرئي مڙس جي ڪٽي حلال آهي“ هنجي ڪاتي اسانجو ماس پلي پيو ڪپي ۽ ڪوري، اسانکي سندس فيصلو اکين تي آهي. راڄ جي ايتري ويساهہ سبب پريو مڙس بہ ساڻن ويساهہ گهاتي اصل نہ ڪندو. ٻنهي پاسن جون ڳالهيون ٻڌي، هنن کي پنهنجو پنهنجو پاسو چڱيءَ طرح ٻڌائڻ جو وجهہ ڏئي، پوءِ جيڪو بہ نبيرو ڪندو، ان کي ميڄڻ ٻئي ڌريون مراد سمجهنديون. سنڌي ويچارا چوندا آهن تہ ادا ”جماعت ۾ ڪرامت“ آهي. جيڪو راڄوٽي نبيرو نہ مڃيندو اهو پرائيندو ٿي ڪين. سنڌ جو مسلمان تہ ڇڏيو پر هندن جو بہ پنچاتن وارو دستور اهڙو تہ هوندو آهي جو چار پنچ ۽ مکي گڏ ٿي جيڪو بہ نياءُ ڪندا آهن، ان کان ڪوبہ ڪنڌ ڪڍائي ڪين سگهندو. ڳوٺاڻن جا پريا مڙس ۽ شهرين جون پنچاتون هڪڙو نرم يا ڦاسي سو ڪونہ ڏئي سگهنديون آهن، باقي ڏنڊ يا ٻيون جنيون ا عقوبتون جيڪي بہ نبيرينديون آهن، انهن سان هر ڪو ٻڌل رهندو آهي. هندو بہ چوندا آهن تہ ”پائي پنچن ۾ پرميشور آهي“.

سڱن پندن جي وٿ، قرضين جا قرض، جائدادن جا نبيرا مطلب تہ ڪنهن جو ذرو بہ پلءُ ڪنهن وٽ رهيو ۽ هن ڏيڻ ۾ ڏاءُ ڏنگائي ڪئي تہ دانهن راڄ يا پنچات وٽ ويندي جا ڌريون گهرائي نبيرو ڪري ڇڏيندي. چوندا آهن تہ ”جهڙي نيت تهڙي مراد“. نيت هوندي اٿن سچي تنهنڪري نياءُ بہ ٺيندو اهي نيڪ. سرڪاري ڪورٽ کانہ

آهي جتي جج ويچارا پنهنجي بنگلن ۾ ويٺا هوندا آهن ۽ وڪيل پنهنجي گهر ويٺا رهندا آهن. شاهد چار سچا ۽ چار ڪوڙا اچي ڪورٽ ۾ پيڙا ٿيندا آهن. پوءِ هلندا آهن قاعدا قانون جن کي ربڙ وانگر ڇڪي، هڪ جا ٻيا فيصلا ڪري اٿندا آهن. هتي ته سڀ راڄ جا ماڻهو هوندا آهن جن کان ڪابه ڳالهه لڪي ڪانه رهندي آهي. اتفاق سان جيڪڏهن نبيرو ڪٿي ڪجهه گهٽ وڌ به ٿيندو آهي ته ٻئي ڌريون ٻنان چپ چورڻ جي ميجي ايندبون آهن، ۽ هڪ ٻئي کي کلي ڪڏي حق حساب ڏيئي، اڳتي جي لاءِ پاڻ ۾ وري به کير کنڊ ٿي رهنديون آهن. ڪورٽن جي نبيرن ڪري سرڪار حساب سو زوريءَ وٺي ڏيندي آهي پر هنن جون دليون ڳنڍي سگهندي آهي.

سنڌي مسلمانن ۾ پنهنجي چڱي مڙس جي ميجتا اهڙي آهي جهڙي سچي پچي "اطاعت امير" جنهنجو سبق اسلام اسان کي تيرهن سؤ ورهيه اڳي سيکاريو آهي. سنڌي ويچارو وڪيلن جو ماريو، ڪورٽ ۾ ڪوڙ ڳالهائي ايندو پر پرئي مڙس جي اڳيان ڪوڙ ڪرڻ ۾ لڄ ايندس. جيتونيڪ ماڻهوءَ جو شيطان ڪيس ڀهرئين شرط ڪورٽ ۾ ڇڪي ويندو آهي، پر اتي وڃڻ کان پوءِ ڪيترين ڪيسن ۾ ڌريون وري به امين ڪنديون آهن. جي ٻئي ڌريون جدا جدا ذاتين جون هونديون آهن ته ٻنهي جا چڱا مڙس امين ٿيندا آهن، جي گڏ ويهي، ڳالهيون ٻڌي سٽي منديءَ تي تڪ نبيرو ڪري ڇڏيندا آهن. پر جيڪڏهن ٻئي ڌريون هڪ ئي ڪڙم مان هونديون آهن ته پوءِ رڳو هڪ سندن وڏيرو ئي امانت ڪندو آهي.

سنگن پنڌن ۾ به جڏهن به چار چڱا وچ ۾ پئي امين ڪندا آهن ۽ ٻئي ڌريون چڱي مڙس کي چونديون آهن ته اسان پنهنجو نيياٽيون توڪي ڏنيون. هاٿي اها تنهنجي شيءِ آهي، جنهنکي وٺي تنهنکي ڏي تنهن جي ڪٺي حلال آهي. اهڙن ڏکين ۽ منجهيل ڪمن ۾ به چڱا مڙس جيئن عدل سمجهندا آهن ائين ڪري گذرندا آهن ۽ سندن

نبيرو اکين تي رکيو ويندو آهي ويچاري سنڌيءَ ۾ جيڪا چڱن جي مڃتا آهي، انجو مثال دنيا ۾ ڪٿي بہ ڪونہ ملندو، سنڌي ويچارو چوندو آحي، تہ "ادا جيڪي مڙيا سي جڙيا" جيڪا چڱا چون ساميجي پنهنجي هڏ نہ هلجي! ان ڪري سنڌين جو گهٽي خرچ ۽ خواريءَ کان بہ بچاءُ ٿئي ٿو ۽ پاڻ ۾ ميٺ ميلاپ بہ رهي ٿو. اهڙا هزارين بلڪ لکين اتفاق ٿيا هوندا، جڏهن سنڌي ماڻهن راڄوٽي نبيرن موجب پنهجن جا خون بہ بخشي ڇڏيا هوندا. ٻڌائيندو ڪو اهڙو مثال تہ سنڌ کان سواءِ ٻئي هنڌ جا ماڻهو بہ راڄوٽيءَ جا اهڙا ڪوڏيا آهن جهڙا سنڌي؟ بلوچ قوم جا سنڌ ۾ رهي ٿي تن جا نبيرا ڪرڻ تہ سرڪار جي طاقت کان ئي ٻاهر هئا. تنهنڪري جرگن جو رواج وڌو ويو جتي جدا جدا قومن جا سردار گڏ ٿي فيصلا ڪندا آهن. ان کان سواءِ هوند سرڪاري مئجسٽريٽن کي نياءَ ڪرڻ ۾ گهٽي ڏکيائي ڏسٽي پوي.

ٻيا هنڌ بہ اسان گهمي ڏٺا آهن، پر ارمان آهي جو سيڪو پنهنجي گهر جو چوڌري پاڻ آهي. ڪير ٿو ڪنهن جي مڃي؟ سيڪو چوي ٿو تہ آءُ سير آهيان. ٻاءُ ڪوبہ ڪونہ ٿو سڏائي، چونڊائي ائين آهي تہ ٻيو وري ماءُ جو پٽ ڪهڙو آهي جو اسان کان مٿي آهي جو اسان جو نياءُ ڪندو؟ ڀلا جن ماڻهن جي اها منورتي هوندي تہ انهن کي ڪيئن ٿي من جي سانت نصيب ٿئي! پڙهندڙ صاحب ڀلي هن منهنجيءَ نماڻيءَ وينتيءَ کي هينئين سان هنڊائي ڏسن تہ جيڪي لکيو اٿم اهو سچ آهي يا سنڌي ٿي ڪري رڳو پڳو ويهي سنڌين کي واڪاڻيو اٿم؟

## بهادري

پهلوانيءَ جي تہ سنڌيءَ کي ڏات ملي آهي هو ڄاڀنديئي ڄام آهي. پاڻ کان هيٺي تي تہ هٿ ئي ڪين سجي، جيتوڻيڪ هيٺو مٿس اڳرائي ڪري ڪٿي ڏڪ جو وار بہ ڪري، تڏهن بہ هو اهو ڏڪ گسائي ويندو. مگر هيٺي کي ٻنهہ ڪين ماريندو. ساڳيءَ طرح زال ذات سان بہ

سينو ڪين ساهيندو. ڪڏهن ڪڏهن شهرن جي بازارين ۾، يا ريل گاڏين ۾ يا سئنيما گهرن ۾ شهرن جا اڏنگا واٽيا ڳيرو ڀهراڙيءَ جي جوڏن جوانن سان سامهون ٿي پوندا آهن ۽ بنهه ڪني زبان ڪم آڻيندا آهن، تڏهن به هو ويچارا سندن وت ست ڏسي ڪنڌ ورائي هليا ويندا آهن. سچ پچ ته اهو ڀلوانيءَ جو ڀريون ڳڻ اهي. اهي هلڪڙا شهري ڇوڪر سنگت ساٿ ڪي وڃي چوندا آهن ته ڀهراڙيءَ جي جٽ ڪي جو بازار ۾ دڙڪو ڏنم ته دهلجي ويو، يا ريل گاڏيءَ ۾ ويٺو هوس ته هڪڙو جٽ آيو، درئي ڪونه ڪوليو مانس ۽ ڇڙٻ ڏني مانس ته ڇرڪ کائي هليو ويو. يا ڪيل ۾ جاءِ ڪانه ٿي ملي، تنهن ڪري ڳولي هڪ ڀهراڙيءَ واري ڪي هاها ڪيم ته اٿي جاءِ ڏنائين. نه فقط شهري ڇوڪر، پر ٻين ملڪن جا ماڻهو جي پڻ سنڌ جي شهرن ۾ اچي رهاڪو ٿيندا آهن، اهي به ڀهراڙيءَ وارن تي پنهنجي ڇمت ڏيکاريندا آهن ۽ چوندا آهن ته سنڌي مسلمان موچڙي سان سڌو آهي. اسين پنجابي، پٺاڻ يا بنگالي سنڌيءَ ڪي دهمان ڀڏون ته ساه ئي سڪيو وڃيس. اهي سڀ ڳالهيون ڪٿي وسهجن پر ان جو مطلب اهو ٿيو ڇا ته سنڌي ڪانئر يا گيدي آهي؟ ۽ هن ۾ منهن ڏيڻ جو رت، ست اصل آهيئي ڪونه!.

سنڌيءَ ويچاري جي انهيءَ ڏٻ جو مثال اهڙيءَ طرح آهي، جهڙي نموني ۾ هڪ جهنگ را ٻلو ۽ هڪ شهري ٻلو. اهو ته سڀڪو ميڄيندو ته جهنگرار ٻلو شهري ٻلي کان سؤ گهمرا وڌيڪ سورهيه آهي. جهنگلي ٻلو ڇڻ ته شينهن جو ٻچو آهي. هن جي اڳتئون شهري ٻلا ته ڇا پر خود ماڻهوءَ يا ٻين جانورن سان به لڙائي ڪائيندو آهي. پر ان هوندي به ڏسڻ ۾ ايندو ته هر شهر جي اندر ڪڏهن به پير ڪين پائيندو آهي جڏهن هو ڏسندو آهي ته شهر مان ماڻهن جو هل پيو اچي، دهل دماما پيا ڪتجن ۽ موٽرن گاڏين جا توتار پيا وڄن ۽ انجڻين ۽ ريلن جا دونهان پيا نڪرن، تڏهن هن جي آزاد ۽ اڪيلي جهنگ ۾ ڦرڻ واري عادت ڪيس اهڙي گوڙ گبوڙ ۾ وڃڻ جي موڪل ئي ڪين ڏيندي.

هو شهر جي ڪک پن ڪان پيو ڪؤ ڪندو. ٻي پاسي ڏسبو ته شهري ٻلو جو رڳو هش هش تي ئي ميائو ميائو ڪري وڃي پيو، ماڻهن جي انبوه وچان سندن هٿن مان شيون کسي ڀڄي ويندو آهي. پر ان جو مطلب اهو مور ناهي ته ڪو شهري ٻلو وڏيڪ بهادر ٿي پيو. اهو ته آهي ڪنهن به ماڻهوءَ يا ساه واري تي آسپاس جو اثر. اها ته آهي هرفت ۽ هنر جو هميشه زور تي غالب پئجي ويندو آهي باقي بهادري ته بنه ٻي شيءِ آهي.

سنڌي ويچارو سياويڪ سکر ماڻهو آهي. ڦڏي مان ته ڇاٽي ڪين، سو چاهيندو آهي ته ڪنهن ڪميني سان ته شل پاسو ئي نه لڳي. هنجو سدائين اهو متو هوندو آهي ته گند گند سان ڪونه ڏوپندو. جيڪڏهن ڪتو تنگ ۾ چڪ پائيندو ته انجي بدلي وٺڻ لاءِ ڪتي کي تنگ ۾ چڪ ڪونه پائبو. ڪنهن ويڻ يا گار وات مان ڪڍي ته اها گار، گار سان ڪونه پاڙبي. ڪمينڻ جو ڪم آهي گاريون بڪڻ، پر جي ورنديءَ ۾ پاڻ به گار ڏني ته ڪميني ۽ اشراف جو سنڌو سيڃوئي ڪونه رهيو. سنڌي ويچاري ۾ سهڻ جي شڪتي گهٽي آهي. ڪنهن ڳالهه کي درگذر ڪرڻ سدائين سنڌس سڀاءَ ۾ سمايل آهي. هو چوندو آهي ته ڪير جهيڙا ڪري، پوليس ۽ ڪورٽن ۾ گهلجي پنهنجا ڪم ڪار سيڙائي، خراب خوار ٿئي، چار چڱا چار مٺا ٻڌن ته فلاڻي کي مار ملي يا گاريون مليون. ان ڪان ته هن کي اهو چڱو لڳندو آهي ته اشراف جي پڳ لٿي ته هيڏاهن هوڏانهن نهاري ڪٽي مٿي ۾ وجهي هليو وڃبو. پوليس ۽ ڪورٽن ۾ وري جيڪو نياءُ پيو ٿئي سو به ڪنهن ڪان ڳجهو ڪونهي. سنڌي ويچاري ۾ نه آهي اهڙي ڳالهائڻ جي چالاڪي، نه اچيس ڪوڙو بدوڙ يا ور وڪڙ سان ڳالهه ڪرڻ جي اٽڪل. مرڳو چور ڇتو وڃي ٻاڳيو قابو وارو ڪم ٿيڻ جي ڊپ ڪان مانڙي ڪري پٺ ورائي هليو ويندو آهي. شهري ماڻهو کي پٺاڻ هجي يا پنجابي يا بنگالي يا ڪٽي هندستاني هجي، آزمائش ڪري ڪڏهن سنڌيءَ سان هٿ اٽڪائي ميدان

تہ هوڪاري تہ سنڌيءَ جي پهلوانيءَ جو پتو پئجي ويندس. هڪ سنڌي جيڪڏهن کهاڙي کٽي پڙ ڪڍي بيٺو تہ سامهون ٽيندڙ جون گوڏيون يا ڪانچون، ڪتي بہ ڪونہ ڏئندا.

پري ڳالهہ ڪانهي، حرن جي هل چل ۾ بروهين پٺاڻن جون پلٽڻيون، جي سرڪاري سٽيا راشن ڪائي مڳ ٿيون هيون، تن کي جڏهن رڳو افواهي ڪڙڪ پوندي هئي تہ "حر آيا" تہ رائيفلن سوڌا زمين تي اونڌا ٿي ڪرندا هئا جو ساهہ ڪڻڻ جو آواز بہ ڪونہ سڻبو هو ۽ تيستائين زمين ۾ چڪ پيو هوندو هون، جيستائين ڪا پڪ ٿئي تہ آفت ٽري ويئي. ان ڪان پوءِ مسي مسي ڪنڌ مٿي ڪري ڪلمون پڙهندا هئا تہ نئين حياتي ملي. بلوچ قومن جي بهادري ڪنهن ڪان ڳجهي آهي؟ مهاڀاري لڙائيءَ ۾ بلوچن جي رجمينٽ سڀني ڪان اول نمبر بهادر هئي. سنڌ جا رڳو معمولي ڌاڙيل بہ سرڪار بهادر سان جنگ جوٽيو بيهو رهندا آهن. منهنجي لکڻ جو اهو مطلب ڪونهي تہ ڌاڙا، ڦريون ۽ لٽ مار ڪرڻ ئي بهادريءَ جو نالو آهي، پر ان ۾ تہ شڪ ڪونهي تہ اهي ڪم سواءِ سورهيائيءَ جي ٿي ڪين سگهندا. سنڌي ماڻهو فوج ۾ نہ گهڙندو آهي يا گهر ڇڏي سفر تي نہ ويندو آهي. سو نہ انهي ڪري تہ گيدي يا ڊڄڻون آهي پر سبب رڳو اهو آهي تہ هن کي پنهنجي ملڪ ۾ روزگار جام آهي ۽ رزق جي ڪابہ تنگي ڪانہ آهي. سنڌ جا ماڻهو اڪثر ڪري سکيا ستابا ۽ آسودا آهن جنهن ڪري ۴۰ – ۴۰ رپين جي نوڪريءَ جي ڪين گهرج ڪانہ آهي. ٻيون قومون جهڙوڪ پنجابي يا پٺاڻ، هر هڪ جاٽي ٿو تہ ڪو ملڪي يا فوجي جذبي ڪان ڪونہ ٿا فوج ۾ گهڙن، پر رڳو گذران جي خيال ڪان اهو ڪم ڏنڌي طور اختيار ڪيو اٿن. انهن جي بهادري يا سچائي بہ اهڙيائي هوندي.

ائين برابر آهي تہ هن وقت پنهنجي حڪومت آهي. جيڪڏهن سنڌي پهلوانن کي "جهاد جي تبليغ" ڪري، انهيءَ جذبي سان فوج ۾ ڀرتي ڪيو وڃي تہ مون کي انهيءَ ڳالهہ ۾ ايمان آهي تہ هڪ هڪ

سنڌي پهلوان جيڪر ٻين ملڪن جي گهٽ ۾ گهٽ ڏهن سپاهين جو ڪم ڏئي. ارمان آهي ته نه سنڌ جا ابا ڏا هن پاسي ڌيان ڏين ۽ نه حڪومت ٿي ڌ گهيءَ نظر ڪان ڪم وڏي سنڌين کي همٿائي.

## ڏيتي ليتي ۾ امانت

وري سنڌيءَ سپاجهڙي، جيڪڏهن ڪنهن کان ڪا اوڌر ڪنئي يا ڪنهن کي اوڌر ڏني ته اها اون ڪانه رهنديس ته منهنجي ڪٽت ڪا ٻڏي ويندي. اوير ڪي سوير، پر پئسا ڪوڏي ڪوڏيءَ تي حساب ڪري ڏنا ورتا ويندا. سنڌين ۾ ساک پت ايتري قدر ته آهي، جو ڪٽت مهل لکپڙهه ئي ڪانه ڪن. جيتوڻيڪ شرعي حڪمن موجب ائين جڳائي ڪين ٿو، پر ايمانداريءَ جي هير منجهن ايتري ته پئجي ويئي آهي جو ڪوبه ڪنهن ۾ بچڙو گمان ڪونه نيندو آهي. جيڪڏهن ڪو ڪٽي رسيد رڙيءَ جي ڳالهه ڪندو ته ڀهريائين ته خود اوڌر ڏيندڙ کي ٿي رسيد وٺڻ ۾ لڄ پيئي ٿيندي آهي ۽ اوڌر وٺندڙ کي چوندو آهي ته "ادا رسيد جي ڳالهه ڪري مونکي ڦڪو نه ڪر". رسيد آءُ ڏوئي ڪونه پيئندس، مرڳو مونکي سانڊڻ تانت پوندي. مون ته توسان وڙ ڪيو آهي. منهنجي ڪا تو ۾ لالچ ڪانه آهي، نه ڪو توکان وياج ٿو وٺان جو رسيد لکان، "چڱائيءَ جو بدلو برائي ڪونه ٿيندو آهي. منهنجي امانت اميد ته مونکي اوير سوير اچي موٽي ملندي. پر جي تون ڪائي وئين ته نيت تنهنجي. منهنجي نيت چڱي آهي تنهن ڪري منهنجا ڏوڪڙ ڏينهن قيامت جي به ڪونه ويندا" اوڌر وٺندڙ به وري چوندو ته "ادا بي وڙو آءُ به ڪين آهيان. تو جو مونسان ننگ ڪيو آهي ۽ ڏکيءَ مهل ڪم آيو آهين، سو خدا ڪندو ته تنهنجي پائي به ميري ڪانه ٿيندي. اکيون خدا مونکي به ڏنيون آهن. جن ٻن هٿن سان اڄ ڳالهائي توکان اوڌر وٺي ٿو وڃان، انهن ئي هٿن سان جيءُ جيءُ ڪري تنهنجي امانت با سلامت پهچائي ويندس. بس اها آهي هنن جي لکپڙهه ۽ اهي

آهن هنن جون رسيدون. سواءِ ڪن ٿورن مثالن جي، انهيءَ زبانيءَ ڏيتيءَ ليتيءَ ۾ ڪڏهن به ٻيائي ڪانه ٿيندي. ڏيندڙ کان وڌيڪ وٺندڙ اوڌر موٽائڻ لاءِ ماندو هوندو آهي ۽ ائين پيو چوندو آهي ته اڄ ٿي سگهي ته سڀان وچ نه وڃهان. ڀهراڙيءَ جا ماڻهو ڇا ڇاٽن بندين مان، ڇا دستاويزن مان! سنڌين جا ننڍا معاملا ته سڀ ساک پت تي نبرندا آهن.

سنڌ جا هندو وڃائت ۽ ڪراڙ به ماروئڙن وانگر ٺي وياج وٺن ۾ برک آهن ۽ پئسي تي ساهه چڏيندا آهن. پر ڏيتيءَ ليتيءَ ۾ اهي به سدا سچار آهن. حساب ڪتاب ۾ نه ڪنهن کي پائي ڇڏيندا ۽ نه ڪنهن جي ڪوڙي ڪائي ويندا. ڪنهن وٽن ڪا ڏراوت رکي ته ڪڏهن به ڪائي نه ويندا. ڏراوت رکندڙ مري ويو ته ان جو اولاد به پري ڏيندو. مسلمانن جي ويساه جي ته اها حد آهي جو هزارن جا هزار روپيا ۽ زر زيور ڪٽي اچي وڏن شهرن ۾ هندو يا مسلمان سيٺن وٽ بنا لکپڙهه جي رڳو ساک پت تي امانت ڇڏي ويندا آهن ڇو ته ڳوٺن ۾ روڪڙ يا زوير رکڻ البت جوکائتو ڪم آهي. سنڌي مسلمان ويچارا ته وياج وٺي مان اصل ڪين ڇاٽن ۽ نه ڪي جهالت سببا. بئنڪن سان ڏي وٺ ڪري ڇاٽن. تنهن ڪري هندو يا مسلمان شاهوڪارن وٽ پنهنجي سڄي موڙي امانت رکيو هليا وڃن. پر انهن جي دل کي لوڏوئي ڪونه اچي ته ڪو اسان جي پائي به ميري ٿيندي. سچ پچ ته جيڪڏهن ڀهراڙيءَ وارن جو اهو ويساهه آهي ته وري شهر وارا به اهڙائي ڪارپت وارا امين مڙس آهن.

هيٺيون مثال جيتوڻيڪ البت ڪل جهڙو آهي، پر آهي هڪ حقيقت. جيڪب آباد جي طرف بلوچ قوم تي به واٺين جو اهڙو ويساه هوندو هو جو اوڌر ڪٽنت مهل، انهن کان زر زيور به گرويءَ ۾ ڪين وٺندا هئا انهن کي چوندا هئا ته اسان کان هزار ڪٽي وڃيو يا پنج هزار اوڌر ڪٽو، زيور اوهان جا اسان کي گرويءَ ۾ نه کپن. اسان کي رڳو پنهنجي ڏاڙهيءَ جو هڪ وار گرويءَ ۾ ڏئي وڃو. بس ڏاڙهيءَ کان

وڏيڪ مڙس وٽ ٻي قيمتي شيءِ ڪانهي. پڙهندڙن کي پٽ ئي ڪانہ ايندي تہ ٻروچ پاڻ گذاري ويو تہ سندس پٽ پوٽا ۽ پڙپوٽا بہ پنهنجي وڏي جي ڏاڙهي جيستائين گرويءِ مان نہ ڇڏائيندا، تيستائين هن کي پنهنجو جيئڻ ئي وهم پيو لڳندو آهي. هرڪو دوست دشمن پيو منجهائن لاهيندو آهي ۽ چوندو اٿن تہ ڀهريائين پيءُ يا ڏاڏي جو قرض ڏيئي تہ ڪيس آجو ڪريو!.

سنڌيءَ وٽ ڪنهن امانت رکي تہ ڀلي سو سال بہ گذري وڃن، امانت کي هٿ بہ ڪين لائيندو ۽ موٽائڻ ۾ دم دير نہ ڪندو. سنڌي ويچارو چوند آهي تہ "ادا امانت جو بار آسمان بہ ڪٿي ڪين سگهندو. ۽ امانت کي زمين بہ ڪين ڳهندي آهي". خدا ڏاڍو آهي، امانت ۾ جيڪو خيانت ڪندو ان جا ٻئي جهان ڪارا آهن. اهو ماڻهو ماني مانيءَ تي رکي ڪين کائيندو جو ٻئي جي امانت هڙپ ڪندو. سنڌ جي ڀيٽ ۾ ٻين ملڪن جا ماڻهو بہ اسان کي سڄهن پيا جتي رک تيڙ تہ لهي ئي ڪونہ. شل نہ ڪو ڀلجي بہ ڪنهن وٽ سو پنجاهہ روپيہ يا ڪو ٿورو گهڻو سامان سڙو امانت طور ڇڏي وڃي. اميد اها آهي تہ موٽي گهرڻ تي ڪيس سڃاڻندا بہ ڪونہ، تہ ڪهڙي ڪنڌ جو آهي. البت پنج ئي آڱريون برابر ڪين آهن. سڀئي ماڻهو هڪ جهڙا ڪونہ آهن. ٻين ملڪن بہ گهڻائي شريف انسان پيا آهن ۽ ڪک هيٺان لک لڪو پيو آهي. پر آزمودي مان ڏسڻ ۾ اچي ٿو تہ عام طرح ماڻهو اهڙائي خيانتي ڏسبا. ان جي مقابلي ۾ سنڌ ملڪ جا ماڻهو وري ٿورا ڪي نڳ هوندا باقي سڀ سچار ۽ امين مڙس نظر ايندا.

## غيرت

سنڌ جي وڏن شهرن کي تہ ڇڏيو، پر ننڍن ننڍن شهرن کي بہ گهڻن غير سنڌين اچي وسايو آهي ۽ اهڙا هزارين ڪٽنب آهن جن جو گذران رڳو (ڪسب) يعني ڪني پيشي تي آهي. هندستاني جاگري جي

ياڻ کي ماڙيچا سڏائيندا آهن، مڇليون، ڪبوتريون، ڪولهٽيون، ٻيلٽيون، مينگهواڙيون، لوڏٽيون، گوئل ۽ ٻيون گهڻ ذات قومون بدڪاريءَ کي پنهنجو ڌنڌو ڪري چڪيون آهن. مسلمانن ۾ وري گهڻو ڪري پنجاب ۽ ٻين علائقن جون ڪي گهڻ ذات قومون سڄي سنڌ جي چڪلن ۾ پکڙيون پيون آهن. انهن جا مرد خانصاحب جوائين ۽ مائرون، بيگمون بڻيون وينيون اهن ۽ (زنا) جا اڏا وسايو قوم جي نوجوانن کي ڦاسايو انهن جا لڄڻ بگيڙيون وينيون آهن. هندستان جي ورهاڱي کان پوءِ ڪيترائي نوان نوان ماڻهو هندستان جي جدا جدا هنڌن تان سنڌ ۾ آيا آهن، جن اشرافن جي پاڙن ۾ رهي ڏاڍي خرابي پيدا ڪئي آهي. ٻڌائيندو ڪو انسان ته ڪا نج سنڌي عورت به ڪنهن چڪلي ۾ ويٺل ڏسڻ ۾ اچي ٿي. ڪجهه ورهيه اڳي ڪي ڪمالديري جون مهاٽيون يا قنبر جون شڪارٽيون بد پيشي ڀڏيرن هيون. مگر اهي به مري ناس ٿي چڪيون آهن. هينئر ته غير سنڌين ئي اچي زناڪاريءَ کي زور وٺايو آهي.

ڪراچيءَ جي شهر ۾ ڪيترا اهڙا بي غيرت آهن، جي وڏا طرا ڪريو ۽ ميچون وٽيو پاڻ کي خانصاحب سڏائيندا وتن ۽ ڪوڙ ڪري ڪيترن شريف خاندانن جا نالا بدنام ڪندا ٿا وتن بي غيرتيءَ جا اها حد آهي جو سندن زالون گهر مان چادريون پائي شام جو نڪرن ۽ صبح جو اچي ڏهه يا پندرهن روپيا روڪڙا بنهنجي بي غيرت مرد کي به هٿ جي ترئءَ تي رکن ۽ چونس ته "وٺ ميان تون به وڃي موج ڪر". اهي حقيقتون پيش ڪندي منهنجي دل جلي ٿي ۽ اکين مان رت جا ڳوڙها ٿا ڳڙن، پر لاچار مان انهن ڳالهين کي لڪائي نه ٿو سگهان جن کي انهن بي غيرتن محفل بڻائي ڇڏيو آهي.

هن ڳالهه ۾ به سنڌي ويچارو ڪهڙو نه غيرتمند آهي. بک پيو سرندو، رات ڏينهن پورهئي ۾ پيو ڳرندو ۽ جهرندو مگر چوندو ائين ته "ٻچڙ بک برم جي شان ۾ وڃي شان". انگ اگهاڙو پيٽ بکيو، ٻچڙ جي

ڇانو ڪريو وينڙو هوندو. مگر ٻين جون ست رڄيون ڏسي، ريشم ۾ محلون پسي، ماڙيون ۾ محل نهاري، هن جي دل هرگز ڪين هرڪندي. هن جي دل اهڙين سڌن کان بلڪل بي نياز هوندي آهي. هن لاءِ پنهنجي سادي سودي پر سيل واري زال ۾ اڌ اگهاڙا ٻچڙائي سڄي ڪائنات هوندا آهن. مجال آهي ڪنهن کي جو هنجي ٻچن ڏي ڪو ٻيڙي اک کڻي نهاري يا بري نيت سان هنجو لوڙهو لتاڙي! ته هڪ ئي ڪهاڙيءَ سان آنڊا ڪيڍي ڪتن کي کارائندس. سنڌين جون زالون وري ويچاريون کهڙيون نه سهڻن لڇڻن واريون آهن!.

رات ڏينهن رونبا ڪنديون، لابارا وجهنديون، گڏون ڪيڻنديون، ڪاتيون ڦوڙينديون، پنهنجي ور سان ڪلهو ڪلهي ۾ ڏيئي ڏکن جو پورهيو ڪنديون پر ڪڏهن به پرايون ماڙيون ڏسي پنهنجو پنگو ڪين ڊاهينديون. ٻين جون ست رڄيون ڏسي، پنهنجي لسي ماني ڪين لڄائينديون. ٻين جا اطلس ۾ ريشم ڏسي پنهنجون چنيون ۾ گج ڪونه ڪوارينديون. بادشاهن جون بادشاهيون به سندن نگاهن ۾ ٽڄ سمان آهن. سهڻي شاه لطيف ڀٽائي گهوٽ نه رڳو هڪ سنڌي عورت مارئي جي ستر ۾ سيل ست کي ڳايو آهي، پر اهڙيون ماريون ته سنڌ جي گهر گهر ۾ هينئر به موجود آهن. خدا کي ڄاڻ آهي ته انهن سنڌين ساري عمر ڏک ڏوجهڙا ڪاٽي پنهنجي سونهن ۾ سوڀيائي وڃائي ڇڏي آهي. ڪيترن ئي اميرن ۾ حاڪمن، حيلا هلايا هوندا پر انهن ڏي اک کڻي به ڪين ڏٺو هونداٺون ته کهڙيءَ لوڌ جا ڪتا آهن. جهنگ جون جهانگياڻيون ويچاريون، لانڍين ۾ لاڏ ڪندڙ، ڇا ڇاڻن ماڙين ۾ محلن مان! اتي ته سندن ساهه به سوڙهه ٿيو پوي. اتفاقي ڪمن سان شهر ۾ اچن ته شهر جا هٽ بازاريون، گليون ڪوچا ڪين ڪائڻ پيا ايندا آهن. الله تعاليٰ سنڌياڻين کي کهڙي نه ستر جي ذات ڏني آهي! سچ پچ ته دنيا جو ڪوبه ملڪ لڄ ۾ حيا ۾ هنن جو مٽ ٿي نه ٿو سگهي.

شهرن جون سنڌي زالون ٻڻ پري ته نهيو، رڳو هڪ گهر کان

بئي گهر تائين به بنا پردي ڪين وڃن. سنڌي ماڻهو پنهنجي معصوم نياڻيءَ کي به ٻاهر گهٽيءَ ۾ ضروري حاجت لاءِ وڃڻ نه ڏيندا آهن. پر غير سنڌي جيڪي ڪجهه پڌري پٽ ڪري رهيا آهن انجي اپٽار ڪرڻ کان حيا منع ٿو ڪري. وڏيون وڏيون جويون به گهٽيءَ جي ڪنهن ڪنڊ پاسي ۾ ويهي ڪم لاهيو وڃن. بازارين ۾ گهمڻ جون ته بنهه شوقين آهن. هٿ جو ڪم ته سندن ڪنيئي ڪونه جيڏيءَ مهل ڏسو اوڏيءَ مهل وتن گهٽيون ماپينديون. گهٽيون ته پيرا اگهاڙا ڪري هلڻ ۾ به عار ڪونه رکن. پنهنجي ورن جي لڄ جيڪا سنڌي زالون رکن ٿيون يا سندن ميجتا ۾ رهن ٿيون، تنهن جو مثال دنيا اندر ملڻ ئي ناممڪن ناهي ته محال ضرور آهي. پنهنجي مردن جون ته سدائين ٻانهيون ۽ گوليون چوائيندي فخر ڪنديون آهن. پنهنجي سڄي عمر پنهنجي خاوند لاءِ وقف سمجهنديون آهن ۽ خدا کان دعا گهرنديون آهن ته شال ورن جي هٿن ۾ سرهيون ٿيون جي ڪلهي ڪانڌي تي لتون ڏيئي پوري اچئون. مڙس جي حياتيءَ ۾ مرڻ کي سهاڳ سمجهنديون آهن. مڙس خوش هوندن ته پاڻ به خوش، جي مڙس اگهو ته پاڻ به اگهيون ۽ ڏکويل، مرد جي پائي پائيءَ تي پهرو ڏين ۽ سندس ننهن کان وٺي چوٽيءَ تائين خير خواهي ڪنديون. پاڻ ساديون سوديون رهن پر پنهنجن مردن کي سينگارينديون رهنديون آهن. سندن خوشي رڳو ور جي راضپي ۾ هوندي آهي. مرد ويچاري کي ته سڌ به ڪانه هوندي آهي ته زال گهر ڪيئن ٻيئي هلائي. سنڌين جون سگهڙ زالون به گهر جو سمورو ڪم هاڃ پورو رکيو اچن ور پورهئي تان موٽيو ته هنجي ماني تکي ناهي جوڙي تيار رکيو وينيون اون ۽ اوسيڙو ڪيديون جيستائين مڙس نه اچي ڪائيندو تيستائين ڪين گرهه به ڪين اڪلندو، جي مڙس ٿڪل هوندو ته هنکي چار زور ڏينديون ۽ ننڊ ڪرائي پوءِ پاڻ سمهنديون مطلب ته سچيون پچيون گهر ڏياٽيون جن کي چئجي سي سنڌي عورتون ئي آهن. سنڌي ڇوڪرين جا مائٽ به پنهنجي نياڻين کي

نندي لاڪر اهائي لولي ڏيندا ته بابا ڌيرون ڪا پيڙهي ڪونه آهن. اهي وسائينديون آهن پراوا گهر، پياري ڌيءَ جڏهن ساهري گهر وڃين ته پيڪا وساري ڦٽا ڪج. ائين سمجهجانءِ ته جڻ اسان وٽ ڄائي ڪانه هئينءَ. سس ۽ سهري کي ابو امان سمجهجهانءِ نٽانن سان نمي گذارج. مڙس تنهنجو ڇٽ آهي تنهنجي خدمت چاڪري ڪج ۽ ڇئي وان تي رهج مڙس جو رنج ڪنيئي ته خدا رسول کي ناراض ڪيئي. پوڙ چوي ته جيءَ ڇئجانس. پنهنجي لاءِ ساهراڻو گهر دوزخ بنائيندينءَ ته به تون، جي بهشت بنائينديءَ ته به تون، ستي سلڇڻي ٿي رهج جيئن اوڙي پاڙي جون زالون توکي ڇتيهه لکڻي سڏين. ڏسج متان پاڙي جا ماڻهو تنهنجي گلا ڪن، پاڙو به ابو امان آهي. سڀ ڪنهن سان مٺي زبان سان ڳالهائج جيڪڏهن تو پنهنجا لڇڻ وڃايا ته اسان مان تنهنجو ڪوبه تلاهي ڪونه ٿيندو. ساهه الله سائينءَ جو اٿئي باقي هڏ ماس ۽ رت تنهنجي مرد جو آهي، وٽيس ته ڪهي ڇڏئي. ڏسج متان پنهنجي ڇٽيندن کي لڄائين ۽ ماءُ پيءُ جو ننگ ناموس وڃائين. سادي ٿي گذارج جو سادگيءَ کان مٿي زال جو ڪوبه زيور ڪونه آهي. اها آهي مختصر تعليم جا سنڌي ماءُ پيءُ پنهنجي نياڻيءَ کي شاديءَ کان اڳ ۾ ڏيندا رهندا آهن. شاديءَ کان پوءِ ته رڳو پنهنجي نياڻيءَ جي در تي وڃي مهمان ٿيڻ کي به مهڻو سمجهندا آهن. ڌيءَ کي سدائين پنهنجي حال سارو پيار ڏيندا آهن ۽ هنڪان ڪجهه به وٺڻ کي نڪ جي مر سمجهندا آهن. سنڌي ماڻهن جي غيرت ۽ حيا هن مان ئي چمڪندڙ چنڊ رانگر سهائو آهي. اهڙا مثال ٻي هنڌ ملڻ محال آهي.

ٻئي پاسي وري پڇو انهن کان جنڪي ٻاگ ٻلائي ڪنهن غير سنڌي عورت سان وڃي نڪاح ڪرايو هنجي نڪاح جي عين ٽاڻي تي اول سندس مائٽ روڪڙ ۽ ملڪيت جو دستاويز آڏي گهوٽ اڳيان رکندا ته صحيح ڪر! هو ويچارو لوڪ لڄا کان لاچار ڪٽي صحيح ڪندو مائي ڀتاري کي مائٽن کان ئي سبق مليل هوندو ته پهريائين ته موچڙو ڪڻ

سس ۽ سهري تي. پوءِ پادر الارج مڙس ڪي. ڏسج مڙي آهين! پاڻ پلي تہ پير اگهاڙا ڪري، ماءُ پيءُ پلي پيا عذاب سهنس پر ڏسج جيئن سموري ڪمائي تنهنجي اڳيان آڻي رکي. چوڙ ماڻ ۾ پوئتي نہ هٽجانءِ، مڙس قرضي ٿي وڃي تہ سندس مرضي! ڏسج متان مائٽ وساري ڇڏين. اسان توکي تاتيو نپايو آهي ۽ ڏک سور پٽيا آهن. اسان جو بہ توتي حق آهي تنهن ڪري اسان جي بہ سار سنڀال لهندي رهج. جيڪڏهن ڏسين تہ مڙس ان ڳالهہ ۾ ارهو ٿو ٿئي تہ گهر ئي دوزخ ڪري ڏجانس. پاڙي اوڙي جي ڪنهن ذائڻ جي ڪاڻ نہ ڪيج. اها ڇائي ڪانهي جا اڇي توکي واعظ ڪري. سڀ ڪنهن کي موچڙو سامهون ڪج. اهي تہ ملندس شاديءَ کان اڳ جون هدايتون. شاديءَ کان پوءِ روز جو جهيڙو ۽ رسامون، مائٽن ۾ هليو وڃڻ ۽ گاريون گند ڪيڻ، ڪڏهن ڪڏهن تہ مڙس ڪي انهيءَ منزل تي پهچائيندا آهن جو ڪيس نيٺ سول ڪورٽ ۾ جوابدار ٿي اچڻو پوندو آهي. جتي زال ڪليو ڪلايو هلي چوندي تہ مڙس ماري ٿو تنهن ڪري وٽس ڪين وهنديس مونکي دستاويز موجب حق مهر جي هيتري ملڪيت ملڻ گهرجي.

سنڌ ۾ جيڪي بہ رهيا آهن، تن کي چڱيءَ طرح خبر آهي ۽ ڪورٽن جا دفتر هن ڳالهہ جا شاهد آهن تہ سنڌي مسلمانن ۾ اڪثر خونريزي فقط غيرتمنديءَ جي ڪري ئي ٿيندي آهي. هڪڙو غيرتمند سنڌي پنهنجو سڄو ڪٽنب ختم ڪري ڇڏيندو ۽ پاڻ گهري وڃي ڦاسي وٺندو پر پنهنجي گهر ۾ غير جو پير سهي ڪين سگهندو. بلوچ قومن ۾ تہ ان ڪري ڪارن ۽ ڪاريءَ جو مسئلو پيدا ٿيل آهي، جو دنيا جي ٻئي ڪنهن بہ ملڪ يا قوم ۾ نہ هوندو. غيرت منديءَ جي ڪري جيڪڏهن هن پنهنجي زال، ڌيءَ يا ڀنهن کي قتل ڪري ڇڏيو ۽ ان سان گڏ زانيءَ جو بہ بدڪاريءَ جي حالت ۾ سر قلم ڪري ڇڏيو تہ هن کي ڦاسي معاف آهي. رڳو ڪيس هلڪي جيل جي سزا ايندي آهي. ان ڪري هو زاني ۽ زانيہ جنهن کي ڪارو ۽ ڪاري چوندا آهن تن ٻنهي کي قتل

ڪري سڏو سنئون اچي پوليس ۾ رپورٽ ڪندو آهي ۽ پاڻ کي سرڪار جي حوالي ڪندو آهي. ڪارو ۽ ڪاري ثابت ڪرڻ تي ڪيس جيل جي سزا ڏيڻ ۾ ايندي آهي. خداوند ڪريم کي سوال آهي ته سنڌين کي هدايت به بخشي ۽ غيرتمنديءَ ۾ وڌيڪ محڪم به رکي.

## دينداري

سنڌ جي شهرن خواه ٻهراڙين ۾ مونکي اهڙو گهر ڪونه ٿو سجهي جو انهن ۾ گهٽ ۾ گهٽ هڪ ويلو يا ٻه ويلا خدا ڪرڻ جو لولو ڪنهن نه ڪنهن مسڪين کي نه ڏيندو هجي! ٻهراڙيءَ ۾ ته ڪوبه سرندو ماڻهو زميندار يا رئيس جيڪڏهن ڪو ڪٿي نئون ڳوٺ ٻڌائيندو ته پنهنجي گهر جي بنهه وجهڻ کان اڳ ڳوٺ لاءِ مسجد جي بنيادي سر رکندو. اهڙيءَ طرح ڳوٺ ۾ ڪٿي فقط پنج يا اٺ گهر هوندا ته به ننڍي يا وڏي مسجد ضرور موجود هوندي. نماز جي پابندي جيڪا اڄ مسلمانن ۾ آهي، اها ڪنهن کان به ڳجهي ڪانه آهي، پر تڏهن به ڪي نه ڪي چار چڱا ماڻهو هوندا جي مسجد سڳوريءَ ۾ ڪو مٽ، ڪونرو ۽ تڏو وجهيو آباد ڪيو وينا هوندا ۽ پنج وقتي ٻانگ صلوات قائم ڪيو وينا هوندا. جيڪڏهن اتفاق سان ڪٿي ڪو منجهن پڙهيل نه هوندو ته پوءِ ڪونه ڪو ملون، ڪجهه روڪڙ، ڪجهه لولا ۽ ڪجهه پهت تي آڻي ڳوٺ ۾ وهاريندا. جتي هنڪي رهڻ لاءِ جاءِ به ڏيندا ۽ سنڊس ڪتنب جو به سڄو بار پاڻ تي رکندا. اهڙيءَ طرح چئن ٻارن جي قرآن شريف پڙهائڻ جو سلو به تي پوندن.

خدا جي نانو جا ته سنڌي سڳورا ڪنل آهن. گهر ۾ ڪابه بيماري سيماري ٿي ته دوا کان وڌيڪ دعا ۾ اعتقاد رکندا. تهر رڌي خيرات ڪندا، ڦندر يا ٻڪري کهي قربان ڪندا. شربت ٺاهي معصومن کي پياريندا ۽ انهن جا مٺا مڪيندا. لک صلواتن جو ڪيائيندا ۽ صندوقون پڙهائيندا. اهو سڀ ڪندا، پر ان سان گڏ ويڄ به وٺي ايندا ۽

ڦڪي ستي ۽ ڏب دارون به ڪندا، جيڪڏهن ڳوٺ ۾ ڪنهن وچڙندڙ بيماريءَ منهن ڪڍيو ته مٿا اگهاڙا ڪري خير نمازون پڙهندا، روزا رکندا، ڳوٺ کي ڪڙو ڏياريندا، خير خيرات ڪندا ۽ پنهنجي پالڻهار رب ستار کي ستائيندا ته ستر ڪر ستار، شال نه عيب اگهاڙئين. رب تون، ستار تون، آئي بلا ٽار تون، ڏک جي ٽاڻي تي خدا سيڪنهن کي ياد پوندو آهي، پر سک ۾ ته هيڪاري سنڌي ويچارو پنهنجي مالڪ کي وڌيڪ ياد ڪندو آحي، عاقبت جو خير گهرندو آهي ۽ سقيمن جي سار لهندو آهي، ڪابه عيد برات ٿي ته پاڻ پوءِ کائيندو پر اول خدا جي نالي ڏيندو. ڪوبه مندائتو ميوو نڪتو ته پهريون دفعو گهر ۾ آندائين ته ان مان چڱو حصو اول نام خدا ڏيندو ۽ پوءِ پاڻ کائيندو. عيد عيد تي جيئن پنهنجي ٻچن لاءِ نوان ڪپڙا سبائيندو تيئن هڪ وڳو وٽ سارو خيرات جو به سبائي ڪنهن اگهاڙي کي ڍڪائيندو. تيستائين پاڻ ڪپڙا ڪين پائيندا، جيستائين غريب کي نه پهرائيندا.

خوشيءَ جي وقت پنهنجي خدا کي ته ياد ڪندا آهن پر پنهنجي مري ويلن کي به ڪين وساريندا آهن. سندس مقام ڪٿي به چار ميل پنڌ جا پري هجي، ته عيد نماز پڙهي، پهريائين پنهنجي مائٽن جي بنيءَ تي وڃي چار قل پڙهي ختمون درود بخشيندا ۽ پنهنجي نفس کي نرم ڪندا آهن ۽ جيڪو غريب غربو واٽ تي گڏجين ان کي خير خيرات ڏيندا آهن. سال ۾ هڪ ٻيرو نبي ڪريم صلي الله عليه وسلم جي عرس، پيران پير رحمت الله عليه جي يارهين ۽ شهيد ڪربلا جي عاشوري تي پري پري خيراتون ڪندا آهن ۽ صدقا ڪيندا آهن. اهڙا ڪي نامراد سنڌي ٿورا هوندا، جي وسيعتمند هجن ۽ زڪوات ڪان پنيرا هجن. سنڌي ويچارن جو ايمان آهي ته جيڪو مسلمان زڪوات جو پورو حساب ڪري خدا جو فرض ادا ڪندو، سو ٻئي سال ضرور پهرئين سال ڪان وڌيڪ زڪوات ڪيندو. جنهن جي مراد اها ٿي ته هنجي ملڪيت ٻئي سال ضرور وڌندي. سنڌي ويچارو زڪاوت کي مال

جي مر سمجهندو آهي، ان ڪري ساري سنڀالي ڪيندو آهي. هنجو عقيدو آهي تہ جيڪو خدا جو قرض نہ ڏيندو انجي مال ۾ برڪت ڪانہ پوندي ۽ زڪوات ڪان گهٽو گهاٽو پوندس.

حج جا تہ سنڌي ويچارا ڪوڏيا آهن. گهٽا تہ شرعي حڪمن جي حد اورانگهي، قرض ڪٽي بہ وڃي حج ادا ڪري ايندا آهن. پر جيڪڏهن هنر وارا ٿيا ۽ متن حج فرض ٿي چڪو تہ پوءِ سندن پير تپي ايندا ۽ دل ۾ آنڌ مانڌ هوندن تہ حج ادا ڪريون متان مري نہ وڃون ۽ فرض رهجي وڃي. حج تي بہ وت آهر خير خيرات ضرور ڪندا آهن ۽ زيارتون ڪري پو ماڳ موٽندا آهن. ڪيترا سڪيا سنڌي تہ وري پنهنجي پئسي سان ڪن غريب نيڪ مسلمانن کي حج ڪرائيندا آهن. جي ويچارا غريبيءَ ڪري حج ادا ڪري نہ سگهندا آهن ۽ سدائين سڪايل هوندا آهن. پنهنجي غريب نوڪر چاڪر مٽ مائٽ يا پاڙيسريءَ سان اهڙو وڙ ڪرڻ باقبائل حج جو طريقہ ادا ڪرڻ جا سنڌي سماجهڙا ڏاڍا شائق آهن. اڪين ڏٺو مشاهدو آهي تہ حج جي موقعي تي ٻين ملڪن جا حاجي جڏهن ڪعبت الله ۾ پيل بيمار حاجين ڏي رڳو اک کڻي نهاريندا بہ نہ آهن، تڏهن بہ ويچارا سنڌي حاجي هنن کي زور ڏيندا، پاڻي پياريندا ۽ خدمت ڪندا نظر ايندا آهن.

روزي ۾ بہ ٻين کان سنڌي ماڻهو پوئتي ڪين پوندا آهن. شهري ماڻهو تہ زالين مڙسين، ٻارين ٻچين، تاڪيد سان روزو رکندا آهن. باقي ٻهراڙين ۾ ڪي هاري ماڻهو سخت پورهئي سبب نہ بہ رکندا آهن. ان هوندي بہ مون ڪيترن ويچارن کي ڏٺو آهي تہ هر ڪو ڏر ۽ ڏلهي جهڙو سخت پورهيو ۽ نتهاڻ اس ۾ بہ گهٽائي پورهيت آهن جي روزي ڪان ڪين نٽائين. سنڌيءَ کي الله تعاليٰ چڱو ايمان ڏنو آهي. ويهين ويسوين روزي ڪان منهن ڪونہ موڙيندا آهن. ٿوري گهٽي سڪالائيءَ ۾ بہ روزي کي رکيو ايندا آهن. رمضان شريف جو سڄو مهينو، روزي کولائڻ لاءِ جهارا، ميوو، ۽ ماني ٻوڙ، مسافرن ۽ روزائتن لاءِ مسجدين ۾

موڪليندا آهن. پنهنجي پنهنجي پاڙن وارين مسجدين ۾ حافظ سڳورا بهاري تراويح نماز ۾ قرآن پاڪ جي قرآت پڙهندا آهن ۽ ختمي جون مجلسون ڏاڍ ڌوم سان ملهائيندا آهن. ٻين ڇگن ڏينهن جهڙوڪ عيد ميلاد ۽ عيد معراج النبيءَ تي عالم سڳورا گهرائي وعظ ڪرائڻ جا ته سنڌي خاص طرح شوقين آهن. انهن وعظن جي مجلسن ۾ مولود خواني به ڪرائي ويندي آهي ۽ پري پري جا مولودي گهرائي سڄيون سڄيون راتيون رسول اڪرم صلي الله عليه وسلم جن جي صفت مبارڪ ۽ ثنا پڙهي روح کي فيض رسائيندا آهن.

سڄي دنيا ڄاڻي ٿي ته سنڌ جو سونهارو ملڪ اصل کان دارالاسلام آهي. دين محمدي سنڌ جي دروازي کان ئي هندستان جي ڪفرستان ۾ داخل ٿيو. اهو فخر اسان جي سنڌ سونهاريءَ کي ئي حاصل آهي. هيءُ ملڪ ان ڪري وڏن وڏن بزرگن، عالمن، اوليائن ۽ صوفين سڳورن جو ملڪ سڏيو ويندو آهي. هتي علم ۽ عرفان جا دريا جاري هئا. عرب، عجم ۽ ٻين ملڪن جا ماڻهو ڪٿان ڪٿان ڪهي اچي هتي فيض وٺندا هوا. گهر گهر ۾ ديند اريءَ جو دؤر دؤرو هو. اسلام کان اڳي سنڌ تي برهمڻن جو راڄ هو ۽ سڄو ملڪ هندن جو مرڪز هو. مگر اسلام جي آئي ۽ سنڌ جي بزرگن جي اٿاه برڪت سان پنجهتري صدي سنڌ جا رهاڪو اسلام جي دائري ۾ داخل ٿي ويا. هتي جي صوفين بزرگن اهي اهي دين پاڪ جون خدمتون ڪيون جنهن جو مثال آسمان جي هيٺان ٻيو ڪٿي به ملي نه ٿو سگهي. سنڌي ويچارا سادا سودا پنهنجي دين پاڪ تي اهڙا ته پختا آهن جو ڪيترائي ڪرستانن، آرين ۽ قاديانين جا حملا مٿن وقت بوقت ٿيندا رهيا آهن، مگر اهڙو ڪوبه مثال ڪونه ملندو جو ڪنهن هڪڙي کي به مرتد ڪري سگهيا هجن! مذهب سان ڪنهن مذاق ڪئي ته هن جو سر سلامت نه رهيو هوندو.

اڄ به پاڪستان جي اسلامي سلطنت جو شرف سنڌ سونهاريءَ

ڪي ٿي الله تعاليٰ بخشيو آهي ۽ اميد آهي ته جيڪڏهن نو وارد غير سنڌين پنهنجا اعمال درست رکيا ۽ سچا سنڌي ٿي رهيا ته سنڌ جھڙي ديناري ڪٿي به ڪانه ملندي.

## سرڪار سان وفاداري

ديناري ته ٿي پنهنجي مالڪ سان وفاداري، پر پنهنجي دنيوي حاڪم سان سچائي رکڻ به ڪو سنڌين ڪان سکي. جنگ توڙي صلح جي وقت ۾ جڏهن جڏهن به سرڪار کي چندن چيزن جو ڪپ پيو هوندو ته سنڌي ويچارن وڏي دل ڪري، پنهنجي رت آهر حڪومت جي واهر ڪئي هوندي. وارفند، وارلون، سيونگ سرٽيفڪيٽ، مطلب ته جيڪا به سرڪار يا ان جي ڪامورن وٽان گهر ٿيندي آهي انجي ترت پوئواري ڪرڻ کي سنڌي ويچارو سرڪار سان وفاداريءَ جو پهريون شرط سمجهندو آهي. ڪڏهن ڪڏهن سرڪار بهادر جا فرمان ڪين ڏاڍو ڏکيا به لڳندا آهن، مگر ڪنهن به قيمت تي سول نافرماني ڪرڻ يا ملڪ ۾ ڏقير ڦهلائي غداري ڪرڻ ۽ حڪومت جي راهه ۾ روڙا اٽڪائڻ سنڌي ماڻهوءَ جو هرگز شان ڪين آهي. گهٽائي وقت آيا هوندا جڏهن ڌاڙيلن ملڪ ۾ باهه ٻاري ڏني هوندي ۽ عام رعيت جي ننڊ ڦٽائي هوندي. اهڙيون حالتون به ٿيون هونديون جڏهن سرڪار عملي لاءِ حالتن کي منهن ڏيڻ مشڪل بلڪ ناممڪن ٿي پيو هوندو. اهڙن وقتن تي به سنڌين سرڪار سان ساٿ ڏيئي پنهنجون جانيون ۽ پنهنجو مال جوکي ۾ وجهي وجي ڌاڙيلن سان منهن ڏنو هوندو. ۽ سرڪار بهادر جي اڳيان اهڙن رهزنن جا مددگار پڪڙي اچي پيش ڪيا هوندائون.

سنڌو درياءَ جي ڪلورن جي ڪنهن کي خبر نه آهي. بند ڀڄي پون، ٻوڏون راڳا ڪن، غريب دربدر ٿي وڃن ته به سنڌي ويچارا سرڪاري سڏ اونائي رت ولوڙي پيت ڪن ۽ ڏينهن رات هڪ ڪري پنهنجو ڪائي، ڇيڙون وٺي اچي سرڪار سان ٻانهن ٻيلي ٿين. جيسين

ملڪ تان ڏرت ۽ ڏولائو نہ لهي تيسين زالن کي بہ منهن ڪين ڏيکاريندا آهن. ڏڪار جي ٽائي ٻين ملڪن جي ماڻهن وانگر ٻاڙيسرين کي ٻک ۾ پاه ٿيندو ڏسي پنهنجا ٻاندا بند ڪري ڪين ويهي رهن. پاڻ سڌيءَ طرح بہ دل کولي ڏتڙيلن جي مدد ڪن ۽ سرڪار کي بہ اَن ڪيڏي آٽي ڏين تہ ملڪ جي ٻين ڏڪار وارين ايراضين ۾ موڪلي ڏئي. ان ڪري سنڌين کي گهڻو ڪجهہ سهڻو پوندو آهي، پر پنهنجي مٽي تي وسائين پر ونڊي کائين. هينئر تازو پاڪستان جي ٻين پرڳڻن ۾ اناج جي کوٽ سبب سرڪار سنڌي زميندارن جي اَن جو سڄو اسٽاڪ انهن کان کسي ورتو آهي ۽ ٻين پاسن ڏانهن موڪلي ڏنو آهي. ان جو نتيجو اهو ٿيو آهي، جو سنڌ ۾ ڏڪر ڏيکائي ڏني آهي ۽ سنڌي ويچارن کي ڏاڍا ڏکيا ڏينهن ڏسڻا پيا آهن. ان هوندي بہ هو ويچارا اُف بہ ڪانہ ٿا ڪن پر سرڪار سان هر حال ۾ حاضر بيٺا آهن.

غير سنڌي واپاري پنهنجا گدام اناج سان ڀريو ويٺا آهن ۽ هو بليڪ مارڪيٽ هڪ پاسي پيا ڪن تہ پرمٽون وٺيو وڏن اگهن تي اَن ٻاهر ٻئي پاسي پيا موڪلين. سرڪار بهادر بہ ان کي هٿ هٿ تي رکي ويٺي ڏسي. سچ آهي تہ سنڌين جي ڪتي جو بہ اهو وڙ ڪين آهي. سرڪار ۽ ملڪ سان وفاداري سندن اصل کان عادت آهي.

سرڪار تہ پنهنجي جاءِ تي رهي، پر رڳو ملڪ جي ليڊرن جي ميڄتا بہ جيڪا اسان جي سنڌ ۽ سنڌين ۾ آهي اها ڪتي بہ ڪانہ ليندي. ليڊرن تي پورو پورو ويساهہ رکڻ، انهن جي فيصلن سان پاڻ کي ٻڌل رکڻ، هنن سان مرڻ، هنن سان جيئڻ هر هڪ سنڌيءَ جو مرڪ آهي. ان ۾ شڪ ڪونهي تہ هر ڪنهن ملڪ جي ليڊرن ۾ وڏون برابر ٿين ٿيون ۽ ان ڪري ضرور مٿن نڪتہ چيني بہ ٿيندي رهندي آهي، مگر هنن جي فيصلن کان منهن موڙڻ ۽ ملڪ ۾ ٻکيڙو وجهڻ کي سنڌي سڀُورا ڪفر سمجهندا آهن.

# پِن

يورپ ۾ ڪن ٻين شاهوڪار ملڪن ڪانسواءِ پِن جتي ڪٿي زور آهي. اسلامي ملڪن جهڙوڪ مصر، افغانستان، ايران ۽ عربستان ۾ پِن بلڪل گهٽ آهي. ساڳيءَ طرح پاڪستان جي پڻ هر هڪ پرڳڻي ۾ جيئن ته پنجاب، سرحدي علائقي ۽ بنگال ۾ پڻ پِينو تمام گهٽا آهن. هڪڙا ٻڪ ڪان ۽ بيروزگاريءَ سبب پِنن تا ۽ ٻين ته پِنڻ کي پنهنجو ڌنڌو ڪري ورتو آهي. مٿي اشارو ڪيل سڀني ملڪن جي پيٽ جيڪڏهن سنڌ کي جانچي ڏسبو ته اتي به پِن الاهي آهي. مگر اتي به سنڌي ويچارا پِنڻ کان بلڪل پري هوندا. هو چوندا آهن ته "پلي ٻڪ پرم جي، شال م وجي شان". ڪنهن جي اڳيان هٿ ٽنگڻ ۽ ڪنهن کي سوال ڪرڻ کي هو اصل حرام سمجهندا آهن. پني پيٽ ڀرڻ کان ٻڪ ۾ ساهه ڏيڻ کي وڌيڪ سٺو سمجهندا آهن.

سنڌ جو ملڪ پنجن قدرتي ڀاڱن ۾ ورهايل آهي. الهندو پاسو سڄو جابلو ملڪ آهي، تنهنڪري ان کي ڪوهستان ڪوٺيو ويندو آهي. انهيءَ ڀاڱي ۾ اڪثر بلوچ قومون آباد آهن، جي ويچارا ٻڪرار ۽ ريڍار آهن. پوک باراني آهي، جنهنڪري جيڪي به چار ڪٽان قسمت ۾ هوندن، سي لٽي ٻاهي سال جو ٿمر ڪري اچي گهر گندي ناهي اُن ۾ رکندا آهن. جيڪڏهن اُن ۽ کير پنهنجو ٿي ٻين ته بس، ڪنهنجي ڪاڻ ڪانه ڪيندا آهن. ٻهراڙين ۾ پِينو مور ڏسڻ ۾ ڪونه اچي. ساڳيءَ طرح ٻيو قدرتي ڀاڱو لاڙ آهي، جو ڪلرائو ۽ سارياڻ آهي. اتي جا ماڻهو اڪثر ويچارا اوني آهن. ملڪ سارياڻ آهي، تنهنڪري ڳاڙهن چانورن جون چار ڳوٽيون ۽ اوٺو کير مليو ته بس، ان کان وڌيڪ لاڙين لاءِ دنيا ۾ ٻي ڪهڙي نعمت آهي؟ ڪڏهن ڪڏهن ته جت ماڻهو ويچارا رات ڏينهن ساندهه مهينن تائين رڳو اوني کير تي گذران ڪندا آهن. پِنڻ جو ته انهن برن پٽن ۾ نالو نشان به ڪونه آهي.

سنڌ جو ٽيون قدرتي ڀاڱو آهي ٿر، جتي واريءَ جون ڀٽون ئي ڀٽون نظر اينديون. ان ڪري هن ڀاڱي کي ريگستان چوندا آهن. هتي جا ماڻهو سڀ مال وندو آهن ۽ فصل بارانيءَ تي ٿئي ٿو، سيڪو پنهنجيءَ ۾ پورو آهي. مانيءَ ٽڪر ته هر ڪنهن کي سولائيءَ سان ملي سگهي ٿو. ڪوبه ڪنهن جي در تي لنگهي ويو ته لولو ڪارائي ڇڏيندس. تنهنڪري پنڻ جي مورهين ضرورت ڪانه پوي. چوٿون ڀاڱو سرو يعني اُتر سنڌ آهي، جنهن جا رهاڪو اڪثر ڪري بلوچ سردار آهن، اتي ته پنڻ جو بلڪل رواج ڪونه آهي. پنجين ڀاڱي يعني وچولي ۾ جيڪي ڀهرازيون آهن، تن ۾ هن مرض جو نالوئي ڪونه ملندو، باقي وڏا شهر يا اُهي ننڍا شهر جتي اوليائن جا مقبرا آهن ۽ جتي ٻارهن ماهو ميلو لڳندو آهي، اتي پن گهڻيئي آهي. مگر هتي به گهريءَ نظر سان ڏسبو ته پينو سڀ ڌاريان هوندا. سنڌي پينو ڪو ڇڏو ڀاڏو هوندو سو به چڻ چتن ۾ ڇپ پيو لڳندو. ڪراچي، حيدرآباد، نواب شاهه، سکر، جيڪب آباد، لاڙڪاڻو، دادو، ڪوٽڙي، ميرپورخاص، خيرپور، روهڙي ۽ ٻيا سنڌ جا وڏا شهر اڄڪي ته هندن سان ڀريل هوندا هوا، پر هينئر پناهگيرن سان ڏٺيا ٻيا آهن ۽ پينو به سڀ اهيئي آهن. اوليائن جي درگاهن، جهڙوڪ قلندر شهباز سيوهڻ کي ۽ شاهه عبداللطيف ڀٽ شاهه کي ته پنجابي ۽ پٺاڻ ملنگ ئي ويڙهيو وينا آهن. باقي اوليائن جهڙوڪ، مخدوم نوح هالا، شاهه ڪريم بلڙي، بدين، لنواري، ٺٽو، روهڙي، راڻي پور، جهوڪ، وغيره جا متولي پنهنجن درگاهن تي پينو وهڻ ئي ڪونه ڏين. مطلب ته سنڌ جي ڀاوبهن لکن سنڌي ماڻهن مان ڪي آڱرين تي ڳڻڻ جيترا سنڌي پينو مس ملندا. اهي به اڪثر ڀاڻ کي ڪلهوڙا سڏائيندا آهن ۽ پيڙهي به پيڙهيءَ پنڻ کي پنهنجو پيش ڪري ڇڏيو اٿن. انهن جون زالون خاص طرح مردن کان به وڌيڪ پنڻ جون اُستاد آهن. باقي ٻيو سنڌي ڪو ايڪڙ ٻيڪڙ ڪريل هوندو ته مجبو، سو به انڌو، منڊو يا پنگلو هوندو نه ته سنڌ ۾ غير سنڌي ئي پنڻ جو پورهيو

ڪندا آهن. انهن مان ڪيترا ته اهڙا به آهن جي بڪ ڪان ڪونه پنندا آهن، پر پورهيو ڪري پئسا ڪمائي ڳوٺ مني آرڊر ڪندا آهن ۽ پاڻ پني گذران ڪندا آهن.

سنڌ ويچاريءَ کي اصل ڪان "چورا نيپاچ" ڪوٺيندا آهن. جنهن ۾ ڪتي جون بلائون پيون پلجن. هميشه ٻاهرين ماڻهن سنڌ ۽ سنڌين جو چوڙن وانگر رت پئي چوسيو آهي. واپار ۾، نوڪرين ۾، ڏنڌن ڌاڙين ۾ ۽ ٻچاڙيءَ جو پنڻ ۾، مطلب ته جيئن به ڪين ٻڪ لڳو آهي،تيئن وسئون ڪونه گهٽايو اٿن. پر بزرگن جي دعا سان سنڌ سڳوري ۽ سنڌي سونهارا، وجن ٿا ويران وير وڌ ٿيندا. هڪڙي منهنجي پنجابي دوست مونسان ڳالهه ڪئي ته سائين، اسانجي ملڪ ۾ ڏاڍي بي روزگاري آهي، اسان جي ملڪ جا لکين ڪٽنب ته ويچارا مڪائيءَ جي باراني پوک ڪري پيا بکون ڪڍندا آهن. سندن کي نه ڪي وارث سنڌ اندر، يا ته پوليس ۾ ڀرتي ٿيل هوندا آهن، يا ريل ۾ يا ٽپال کاتي ۾ ملازم هوندا آهن، يا سنڌ ۾ ڪا مزوري يا خانگي نوڪري پيا ڪندا آهن ۽ مهيني پوري ٿيڻ تي پگهار وٺي جڏهن ڳوٺ مني آرڊر ڪندا آهن تڏهن سندن ٻچڙا گذارو ڪري سگهندا آهن. هن پنجابي دوست مونکي ٻڌايو ته هر هڪ مهيني جي پهرين تاريخن تي پنجاب جي ڊاڪ خانن يعني ٽپال آفيسن وٽ هڪڙو عجيب نظارو نظر ايندو آهي. هر هڪ ڊاڪ خانه تي روز سوين ماڻهو سنڌ کان ايندڙ مني آرڊرن جو انتظار پيا ڪڍندا آهن. گويا ٽپال آفيس تي هڪ ميلو لڳو پيو هوندو آهي. ويچارا پنجابي غريب مني آرڊر وٺي پوءِ وڃي سک جو دم پٽيندا آهن. پر سنڌي ماڻهوءَ جي جيڪڏهن قسمت ڪٽي سنڌ کان ٻاهر مثال: پنجاب يا سرحدي علائقي ۾ ٿئي ته پڪ آهي ته هنکي نه پورهيو ملندو ۽ نه پنبو ٽڪر ملندو.

سائينم سدائين ڪرين مٿي سنڌ سڪار،
دوست تون دلدار عالم سڀ آباد ڪرين.

# دوستي

انسان اکر غالبا "انس" مان نڪتل آهي، جنهن جي معنيٰ آهي "ورونهه". حضرت آدم عليه السلام ئي پهريون انسان هو، جنهن پنهنجي ماڻهن کي چيو ته اوهان پاڻ ۾ گڏجي ڳوٺ ٺاهي رهو، متيون ماٺيون ڳنديو، هڪ ٻئي جي سهائتا ڪريو ۽ هڪ ٻئي سان ورونهه ونڊيو ۽ جدا جدا ٿي نه رهو. قدرت جي پڻ اهائي منشا هئي ته هن ڌرتيءَ جي مٿاڇري تي انسان سڀ گڏجي معاشرتي زندگي گذارين. انهي ڪري جيئڻ هر هڪ انسان کي مٽن مائٽن ۽ پوئيرن جي ضرورت هوندي آهي، ساڳيءَ ريت هنن کي دوستن جي به گهرج ٿيندي آهي. انسان ويچارو پنهنجي جيوت جو سڄو دارو مدار سچن دوستن تي رکي ٿو. ڪيترائي اهڙا دلي ڳجهه آهن، جي پنهنجي ماءُ پيءُ، زال يا اولاد سان به اوري نه ٿا سگهجن. انهن جي اورڻ لاءِ ڪن سچن رازدار دوستن جي ضرورت هوندي آهي ۽ انهن جي ئي مدد جو ڪپ ٿيندو آهي. جيتوڻيڪ اڄ ڪلهه جي دنيا ۾ سچن سنگتين، جي سرويچ هجن ۽ راز سانڍي سگهن، تن جو ڏاڍو ڏڪار آهي، پر تنهن هوندي به اها جنس اهڙي آهي جنهن کانسواءِ ماڻهوءَ جي بلڪل سري ڪين سگهندي. اڄ ڪلهه هڪ طرف سٺا سنگتي نه ٿا ملن ته ٻئي طرف ماڻهن ۾ سٺن دوستنجي صحيح چونڊ ڪرڻ جو حوصلو ڪونه رهيو آهي. جيڪو ماڻهو ٻاهريون ڏيک ويک رکي چاٽي، لپاڙي ۽ لباسي هجي، اهوئي سيني کي ڀيو سبيائي. اڄ ڪلهه منهن جو منو، زبان دراز ۽ پورو مطلبي ماڻهو ئي ٻئي تي پنهنجي سچائيءَ جو اثر جلدي وهاري سگهي ٿو.

پڙهندڙن کي سڌ آهي ته سنڌي ويچارو زبان درازيءَ مان ته جاڻي ئي ڪونه، ٻناڪ هٿڻ ته ڪيس سياويڪ ڪانه اچي. پنهنجي مطلب تي ڪنهن سان ڪوڙ، ڪپت يا دغا ڪرڻ ته هن جو ڌرم ئي نه آهي. هو هڪ سڌو سنئون، سادو سودو، خدا جو نيڪ ٻانهون آهي،

جيڪڏهن ڪنهن سان دوستي رکيائين تہ بنا ڪنهن لوڀ لالچ ۽ شخصي مطلب جي سر جون سٿون ڏيندو. پنهنجي دوست مان عيوضي جي اميد اصل ڪانہ رکندو ۽ هميشه چوندو تہ ”ادا اپني توڙ نباه اسکي او جاني“ سنڌ ۾ اهڙا لکين مثال ملندا جو سنڌي ويچارا دوستيءَ ۾ پنهنجي يار لاءِ مال دولت تہ ڇا پر سر ڏيڻ کان بہ ڪين گسا هوندا. ڪڏهن بہ سندن سنگتي ڪنهن مشڪل ۾ ڦاٿو هوندو تہ پنهنجي ملڪيت هن جي پوئتان لٽي ڇڏي هوندائون پر تيستائين دم نہ پٽيون هوندائون، جيستائين دوست جو دک ڏور نہ ڪيو هوندائون. اوکيءَ سوکيءَ ۾ دوست جي مدد ڪرڻ ۽ هن سان وچي پاڳي پائيوار ٿيڻ سندن عادت ۾ سمايل آهي. پنهنجا ڪم ڪاج ڦٽائي، دوست جي ٻڏل ٻوڙي وچي پار ڪئي هوندائون. سنڌين جي سنگت ٻين وانگر رڳو ايستائين ڪانہ هوندي آهي، جيستائين هڪ ٻئي ۾ مطلب اٽڪيل هوندو آهي يا جيسين دوست سکيو هوندو آهي ۽ ڏک جي ٽاڻي ”نہ تيرا ست نہ ميري ڪپاه“ سنڌي ويچارو سک جي وقت اجان بہ يار کان ڪجهہ بي پرواهہ رهندو آهي پر ڏک ۾ تہ هن جي پر يا پاسو اصل ڪين ڇڏي متان ڪيس دل ۾ رنج رتي رهجي وڃي تہ سيڪو چڙهئي جو آهي ۽ ڪرڻي جو آهي ٿي ڪونہ! سنڌي ويچارو اهو دوست آهي جو جيئري تہ ٺهيو پر مئي بہ پنهنجي يار سان نباهي. مرڻ کان پوءِ يار جي ٻارن جي ڏکيءَ سکيءَ سار سنڀال لهڻ کي پنهنجي ياريءَ جو فرض سمجهي ٿو.

سنڌين جون زالون وري ڪهڙيون آهن؟ ساهڙپ ۾ مڙسن کان بہ سرس سوايون آهن. ساهيڙيءَ متان سر قربان ڪنديون آهن ۽ ٻهون ٻلهار وينديون آهن. شادي غمي يا عيد برات تي ڪڏهن بہ ڪو سٺيو گرهہ رڌين تہ تيسين ڪين کائين جيسين ساهيڙيءَ کي نہ موڪلين. ڪپڙو لٽو، اَن اٽو، مرچ مصالح، تيل تماڪ مهل سارو هڪ ٻئي کي ائين ڏين وٺن جيئن سڳيون ڀينرون هجن. پاڻ ۾ مرٽي پرٽي، اچڻ وڃڻ، ڏيڻ وٺڻ ۽ ٺڪڻ ڪرڻ جو رستو اهڙو نباهين جو سڳا مٽ ۽

اهڙو ڪم ڪين اچن.

سڀ کان وڌيڪ جيڪا سنڌي ۾ نيڪ خصلت آهي، اها هيءَ آهي تہ هڪ دفعو دوستي رکيائين تہ مرڻ گهڙيءَ تائين نباهيندو رهندو. پر جيڪڏهن تقدير سان ڪڏهن دوستيءَ ۾ ڪن شرين اچي فتنو وڌو ۽ ياريءَ جي اها نازڪ ڌوري ٽٽي پئي تہ بہ هڪ ٻئي جي دشمني ڪين ڪندا ۽ نہ وري هڪ ٻئي جا راز کوليندا. اهي هنن جون رازداريون چڻ تہ تجوڙيءَ ۾ بند رهنديون آهن. ڪوبہ ٻچاپڙو ماڻهو هنن کي هڪ ٻئي جي برخلاف ڪم آڻي ڪين سگهندو آهي. سنڌي ويچارا چوندا آهن تہ "ادا ٻٽي تہ ٻٽي نہ تہ دال روٽي گهٽي" جيڪڏهن ڪن متڀيدن جي ڪري اسان جي ياري نہ ٽي لڳي تہ هڪ ٻئي جا ويري ڪين ٿينداسين. اها صفت ڪمين جي آهي هينئر بہ انسان ۾ ڪو ڪم پويس تہ حاضر آهيون. باقي اها ورونهہ ۽ رازداري هاڻي نہ رهندي، ڇو تہ دوستي ڪاچ جي پيالي وانگر نازڪ آهي. جيڪڏهن هڪ دفعو اهو پيالو ڀڄي پيو تہ هن کي ڪيترو بہ ڪٿي ڳنڍيو تہ اهو ساڳيو ملهہ ڪونہ ڪندو.

سنڌين جي دوستيءَ جا مثال جيڪڏهن هڪ ٻہ ڪري ويهي لکجن تہ جيڪر هڪ جدا ڪتاب ٺهي پوي ۽ پڙهندڙ ڏسي رهن تہ سنڌين جهڙا سچا دوست دنيا جي ڪنهن بہ ڪنڊ ۾ هرگز ملي نہ سگهندا.

## پڇاڙي

مون هن ننڍڙي ڪتاب جي پڇاڙي سنڌين جي دوستي سان ڪئي آهي. سچ پچ تہ مون جيڪي بہ لکيو آهي سو پنهنجي وويڪ سان لکيو اٿم. سنڌي ٿي ڪري مون پنهنجي سنڌي ڀائرن جي لنڊي خوشامدي ڪانہ ويهي ڪئي آهي، پر مون اهي ڳالهيون لکيون آهن جي سو [illegible] سچ آهن. منهنجا سنڌي ڀائر جيڪي ڌارين جلهن ۽ حملن کان [illegible] کي [illegible] پوڻ ۽ چٽ سمجهي وينا آهن، انهن کي يقين ٿيندو تہ

هڪ سنڌي ماڻهوءَ جو اخلاق اڄ به اهڙو بلند آهي جو ٻين لاءِ ريس ڪرڻ، سڌ ڪرڻ ۽ نقل ڪرڻ جي لائق آهي. غير سنڌي ڀائرن کي به هن ڪتاب جي پڙهڻ مان اها پروڙ پئجي ويندي ته سنڌي ويچارا جن کان هو ڪن هتّرادو الزامن ۽ غلط پروپئگنڊا سبب نفرت ڪن ٿا يا انهن کي خراب سمجهن ٿا، اهي ڪهڙا نه ملائڪ صفت انسان آهن ۽ انهن جو چڱو پاڙيسري ۽ دوست ٿي رهڻ ڪهڙي نه غنيمت آهي. منهنجي هن سموري بيان مان اها مراد اصل ڪانهي ته رڳو سنڌي چڱا ۽ باقي سڄو جهان بڇڙو آهي. چڱا ۽ مٺا سڀني ملڪن ۽ قومن ۾ پيا آهن. پر سنڌي ماڻهو سياويڪ ٻين تي قرارا آهن، جا ڳالهه سندن هلت چلت مان روشن آهي. خداوند ڪريم شال سنڌين ڀائرن کي اڃان به وڌيڪ توفيق عطا فرمائي جيئن نيڪيءَ جي راهه ۾ سدائين سندن قدم اڳتي هجي. (آمين).

پورو ٿيو

سهيڙيندڙ: عزيزه سيد غلام مصطفيٰ شاه

# PUBLICATIONS

## By Sayid Ghulam Mustafa Shah

## BIOGRAPHY

Bhutto- The Man and Martyr
General Zia-His Winged Death and The Aftermath
Jam and His Politics

## GENERAL AND ACADEMIC

" English Essays of Pakistan"
"British in the Sub-continent"
"Legacy of Britain"
"A Principal's Papers"
"Towards Understanding the Muslim of Sindh"

## EDITOR

"Indus Seals and inscriptions- Pakistan, Volume -II"
Co-Editor with Dr. Asko Parpola.
Academy of Letters University of Finland.
"Aboriginal Tribes of India"
(The Bhils and Kolhis)
By Professor (Mrs.) H.B. Mustafa Shah
(Posthumous publication) Editor.
Scinde in The Forties (1839-1845)
By col. Keith Young.

## JOURNALISM

"Sindh Quarterly"
Pakistan's only independent English Journal of
Standard and Scholarship, Established 1973.Editor

# پڙهندڙ نَسُل . پَ نَ

## The Reading Generation

1960 جي ڏهاڪي ۾ عبدالله حسين ” اُداس نسلين“ نالي ڪتاب لکيو. 70 واري ڏهاڪي ۾ وري ماڻڪَ ”لُڙهندڙ نَسُل“ نالي ڪتاب لکي پنهنجي دورَ جي عڪاسي ڪرڻ جي ڪوشش ڪئي. امداد حُسينيءَ وري 70 واري ڏهاڪي ۾ ئي لکيو:

انڌي ماءُ ڄڻيندي آهي اونڌا سونڌا ٻارَ
ايندڙ نسل سَمورو هوندو گونگا ٻوڙا ٻارَ

هر دور جي نوجوانن کي اُداس، لُڙهندڙ، ڪَڙهندڙ، ڪُڙهندڙ، ٻَرندڙ، ڇُرندڙ، ڪِرَندڙ، اوسيئڙو ڪَندَڙُ، ٻاڙي، ڪاٺُو، ٻاجوڪَڙُ، ڪاوڙيل ۽ وِڙَهندڙ نسلن سان منسوب ڪري سَگهجي ٿو، پَر اسان اِنهن سڀني وِچان ”پڙهندڙ“ نسل جا ڳولائو آهيون. ڪتابن کي ڪاڳر تان کڻي ڪمپيوُٽر جي دنيا ۾ آڻڻ، ٻين لفظن ۾ برقي ڪتاب يعنيٰ e-books ناهي ورهائڻ جي وسيلي پڙهندڙ نسل کي وَڌڻ، ويجهَڻ ۽ هِڪَ ٻِئي کي ڳولي سَهڪاري تحريڪ جي رستي تي آڻِڻَ جي آسَ رکون ٿا.

پڙهندڙ نَسل (پَنَ) ڪا بہ تنظيمَ ناهي. اُنَ جو ڪو بہ صدر، عُهديدار يا پايو وِجهندڙ نہ آهي. جيڪڏهن ڪو بہ شخص اهڙي دعويٰ ڪري ٿو تہ پَڪَ ڄاڻو تہ اُهو ڪُوڙو آهي. نہ ئي وري پَنَ جي نالي ڪي پئسا گڏ ڪيا ويندا. جيڪڏهن ڪو اهڙي ڪوشش ڪري ٿو تہ پَڪَ ڄاڻو تہ اُهو بہ ڪُوڙو آهي.

جهڙيءَ طرح وڻن جا پنَ ساوا، ڳاڙها، نيرا، پيلا يا ناسي هوندا آهن اهڙيءَ طرح پڙهندڙ نسُل وارا پنَ به مختلِف آهن ۽ هوندا. اُهي ساڳئي ئي وقت اُداس ۽ پڙهندڙ، پرندڙ ۽ پڙهندڙ، سُست ۽ پڙهندڙ يا وڙهندڙ ۽ پڙهندڙ به ٿي سگهن ٿا. ٻين لفظن ۾ پنَ ڪا خُصوصي ۽ تالي لڳل ڪِلَب Exclusive Club نه آهي.

ڪوشش اها هوندي ته پنَ جا سڀ ڪم ڪار سهڪاري ۽ رضاڪار بنيادن تي ٿين، پر ممڪن آهي ته ڪي ڪم اُجرتي بنيادن تي به ٿِين. اهڙي حالت ۾ پنَ پاڻ هِڪٻئي جي مدد ڪرڻ جي اُصولَ هيٺ ڏي وَٺُ ڪندا ۽ غيرتجارتي non-commercial رهندا. پنَن پاران ڪتابن ڪي ڊِجيٽائِيز digitize ڪرڻ جي عَملَ مان ڪو به مالي فائدو يا نفعو حاصل ڪرڻ جي ڪوشش نه ڪئي ويندي.

ڪتابن ڪي ڊِجيٽائِيز ڪرڻ ڪان پو ٻيو اهم مرحلو وِرهائڻ distribution جو ٿيندو. اِهو ڪم ڪرڻ وارن مان جيڪڏهن ڪو پيسا ڪمائي سگهي ٿو ته ڀلي ڪمائي، رُڳو پنَن سان اُن جو ڪو به لاڳاپو نه هوندو.

پنَن ڪي کُليل اکرن ۾ صلاح ڏجي ٿي ته هو وَسَ پٽاندڙ وڌِ ڪان وَڌِ ڪتاب خريد ڪري ڪتابن جي ليکڪن، ڇپائيندڙن ۽ ڇاپيندڙن ڪي هِمٿائِن. پر ساڳئي وقت عِلم حاصل ڪرڻ ۽ ڄاڻ ڪي ڦهلائڻ جي ڪوشش دوران ڪنهن به رُڪاوٽ ڪي نه مڃن.

شيخ اَياز علمَ، ڄاڻ، سمجهَ ۽ ڏاهپَ کي گيتَ، بيتَ، سِٽَ، پُڪارَ سان تَشبيهه ڏيندي انهن سيني کي بَمن، گولين ۽ بارودَ جي مدِ مقابل بيهاريو آهي. اياز چوي ٿو ته:

گيتَ بہِ ڄڻ گوريلا آهن، جي ويريءَ تي وار ڪَرن ٿا.

... ...

ڄئن ڄئن جاڙ وڌي ٿي جَڳَ ۾، هو ٻوليءَ جي آڙ ڇُپن ٿا؛

ريتيءَ تي راتاها ڪن ٿا، موٽي مَنجهہِ پهاڙ ڇُپن ٿا؛

... ...

ڪالههَ هُيا جي سُرخ گُلن جيئن، اڄڪلهه نيلا پيلا آهن؛

گيتَ بہِ ڄڻ گوريلا آهن........

... ... ... ...

هي بيتُ اَٿي، هي بَم- گولو،

جيڪي بہ ڪٽين، جيڪي بہ ڪٽين!

مون لاءِ ٻنهي ۾ فَرَقُ نہ آ، هي بيتُ بہ بَمَ جو ساٿي آ،

جنهن رِڻ ۾ رات ڪَيا راڙا، تنهن هَڏَ ۽ چَمَ جو ساٿي آ ـ

اِن حسابَ سان اڻجاڻائي کي پاڻَ تي اِهو سوچي مَڙهڻ تہ ”هاڻي ويڙهہ ۽ عمل جو دور آهي، اُن ڪري پڙهڻ تي وقت نہ وڃايو“ ناداني‌ءَ جي نشاني آهي.

پَنَن جو پڙهڻ عام ڪِتابي ڪيڙن وانگر رُڳو نِصابي ڪتابن تائين محدود نہ هوندو. رڳو نصابي ڪتابن ۾ پاڻ کي قيد ڪري ڇڏڻ سان سماج ۽ سماجي حالتن تان نظر کڄي ويندي ۽ نتيجي طور سماجي ۽ حڪومتي پاليسيون policies اڻڄاڻن ۽ نادانن جي هٿن ۾ رهنديون. پَنَ نِصابي ڪتابن سان گڏوگڏ ادبي، تاريخي، سياسي، سماجي، اقتصادي، سائنسي ۽ ٻين

ڪتابن کي پڙهي سماجي حالتن کي بهتر بنائڻ جي ڪوشش ڪندا.

پَڙهندڙ نَسُل جا پَنَ سيني کي **چِو، چالاءِ ۽ ڪيئن** جهڙن سوالن کي هر بَيانَ تي لاڳو ڪرڻ جي ڪوشَ ڏين ٿا ۽ انهن تي ويچار ڪرڻ سان گڏ جوابَ ڳولڻ کي نہ رڳو پنهنجو حق، پر فرض ۽ اٽر گهرج unavoidable necessity سمجهندي ڪتابن کي پاڻ پڙهڻ ۽ وڌ کان وڌ ماڻهن تائين پهچائڻ جي ڪوشش جديد ترين طريقن وسيلي ڪرڻ جو ويچار رکن ٿا.

توهان بہ پڙهڻ، پڙهائڻ ۽ ڦهلائڻ جي اِن سهڪاري تحريڪ ۾ شامل ٿي سگهو ٿا. بَس پنهنجي اوسي پاسي ۾ ڏِسو، هر قسم جا ڳاڙها توڙي نيرا، ساوا توڙي پيلا پن ضرور نظر اچي ويندا.

وڻ وڻ کي مون ياڪِي پائي چيو تہ ”منهنجا ياءُ
پهتو منهنجي من ۾ تنهنجي پَنَ پَنَ جو پڙلاءُ“.
- اياز (ڪلهي پاتم ڪينرو)